# تعليم ۾ ٻوليءَ جو جبر

## (مسئلوءَ ان جو حل)

زبيده مصطفىٰ

مترجم: ڊاڪٽر فهميده حسين



سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو

# تعليم ۾ ٻوليءَ جو جبر

## (مسئلوءِ ان جو حل)


مصنف

زبيده مصطفيٰ

مترجم

ڊاڪٽر فهميده حسين





سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو

حيدرآباد، سنڌ

2017ع

سنڌي ٻوليءَ جي بااختيار اداري جو ڪتاب نمبر (294)


# تعليم ۾ ٻوليءَ جو جبر (مسئلو ۽ ان جو حَل)


ليکڪ: زبيده مصطفيٰ

مترجم: ڊاڪٽر فهميده حسين

ڇاپو پهريون: سيپٽمبر 2017ع

ڪمپوزنگ: پارسا رضوي، محمد علي شاهہ ۽ رمضان ترڪ

ٽائيٽل: اسد الله ڀٽو

تعداد: 1000

قيمت: -/500 روپيا

ناشر: سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو، حيدرآباد سنڌ، پاڪستان





**Catalogue Reference**
Zubeida Mustafa
Taleem Me Boli Jo Jabar
Sindhi Language
Sindhi Language Authority
ISBN: 978-969-625-136-1

Taleem Me Boli Jo Jabar

By: Zubeida Mustafa
Translation: Dr. Fahmida Hussain
Edition: September, 2017
Quantity: 1000
Price: Rs.500/-
Composing: Parsa Rizvi, M. Ali Shah, Ramzan Turk
Title: Asadullah Bhutto
Published by: Sindhi Language Authority, National Highway, Hyderabad, Sindh, 71000, Pakistan.
Tel: 022-9240050-3
Fax: 022-9240051
E-mail: contact@sindhila.edu.pk,sindhila@yahoo.com
Website: www.sindhila.org
Printed by: M/S Pakeeza Printers, Hyderabad, Sindh.

# ارپنا

سيمي ۽ هما جي نالي
جن مون کي ٻولي ۽ جو حيرت انگيز روپ ڏيکاريو

زبيده

# فهرست

## انگن اکرن ۽ جدولن جي فهرست

# ناشر پاران

سنڌي ٻوليءَ جي بااختيار اداري سان 2015ع ۾ محترم مهتاب اڪبر راشدي رابطو ڪري اوڪسفرڊ يونيورسٽي پريس جي ڪتاب "The Tyranny of Language in Education" جو سنڌي ترجمو ڪرائي ڇپرائڻ جي صلاح ڏني وئي هئي. تعليم ۾ ٻوليءَ جي مسئلن تي محترم زبيده مصطفيٰ جو هي ڪتاب واقعي سنڌيءَ ۾ ترجمي ڪرائي شايع ڪرائڻ لائق هو. تقريباً ڏيڍ سال اٿارٽيءَ اهو ترجمي جو ڪم ڪڏهن ڪنهن کي ته ڪڏهن ڪنهن کي آڇيندي رهي پر ترجمو ٿي نه سگهيو. آخرڪار پروفيسر ڊاڪٽر عبدالغفور ميمڻ جي چيئرمئن طور مقرري بعد هن ڪم کي اوليت ڏني وئي ۽ پهرين فرصت ۾ ڊاڪٽر فهميده حسين سان هن ڪتاب جي ترجمي لاءِ رابطو ڪيو ويو جنهن حامي ڀري ۽ سڄو ڪتاب ترجمو ڪري ڏنو جنهن بعد ڪمپوزنگ، پروف ريڊنگ ۽ ٽيئنڊر جا مرحلا تڪڙا اڪلائي هي ڪتاب ڇپرائي پڌرو ڪيو ويو. جيڪو اوهان جي هٿن ۾ آهي. هن ڪتاب ۾ اسڪولي ٻارن کي غير مادري زبان زبردستي پڙهائڻ جي اثرن کي اجاگر ڪيو ويو آهي. هي هڪ وڏو بحث آهي، جيڪو هن ڪتاب ۾ تفصيل سان ٿيل آهي ۽ اوهان جي مطالعي لاءِ سنڌي ٻولي ۾ پيش ڪيو ويو آهي.

اسان کي اميد آهي ته هن بحث مان ڪي نوان بحث ۽ کوجنائون جنم وٺنديون ۽ ٻوليءَ جي تعليمي حيثيت کي اجا ۾ اجاگر ڪيو ويندو.

16 آگسٽ 2017ع
حيدرآباد، سنڌ

پروفيسر ڊاڪٽر عبدالغفور ميمڻ
چيئرمئن

# مترجم پاران

محترمہ زبيده مصطفيٰ ڪراچي (سنڌ) جي هڪ مشهور صحافي هئڻ سان گڏ هڪ اسڪالر بہ آهي، جنهن جا روزاني ڊان ۾ لکيل ڪالم ۽ سنڌس لکيل يا سهيڙيل ڪتاب ملڪ جي تعليم ۽ سماجي برابريءَ، انصاف ۽ امن جي وڪالت جي ڏس ۾ تمام اهم آهن. سنڌس هيءُ ڪتاب ڪيس پاڪستان جي تعليم لاءِ عموماً ۽ سنڌ جي تعليم لاءِ خصوصاً هڪ دردمند دل رکندڙ ليکڪا ثابت ڪري ٿو جيڪا پنهنجي طرفان تجويزون ۽ سفارشون ڏئي سرڪار کي پنهنجي تعليمي پاليسيءَ تي نظرثاني ڪرڻ لاءِ اُتساهي ٿي. سنڌس ڪن نڪتن سان اختلاف تہ ٿي سگهي ٿو پر سنڌس خلوصِ نيت سان ڪيل پورهيي کي ساراهڻ کانسواءِ رهي نٿو سگهجي. هڪ صحافي هئڻ باوجود هن هڪ تعليمي محقق هئڻ جو ڪردار نڀاهيو آهي، جيڪو ڪيترا ملڪ جا وڏا وڏا تعليمي ماهر نہ نڀاهي سگهيا آهن.

هن ڪتاب کي ترجمو ڪرڻ لاءِ مون کي پاڻ بہ ڪيترن ئي اصطلاحن ۽ نظرين کي سمجهڻ لاءِ انٽرنيٽ ۽ ڪن ڪتابن مان مدد وٺڻي پئي، پر سچ تہ مون کي ان ڪم ڪندي ڏاڍو مزو بہ آيو تہ خوشي بہ ٿي، جو اهو واقعي تہ سنڌي پڙهندڙن لاءِ ڪم جو ڪتاب آهي.

محترمہ زبيده مصطفيٰ جي خواهش ۽ محترم ڊاڪٽر عبدالغفور ميمڻ جي چونڊ جي نتيجي ۾ مون کي هي ترجمو ڪرڻ جي حامي ڀرڻي پئي نہ تہ ڪم جي گهڻائيءَ سبب مون لاءِ اهو ڪم هٿ ۾ کڻڻ جيڪر ممڪن نہ هجي ها. مون کي اميد آهي تہ پڙهندڙ هن مان گهڻو لاڀ پرائيندا.

1 مارچ2017ع
ڪراچي سنڌ

ڊاڪٽر فهميده حسين
fahmida.memon@gmail.com

# مڃتا

جڏهن هڪ اهڙي صحافي عورت، جنهن جي معلومات غير رواجي نہ هجي، پر مون وانگر تعليم تي لکڻ جو سعيو ڪري تہ ماهرن کان مدد جي ضرورت اوس پوندي. آءٌ ڀاڳ واري آهيان جو مون کي اهڙو سهڪار چڱي انداز ۾ مليو. آءٌ خاص ڪري ٻن اهڙن فردن جو ذڪر ڪندس جو تہ سندن سهڪار ڪانسواءِ هي ڪتاب لکڻ ممڪن ئي نہ ٿئي ها. اهي آهن: مانٽيسوري ٽيچرس ٽريننگ سينٽر ڪراچيءَ جي ڊائريڪٽر فريده اڪبر ۽ تعليمي صلاحڪار محقق ڊاڪٽر پروين حسن. انهن ٻنهي پنهنجو قيمتي وقت ڏنو جنهن ۾ مختلف معاملا بحث هيٺ آيا ۽ انهن منهنجي سوالن جا جواب ڏيڻ سان گڏ پڙهڻ لاءِ مون کي ڪي ڪتاب بہ ڏنا. مسز اڪبر نہ رڳو مون کي پنهنجي ٻارن جي ”مانٽيسوري چلڊرن سينٽر“ ۾ اچڻ تي ڀليڪار ڪئي پر مانٽيسوري ٽيچرس ٽريننگ سينٽر ۾ شاگردن سان ڳالهائڻ جو بہ موقعو ڏنو جنهن منهنجي جائزي ۾ پڻ حصو ورتو. ڊاڪٽر حسن اورنگيءَ جي اسڪولن جي دوري مهل ڪيترائي ڪلاڪ ڪراچيءَ جي سخت اونهاري ۾ مون سان گذاريا. تعليم ۾ زبان جي ڪردار بابت منهنجي جنون کي هنن برداشت ڪيو. اهو جنون هن ڪتاب لکڻ واري رٿا شروع ڪرڻ سان مون تي طاري ٿي ويو هو.

هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو اُشيپ پبلشنگ انٽرنيشنل طرفان ڇاپيو ويو هو جنهن مون کي ٻوليءَ واري تحريڪ جي دنيا ۾ داخل ٿيڻ جو موقعو ڏنو ۽ ٻوليءَ ڪي منهنجو شوق ٻٽايو. آءٌ آڪسفورڊ يونيورسٽي پريس وارن جي ٿورائتي آهيان، جن هن ڪتاب جو قدر سڃاتو ۽ هن وڌايل سڌاريل ڇاپي کي شايع ڪيو جنهن ۾ ٻوليءَ واري معاملي بابت وقتائتو مواد شامل آهي. آءٌ آڪسفورڊ يونيورسٽي پريس جي ٽيم جي ٿورائتي آهيان جن هن جي تمام باريڪ بينيءَ سان ايڊيٽنگ ڪئي. آءٌ خاص طور تي ”ڊان“ جي لائبرري ۽ انفارميشن شعبي جي سربراهہ صباحت ڪليم ۽ اسسٽنٽ لائبررين اظهر عليءَ طرفان مليل تحقيقي سهڪار لاءِ پڻ سندن شڪر گذار آهيان، جنهن جي نتيجي ۾ مون کي سمورو گهربل حوالاجاتي مواد ميسر ٿي

سگهيو. ساڳيءَ ريت ناز اڪرام الله، اجمل نوراني، عقيلہ اسماعيل، فريده اڪبر، آصف نوراني، اينا شِلر ۽ زبير توروالي جا بہ ٿورا مڃڻ ضروري آهن، جن ڪي جڏهن بہ مون هن ڪتاب لاءِ سندن ٻوليءَ جي سکيا وارو تجربو ونڊڻ لاءِ چيو تہ هنن بهترين راين سان مون کي نوازيو. عيسيٰ دائود پوٽي ۽ غزالہ رفيق رحمان جي لکيل مهاڳن سچ تہ هن ڪتاب جو ملهہ وڌائي ڇڏيو آهي.

ان کان پوءِ اهي تعليمي ماهر ۽ دوست جن منهنجي سوالن جا خوشيءَ سان جواب ڏنا تن ۾ حبيب گرلس اسڪول ڪراچيءَ جي اڳوڻي پرنسپال مسز زبيده ڊوسل، 'سنڌ ايجوڪيشن فائونڊيشن' جي اڳوڻي مئنيجنگ ڊائريڪٽر پروفيسر انيتا غلام علي، جنهن مون کي سرڪاري اسڪولن جي تعليم بابت باقاعدي ڄاڻ ڏني، 'سوسائٽي فار پاڪستان انگلش لينگئيج ٽيچرس' (SPELT) جي باني ذڪيہ سرور ۽ مشهور عمارت ساز (آرڪيٽيڪٽ) ۽ تجزيي نگار عارف حسن شامل آهن، جنهن جي پاڪستاني سماج بابت ساڃهہ منهنجي لاءِ وڏي سکيا جو باعث هئي.

اهڙيون ٻيون ڪيتريون شخصيتون جن کي اسڪولن هلائڻ جو تجربو آهي ۽ جن مون کي انهن کي ڏسڻ جو موقعو ڏنو تن ۾ هيٺ ڏنل نالا شامل آهن: صادقہ صلاح الدين جنهن جو ادارو 'انڊس رسورس سينٽر' آهي، اورنگي پائلٽ پراجيڪٽ جي تحقيقي ۽ تربيتي انسٽيٽيوٽ جي ڊائريڪٽر مرحومہ پروين رحمان، اورنگي پائلٽ پراجيڪٽ جي تعليمي پروگرام جي انچارج سلميٰ مير، قصبہ/اورنگيءَ ۾ 'برائيٽ ايجوڪيشن سوسائٽيءَ' واري مرحوم عبدالواحد خان ۽ اورنگي جي ٽي ڪن ٻين اسڪولن جي سربراهن مون کي پنهنجو قيمتي وقت ڏنو. ان کانسواءِ 'سٽيزن فائونڊيشن' جي اسٽاف پڻ پنهنجن اسڪولن جو تعارف ڪرايو. آغا خان يونيورسٽيءَ جي امتحاني بورڊ جي ميمبرن گهربل ضروري معلومات مهيا ڪئي ۽ آغا خان يونيورسٽيءَ جي 'انسٽيٽيوٽ فار ايجوڪيشنل ڊولپمينٽ' پنهنجي لائبريريءَ جا ڪتاب مون کي اڌارا ڏنا. انهيءَ سموري سهڪار مان مون تمام گهڻو فائدو ورتو پر هن ڪتاب ۾ پيش ڪيل سمورن خيالن جي ذميداري منهنجي آهي.

آءٌ گرمسبي (آنٽاريو ڪينيڊا) ۾ رهندڙ منهنجي پيڻ رشيده ۽ پيٽويي هادي واسطيءَ جي محبت، گرمجوشي ۽ مهمان نوازيءَ جي ميجتا بہ ٿي ڪريان، جو سندن گهر جي پرامن ماحول مون کي هڪ ليکڪا طور پاسيرو ويهي بنا ڪنهن رنڊڪ جي ڪم ڪرڻ جو موقعو ڏنو. رشيده پڻ تمام صبر ۽ دلچسپيءَ سان سڄي مسودي کي نظر مان ڪڍيو ۽ اسان جي پاڻ ۾ ڪيل بحث خود مون کي منهنجن ڪجهہ خيالن کي چٽو ڪرڻ جو موقعو ڏنو.

منهنجي ڏيئن سيمي ۽ هُما جي ڪري ئي مون کي هن ڪتاب جي موضوع سان دلچسپي پيدا ٿي هئي، جيڪا ٻوليءَ جي سکيا دوران مختلف مرحلن تي سندن ڪاميابين جو مشاهدو ڪرڻ جو نتيجو هئي. هڪ دفعو جڏهن هنن ڳالهائڻ جي فن تي عبور حاصل ٿي ڪيو تڏهن آءٌ ٻوليءَ جي سگهہ ۽ ان جي ڳنڍيندڙ صلاحيت تي عجب کائيندي هئس. آءٌ هي ڪتاب انهن سان منسوب ٿي ڪريان.

مارچ، 2014ع
ڪراچي

زبيده مصطفيٰ

# سڌاريل ۽ وڌايل ايڊيشن جو مهاڳ

"وومن ايڪشن فورم" جي شروعاتي سالن ۾ آءُ زبيده مصطفيٰ سان 'ڊان' ۾ سنڌس آفيس جي پرسڪون ماحول ۾ تعليم ۽ عورتن جي معاملن تي ڳالهائيندي هئس. اسين ان دور ۾ تعليمي صورتحال تي ڏک جو اظهار ڪنديون هيون سين ۽ ماريا مانٽيسوريءَ جي ٻاراڻي تعليم (Early Childhood Education) واري تصور جي تعريف ڪنديون هيون سين. ۽ هاڻ ٻه ائين ئي ڪنديون آهيون. اسي جي ڏهاڪي ۾ منهنجا ٻار انگريزي ميڊيم اسڪولن ۾ هئا ۽ آءُ هڪ سرڪاري اسڪول ۽ ٽن غير رسمي اسڪولن ۾ ڪم ڪندي هئس. جيڪي لياري، چنيسر ڳوٺ ۽ گزريءَ ۾ هئا (جيڪي سيئي ڪراچيءَ جي اندر ڳتيل پاڙن ۾ آهن) يا سمنڊ ڪي ويجهي هڪ ڳوٺ ۾ هئا جتي سنڌ جي ساحل تي سائي رنگ جا ڪچون جام هوندا هئا. جن کي Green Ridley Turtles چوندا.

بهرحال اهي اهڙا تہ ڏکوئيندڙ تجربا هئا. جن سان روزانو غير شعوري طور پاڪستان جي تعليمي نظام ۾ موجود اڻ برابريءَ جي پيٽ پٺي ڪندي هئس. ان ڪانسواءِ آءُ مختلف وقتن تي روز بروز ڦهلجندڙ ڪراچيءَ ۽ ان کان اڳتي لاڙ واري پاسي درجنن سرڪاري اسڪولن جا دورا پڻ ڪندي رهندي هئس. جيڪي ڪجهہ آءُ ڏسندي هئس ان سان منهنجي مايوسي وڌي ويندي هئي. تنهن ڪانسواءِ تعليم جي معيار کي وڌائڻ لاءِ ٿيندڙ ڪوششون، مثلاً ڪراچيءَ ۾ "ٽيچرس رسورس سينٽر" (TRC) جي ٺيام ۽ ڪم جي شروعات، سيئي انگريزيءَ کي تعليم جو ذريعو بنائڻ ۾ رڌل هيون.

سنڌي ۽ بلوچ ٻار اڄ وانگر ان وقت بہ اردو ڳالهائيندڙ استادن سان مٿي ماري ڪري رهيا هئا. جن کي ڪلاسن ۾ غير مادري ٻوليءَ جي پڙهائڻ ۾ ايندڙ رڪاوٽن ۽ رنڊڪن بابت ڪا خبر ڪانہ هئي. اهي ان وقت ۽ هاڻي بہ ٻارن کي عام رواجي نصاب کي سمجهي سگهڻ کان قاصر هئڻ ۽ ناخوش يا راضي نہ هئڻ جو نپو پيا هڻندا هئا. کين اهو چيو ويندو هو تہ 'چاڪاڻ جو اهي گهر ۾ اردو نہ ٿا ڳالهائين ان ڪري اردو سکي نہ ٿا سگهن.' تعليم جي ميدان ۾ غيربرابريءَ جو سڀ کان وڏو ممڪن سبب آهي ئي 'تعليم جو ذريعو' (ميڊيم)

پر ڏنو ويجي تہ مناسب هئڻ جي صورت ۾ پاڪستاني ٻارن جي سکيا وارن مسئلن جو حل ان ۾ ئي موجود آهي.

ويهہ سال پوءِ جڏهن جيمس ٽولفسن (James Tollefson) ۽ ايمي سُئي (Amy Tsui) پنهنجو ڪتاب: Medium of Instruction Policies: Which Agenda? Whose Agenda (2004) ڇپايو تڏهن مون کي محسوس ٿيو تہ ڪلاس روم ۾ ٻوليءَ واري ٻہ-منهين تلوار جيڪا استاد جي ٻوليءَ جي ڪري پاٽمرادو ڪن ٻارن کي شامل تہ ڪن کي خارج ڪري ٿي ڇڏي، سو هڪڙو بين الاقوامي مسئلو آهي.

هاڻي ڪيترن سالن کان مون ڪيترن ٻارن کي استاد جي لفظن کي چڱي طرح سمجهڻ جي بنياد تي ڪامياب يا ناڪام ٿيندي ڏٺو آهي. پر نوي واري ڏهاڪي جي شروعاتي سالن ۾ نئي جي سمورن نوَن (9) تعلقن ۾ مون ان ڏس ۾ ڪئين سرڪاري اسڪولن جي ڪلاسن ۾ تمام سٺو نمونو ڏٺو جتي سنڌي شاگردن کي اهڙن استادن ٿي پڙهايو جن کي نہ صرف سنڌي ٻولي ۽ ان جو لهجو معلوم هو بلڪ هو مقامي عوامي ٻوليءَ کان بہ واقف هئا. اتي ٿورڙي وقت لاءِ سهي سنڌ جي هن، ننڍڙن چارن سان مڇي مارينڌڙ سباجهڙن مهاڻن ۽ پاپوڙن سان پريل تلائن واري، سنڌ جي مشهور ڍنڍ (ڪينجهر) واري ضلع ۾ مون کي ايليمينٽري، سيڪنڊري ۽ هاءِ اسڪولن جي سکيا ڏسي گهڻي خوشي محسوس ٿي. سنڌ مان، خاص ڪري شهري علائقن مان سنڌي ٻوليءَ جي تعليم جي ذريعي طور استعمال جي خاتمي تي ورهاڱي کان وٺي هن وقت تائين سنڌ جا دانشور جهڙوڪ سائين ابراهيم جويو ۽ ڊاڪٽر غلام علي الانا ماتم ڪندا رهيا آهن. حقيقت ۾ سنڌ جي اڪثر عالمن جو چوڻ آهي تہ 1947ع کان اڳ سنڌي تعليمي نظام ترقيءَ جي راهہ تي هو جنهن تمام پڙهيا لکيا ۽ گهڻيون ٻوليون ڄاڻيندڙ سنڌي پيدا ڪيا. اڄ بہ ٿر جي پاٽيءَ کان وانجهيل ڳوٺن جا ننڍڙا ڊاٽڪي ۽ سنڌي ڳالهائيندڙ نوجوان ڏسي حيران ٿيندي آهيان جن جي مادري ٻوليءَ جي مضبوط بنياد سبب اهي اردو فارسي ۽ انگريزيءَ جا اوپرا لفظ ٿوري ئي وقت ۾ سکي وٺن ٿا.

هن ڪتاب جهڙا سمورا پيا ڪتاب تعليم ۽ ٻوليءَ جي واٽرين پاليسين جا تاريخي نتيجا ظاهر ڪن ٿا. ملڪ جو ورهاڱو ايترو تڪڙو ٿيو هو جو سکيا لاءِ هڪ کان وڌيڪ ٻولين جي منجهائيندڙ ذريعن (ميڊيم) جو رنگ ڇمي ويو. هن مسئلي جي ڏس ۾ منهنجو پنهنجو مشاهدو آهي تہ اسان جي تعليمي پاليسين ۾ (يا ڏاهپ وارين پاليسين جي اڻهوند ۾) شخصي طور نندڙي هوندي کان ڪراچيءَ سوڌو سڄي هيٺين سنڌ (لاڙ) ۾ ٻارن جي غير حاضري يا اسڪول ڇڏي ڏيڻ واري لاڙي ۾ ٻوليءَ واري ذريعي جو وڏو هٿ آهي. گهٽ ڪري تہ اهي ٻار اسڪولن ۾ تشدد سبب ائين ڪندا هئا. پر باقي گهٽي قدر انهيءَ ٻوليءَ جي فرق جي پيدا ڪيل ڪاهيءَ کي پار نہ ڪري سگهندا هئا. انهن مان اهي فائدي ۾ هئا. جن جي مادري زبان ئي سندن اسڪول ۾ تعليم جو ذريعو هئي ۽ جن کي ڪجهہ هڙ حاصل ڪونہ ٿيندو هو. سي اهي هئا جن جي گهر جي ٻولي اسڪول ۾ نہ ٻڌڻ ۾ ايندي هئي ۽ نہ وري ان جي ڪا عزت هئي.

اسڪولن لاءِ ڪنهن بہ قسم جي "لئنگئيج پاليسي" جوڙڻ کان اڳ اسان جي سيني ٻارن جي پس منظر کي بہ ضرور نظر ۾ رکڻ گهرجي. ٻي صورت ۾ جيئن زبيده سياٽپ سان خبردار ڪيو آهي تہ هتي نہ صرف بي چيني پيدا ٿيندي پر پاڪستان جي مجموعي ذهني اوسر ۾ بہ هڪڙي مستقل کوٽ پيدا ٿي پوندي. سڄي دنيا ۾ ٿيل تحقيق ۽ ثابتين مان اهو معلوم ٿو ٿئي تہ مادري ٻوليءَ جي ترقيءَ جو سڌو سنئون تعلق ذهانت ۽ عزت نفس جي ترقيءَ سان جڙيل آهي. جيڪڏهن فرانس جي ٻارن کي جرمن ٻوليءَ ۾ پڙهائجي تہ ان جو نتيجو ڇا ٿيندو؟ جپان ان وقت ڪٿي بيٺل هوندو جيڪڏهن سندس نوجوان اسڪولن ۾ مينڊرن ۾ پڙهن؟

جيئن جيئن مون غير رسمي طور پڙهائڻ جاري رکيو تہ منهنجي لاءِ تعليم سان لاڳاپيل سمورن مسئلن مان سڀ کان نمايان مسئلو ٻوليءَ وارو اچي بيٺو. هڪ سنڌي ٻار طور، جنهن ڪراچيءَ جي انگريزي ميڊيم اسڪولن ۾ پڙهيو هو مون کي جلد ئي خبر پئجي وئي تہ منهنجن اباڻن جي ٻولي شاهہ لطيف، سچل ۽ ساميءَ جي ٻولي علمي ڏاڪڻ جي بنهہ آخري ڏاڪي تي آهي، خاص ڪري ڪراچيءَ ۾. جيتوڻيڪ آءٌ انگريزي تعليم

جي لحاظ کان ٽين پيڙهيءَ سان واسطو رکندڙ هئس. پر تڏهن بہ منهنجي دل ۾ من ۾ امڙ جي لولين جي ڪنئري احساس جي ڪري هڪ سنڌي ٻار ٿي هيس. ۽ منهنجا چاچا ۽ ماما مون کي سمجهائيندا هئا تہ ڏهن سالن جي عمر کان اڳ ۾ سنڌيءَ جا مخصوص آواز صحيح نہ سکڻ سان مون کي ڪهڙا مسئلا پيش ايندا. "بعد ۾ تنهنجو دماغ انهن کي قبول ڪرڻ جي قابل ڪونہ رهندو ۽ نہ ئي تنهنجي وات تي اهي چڙهندا. پوءِ پلي تہ تنهنجو دماغ ڪيترو بہ زور ڏئي ڇيهي" هو مون کي اهو سمجهائيندا هئا.

2007ع ۾ هڪ ڀيرو وري بہ آءٌ زبيده جي 'ڊان' واري آفيس ۾ ساڻس ان اڇي ڇٽي (White Paper) جي باري ۾ ڳالهائڻ لاءِ پهتي هئس، جنهن ۾ هن پاڪستان ۾ تعليم جي حيثيت بابت پنهنجا ويچار ونڊيا هئا. جيڪو هن ڪتاب ۾ بہ شامل آهي. آءٌ سنڌ جي تعليم ۾ "لئنگئيج پاليسيءَ" (لساني پاليسيءَ) بابت تحقيق ڪري رهي هيس. منهنجي ٿيسز واري مقالي ۾ ۽ زبيده جي هن وقت حاصل ڪيل نتيجن ۾، پاڪستان جي سمورن ٻارن لاءِ هڪجهڙو برابريءَ وارو تعليم جو ذريعو اختيار ڪرڻ جي ڏس ۾ سرڪار جي رويي بابت خدشا ساڳيا ئي هئا. هن جي انهيءَ موضوع ۾ دلچسپي هن کي سنڌس چونڊيل پيشي کان مختلف رستي تي وٺي وئي آهي. زبيده وٽ پاڪستان جي ٻارن جي تعليمي ۽ لساني حقن لاءِ جيڪو احترام آهي سو اتساهيندڙ ۽ احساس وارو آهي.

1953ع ۾ يونيسڪو (UNESCO) جي طرفان چيو ويو هو تہ: "اها (مادري ٻولي) نفسياتي طور هڪ معنائون رکندڙ علامتن جو اهڙو نظام آهي، جنهن ۾ ٻار جو ذهن سمجهڻ ۽ اظهار ڪرڻ جي لاءِ پاڻمرادو عمل ڪري ٿو. سماجياتي حوالي سان ماڻهو جنهن ڪميونٽيءَ سان واسطو رکي ٿو ان ۾ اها سڃاڻپ جو ذريعو آهي. تعليمي حوالي سان اهو (ٻار) انهيءَ ذريعي وڌيڪ تڪڙو سکي ٿو بنسبت ڪنهن غير مانوس ٻوليءَ جي ذريعي جي.

2013ع کان يونيسڪو مادري ٻوليءَ ۾ تعليم جي مقصد کي اڳتي وڌائڻ لاءِ ۽ عالمي طور تعليم جو معيار وڌائڻ واري مقصد سان ٻن ٻولين يا گهڻين ٻولين واري تعليم (bilingual and multilingual Education) کي ترجيحي بنيادن

تي فروغ ڏيڻ لاءِ ڪيترائي طريقا آزمائي رهيو آهي. سندن ان ڪم جو عنوان آهي ”خارج ڪيلن کي شامل ڪرڻ“ (Including the Excluded).

تعليم سڀني لاءِ: EFA (Education For All) جا ڪي اعليٰ مقصد آهن جن مان مادري ٻوليءَ تي انحصار رکندڙ ’گهڻ-ٻوليائي تعليم‘ بابت شعور پيدا ڪرڻ به هڪ آهي. ان ڪانپوءِ پاليسيون جوڙيندڙن توڙي بين الاقوامي سطح تي تعليمدانن ۽ ماهرن کي پڻ مادري ٻوليءَ ۾ تعليم جي قدر قيمت، اهميت ۽ افاديت بابت آگاهي ڏيڻ لاءِ به يونيسڪو جو اهو پيغام هڪ اهم سڏ آهي.

زبيده جڏهن هن موضوع بابت لکي ٿي ته هوءَ انهيءَ ساڳئي جذبي جو اظهار ڪري ٿي. هاڻي وقت اچي ويو آهي ته حڪومت لينگئيج پاليسيءَ جي ڏس ۾ ڪو واضح موقف اختيار ڪري، نه صرف رياست جي معاملن ۾ پر تعليم جي ڏس ۾ پڻ. ان جو طريقو جمهوري هجي جنهن جو مطلب اهو آهي ته ٻولي اها اختيار ڪجي جيڪا عوامي سطح تي سمجهه ۾ ايندي هجي. ان جو اهو به مطلب آهي ته علائقي جي اڪثريت جي ٻوليءَ کي فوقيت ڏني وڃي.

بهرحال، اهو مسئلو پيچيدو آهي ۽ پاڪستان ۾ هن وقت خاص طور اسان کي درپيش آهي. اسين ان ڪانسواءِ ڪيترن ئي ٻارن جي تعليمي ضرورتن کي پورو ڪرڻ ۾ ناڪام ٿي سگهون ٿا. جيئن مثلاً اسين پختونخوا ۾ رهندڙ سمورن ٻارن لاءِ تعليم جي ذريعي طور صرف پشتو کي رکون ته ڇا ٿيندو؟

”فورم فار لينگئيج انيشئيٽوِ“ (FLI) هڪ اهڙي تنظيم آهي جيڪا اصلوڪين ٻولين جي تحفظ ۽ واڌاري لاءِ ڪم ڪري ٿي. انهيءَ جي چوڻ موجب سموري خيبرپختونخوا ۽ پاڪستان جي اتر وارن علائقن ۾ اٽڪل ويهه ٻوليون ڳالهايون وڃن ٿيون.

زبيده برازيل جي تعليمي ماهر، فريئر (Freire) جو به ذڪر ڪيو آهي، جنهن جو چوڻ آهي ته ”ڪنهن به ڌارين ٻوليءَ کي تعليم جي ذريعي طور استعمال ڪرڻ ٻار جي سوچڻ جي بناوٽ يا سٽاءَ جي پيچيدگي آهي“. ۽ جيئن زبيده وڪالت ڪندي لکي ٿي: ’ڪنهن به خطي ۾ اڪثريت جي ٻوليءَ کي فوقيت ڏيڻ گهرجي‘.... ته پوءِ انهن ٻارن جو ڇا ٿيندو؛ جيڪي پاڪستان جي صفا ننڍين واهڻن ۾ رهن ٿا، جتي اڪثريتي ٻوليون نٿيون ڳالهايون وڃن؟ هوءَ تجويز ڏي ٿي

تہ هر هڪ صوبي کي ٻوليءَ جي بنياد تي ننڍين ايڪن ۾ ورهائي، هر هڪ علائقي جي اڪثريت جي ٻوليءَ ۾ پڙهايو وڃي. جيتوڻيڪ اهو طريقو جمهوري ٿي سگهي ٿو پر مادري ٻوليءَ کي تعليم جو ذريعو بڻائڻ واري معاملي ۾ موجود مونجهارا ۽ رڪاوٽون مسئلي جو چٽو حل ڳولڻ ۾ سولائي پيدا ٿيڻ ڪونہ ڏينديون.

منهنجو خيال آهي تہ سمورن پاڪستانين جي لاءِ بهترين تعليم واري خواهش جي پورائيءَ لاءِ جيڪي تمام تڪڙيون ضرورتون آهن. انهن مان سڀ کان اهم آهي هڪ تمام اعليٰ پائي جي "لئنگئيج پاليسي"! هڪڙو انصاف وارو ۽ تعليم جو ترقي پسند نظام قائم ڪرڻ جي ذميواري پوري ڪرڻ لاءِ اسان گهٽ ۾ گهٽ اهو ضرور ڪريون جو ان ۾ پاڪستان جي ٻارن جي گهر جي ٻوليءَ کي صحيح ۽ مناسب جاءِ ملي.

زبيده پنهنجي ڪتاب جي هن ڇاپي ۾ بہ نوان باب شامل ڪيا آهن: "ٻولي ۽ سماج" انهن مان هڪ آهي. انهيءَ ۾ هن انگن اکرن (data) سان پڌرو ڪيو آهي تہ سنڌ جي ٻهراڙين ۾ رهندڙ ماڻهن جو 90 سيڪڙو ٻارن جي لاءِ تعليم جي ذريعي طور پنهنجي گهر جي ٻولي چاهي ٿو. هيءَ ڪتاب اطلاقي لسانيات (Applied linguistics) جي وڌندڙ ميدان ۾ هڪ قابل قدر اضافو آهي، ۽ پاڪستان جي سرڪاري تعليمي نظام جي، غير فعال دائري ۾ اهو ضروري ۽ وقتائتو آهي.

اڄ 7 جولاءِ 2013ع تي سنڌي ٻوليءَ واري اختلافي بل پاس ٿيڻ جي 41 هين ورسي آهي، سو اڄو تہ زبيده سان گڏجي پاڻ پنهنجي گڏيل ثقافتي ۽ لساني ورثي جي ٻيهر ڇنڊڇاڻ ڪريون. اچو تہ تعليم جي ذريعي جي ڏس ۾ نسلي ۽ قومپرستيءَ جي سوال کي دور ڪريون ۽ زبيده مصطفيٰ جي ڏنل انهيءَ تز حوالي کي پڙهون، جيڪو هن لارا اين پيٽيٽو (Laura Ann Petitto) جي تحقيق مان ڏنو آهي (ڏسو باب-5، ٻہ-ٻوليائي هئڻ جا اسرار (Mysteries of Bilingualism) ۽ ان ۾ سحرانگيز جملي کي ملهايون تہ: '(بنهہ ننڍڙن ٻارن ۾)، صوتين جا بدليل آواز جهٽڻ لاءِ موجود گنجائش ختم ڪانہ ٿيندي آهي.'

غزالا رحمان رفيق
ڊائريڪٽر - سنڌ اپياس اڪيڊمي، زيسٽ

جولاءِ 2013ع

## ٻيهرئين ڇاپي جو مهاڳ

ٻوليءَ جو جبر صرف تعليم تائين محدود ڪونهي. اهو تہ پاڪستاني زندگيءَ جي هر پهلوءَ جي مٿان حاوي آهي، خاص ڪري اردوءَ جا ٽي. وي ٽاڪ شو جيڪي گهٽ۾ گهٽ ڪيترن ئي گهرن ۾ شام جو ڪتنب لاءِ مخصوص وقت وارين ٽا. ان ۾ رڳو ٻچان ڏيندڙ اُرلش (Urlish) يا اردو ۽ انگريزيءَ جي گاڏڙ ٻولي ٻڌڻي نٿي پوي جنهن جي ڪا ڪُلتي ڪجي، بلڪ گهڻو ڪري حصو وٺندڙ ماڻهن جي غير منطقي ۽ ڪهرن بيانن ۽ جوشيلن جذبن کي وري نديڙن ذهنن ۽ وڏن واتن وارن تنگ نظر دقيانوسي ميزبانن/اينڪرپرسن جي طرفان پڙڪايو ويندو آهي. ۽ منهنجو خيال آهي تہ ان لاءِ ذميدار اسان جو تعليمي نظام آهي، جيڪو ماڻهن ۾ تنقيدي سوچ پيدا ئي نٿو ڪري ۽ نہ ڪا تخليقيت ٿو پيدا ڪري، جيڪا هلندڙ بحث سان هم آهنگ هجي ۽ اهڙي معلوماتي گفتگوءَ جي لاءِ احترام پيدا ڪري، انهيءَ لاءِ ڪجهه بهتر ابلاغي صلاحيت جي ضرورت هوندي آهي. هاڻي اسان گذريل سٺ سالن جي غفلت سبب اهڙي خراب حالت تي پهتل آهيون، جنهن جو سبب نہ صرف ڪا معقول 'لئنگئيج پاليسي' نہ هئڻ آهي، پر روشن خيال تعليم کان غفلت پڻ آهي.

هاڻي آءٌ ڪنهن نتيجي تي پهچڻ کان اڳ پاڪستان ۾ تعليمي تبديلي آڻڻ لاءِ ضروري خيالن جو هڪ اهم ۽ ضروري حصو بيان ڪرڻ چاهيندس. انهن کي هن ڪتاب ۾ پيش ڪيل خيالن جو ئي هڪ ضميمو سمجهڻ گهرجي. انهن جي ڪاميابي ٻوليءَ جي باري ۾ اسان جي ڪيل چونڊ تي دارومدار رکي ٿي. پاڪستان ۾ ٻوليءَ جي منجهيل معاملي جو احساس مون کي ڪيترائي سال ملڪ کان ٻاهر رهي ڊگري وٺي واپس اچڻ کان پوءِ ان وقت ٿيو جڏهن ستر جي ڏهاڪي ۾ مون سنڌ يونيورسٽي ڄام شوري ۾ اچي استاد طور چارج ورتي. اهو اهڙو وقت هو جنهن ۾ مون کي ڏسڻو پيو تہ پنهنجي ماضيءَ ۾ ورتل تعليم مان ڪهڙو حصو توري تڪي، پاڪستان جي مخصوص حالتن ۾ شاگردن کي پڙهايان. يونيورسٽيءَ طرفان تمام غيردلچسپ نموني تيار ٿيل فزڪس ۽ ميٿميٽڪس جا ڪتاب استعمال ٿي رهيا هئا ۽ اهي بہ اهڙي انگريزيءَ ۾ جيڪا ٻاهرين ڪتابن جي متن مان غلط نموني سان ٽوڙي مروڙي لکيل جملن ۾ هئي. يونيورسٽي ٽوڙي منهنجو ڊپارٽمينٽ مون مان اها اميد رکيو ويٺا هئا تہ هڪڙي غير حقيقي نصاب کي

نہ صرف مڪمل ڪريان، پر اھو پڙھايان بہ انگريزيءَ ۾ سو بہ ھڪ اھڙي شاگردن جي گروھہ کي جيڪي ڳوٺن ۽ ننڍڙن شھرن کان آيل ھئا. جتي انگريزيءَ ۾ امتحان پاس ڪرڻ جو ھڪ ئي طريقو رائج ھو سوال ۽ جواب رٽي ياد ڪري لکڻ وارو جيڪي سوال پڻ گھٽو ڪري امتحان کان اڳ ئي 'آئوٽ' ٿي کين معلوم ٿي ويندا ھئا. آءٌ اڄ ٽيھن سالن کان پوءِ بہ اھو چئي سگھان ٿو تہ سنڌ ۾ صورتحال ۾ ڪابہ بھتري ڪانہ آئي آھي ۽ ھاڻي اسلام آباد جي جنھن يونيورسٽيءَ ۾ آءٌ پڙھائي رھيو آھيان، اتي شھري شاگردن جي وڏي انگ جي ۽ استادن جي انگريزيءَ ۾ مھارت بہ ڪا خاص بھتر ڪانھي.

جنھن وقت آءٌ گريجوئيٽ ٿيو ھوس ان وقت مون کي احساس ٿيو ھو تہ مون پنجاھہ ۽ سٺ جي ڏھاڪن ۾ ڪراچيءَ ۾ ھڪ سنڌي ٻار جي حيثيت ۾ ڇا وڃايو ھو. اتي جي سموري ماحول تي اردو حاوي ھئي. مون جن ٻن انگريزي ميڊيم اسڪولن ۾ پڙھيو اتي سنڌي ڪانہ پڙھائي ويندي ھئي، البت اردو موجود ھئي. جيڪڏھن منھنجو والد مون تي سنڌي ڳالھائڻ لاءِ زور نہ ڀري ھا تہ شايد آءٌ پنھنجي مادري ٻولي نہ ڳالھائي سگھان ھا (منھنجي ماءُ ھئي تہ سنڌي پر اھا عليگڙھہ جي گريجوئيٽ ھئڻ جي ڪري منھنجي اردو ڳالھائڻ ۾ بہ خوش ھئي. مون بابا جي وفات کان پوءِ ھن سان سنڌي ڳالھائڻ شروع ڪئي.) ان ڪانسواءِ ھڪڙو خاص ٽيوٽر مون کي سنڌي ۽ عربي گھر تي پڙھائڻ ايندو ھو جيڪي ٻئي ٻوليون صرف ان ڪري پڙھڻ ڪونہ چاھيندو ھوس، جو اھي منھنجي راند واري وقت جي ولار ڪنديون ھيون ۽ ان زماني ۾ ڪرڪيٽ جو شوق وڏيڪ ھوندو ھو ۽ ھاڻي ماضيءَ ۾ جھاتي پائي ڏسان ٿو تہ ان زماني ۾ ٻوليون لکڻ ۽ پڙھڻ جي سکيا جو نہ ڪو علمي فائدو نظر ٿي آيو ۽ نہ ئي معاشي فائدو ھو. ايتريقدر جو سنڌيءَ جي حوالي سان ان جي ثقافتي اھميت بہ منھنجي ڪچي ذھن ۾ نہ ٿي ويٺي.

افسوس تہ 1947 ۾ قائم ٿيندڙ نئين ملڪ کي ٺاھيندڙ خطن جي مختلف ثقافتن کي ھمٿائڻ جو خيال بہ ملڪ اڏيندڙن کي ڪونہ آيو. اوير پاڪستان (ٻ ٻين خِطن ۾) ھڪ مصنوعي وحدت قائم ڪرڻ لاءِ اردوء کي انھن مٿان مڙھڻ، بنگالين ۾ ھڪ قسم جي بيزاري ۽ نا اميدي جو اھم سبب بڻيو جنھن جي نتيجي ۾ 1971 ۾ ملڪ بہ اڌ ٿي ويو. انھيءَ ساڳئي عرصي ۾ سنڌ ۾ لساني فساد ٿيا ۽ ان وقت جيڪي قدم کڻڻ تي رضا، ندي ڏيکاري وئي ھئي

انهن تي اجا تائين عمل ڪونہ ڪيو ويو آهي. هن ڪتاب جي سڀ ڪان سگهاري ڳالهہ اها آهي تہ هن ۾ تعليم ۾ ٻوليءَ واري معاملي کي تاريخي حوالي سان انگريزن جي دور کان موجوده دور تائين شامل ڪيو ويو آهي، جنهن ۾ ماريا مانٽيسوريءَ جي بصيرت ۽ لارا-اين پيٽيٽو ۽ ٻين لساني ماهرن جي نتيجن کي پڻ آندو ويو آهي.

هيءَ ڪتاب ۾ تازو برٽش ڪائونسل طرفان ڇپيل هئِول ڪولمئن (Hywel Coleman) جي (Teaching and Learning in Pakistan: The Role of Language in Education) (پاڪستان ۾ سکڻ ۽ سيکارڻ: تعليم ۾ ٻوليءَ جو ڪردار) جي عنوان واري رپورٽ پڙهڻ سان 1904 ۾ انگريز سرڪار وارو اهو دستاويز ياد ٿو اچي، جنهن ۾ پرائمري اسڪولن ۾ ديسي (Vernacular) ٻولين جي استعمال بابت سفارش ڪئي وئي هئي. انگريزيءَ کي سيڪنڊري واري مرحلي تي متعارف ڪرائڻو هو. موجوده تحقيق نندڙن ٻارن کي سندن مادري ٻوليءَ يا 'ماحول واري ٻوليءَ' ۾ پڙهائڻ تي خاص زور ڏئي ٿي، جيئن ليکڪا پاڻ بہ تجويز ڪيو آهي. ان ڪري هن معاملي ۾ عام سهمتي آهي. پنجاب سرڪار البت پنهنجي لامحدود ڏاهپ جي بنياد تي پرائمري سطح تي انگريزيءَ کي متعارف ڪرايو آهي! اميد ٿي ڪجي تہ هي ڪتاب سندن اها غلطي سڌارڻ ۾ مدد ڪندو. اڃو تہ هاڻي پرائمريءَ کان پوءِ واري سطح ڏانهن وڌون، جتي 151 صفحي تي ٽن ماهرن جي ڏنل راين واري جدول ۾ ڪجهہ اختلاف آهي. اميد تہ هي ڪتاب پڙهندڙ ڏنل خيالن تي بحث مباحثو ڪري انهن کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪندا. آءٌ هاڻي ان پهلوءَ تي ايندس، جنهن تي هي ماهر متفق آهن. يعني يارهين ۽ ٻارهين ڪلاس ۾ ان کان اڳتي پڙهائڻ جو ذريعو انگريزي هجي (زبيده مصطفيٰ متبادل طور اردوءَ جي معاملي ۾ لچڪ رکي ٿي) پر اهي انهيءَ مرحلي تي هڪ مضمون طور ڪابہ ٻولي پڙهائڻ جي معاملي ۾ خاموش آهن. چيني ٻوليءَ جي وڌندڙ اهميت کي ڏسندي اها هڪ بين الاقوامي ٻوليءَ طور پڙهائڻ لاءِ مناسب رهندي جيڪا انٽرميڊيئيٽ ۽ ان کان اڳتي پڙهائڻ لاءِ چيني ڳالهائيندڙ استادن ذريعي پڙهائي وڃي جيڪي چين مان گهرائي سگهجن ٿا. بالغن جي تعليم ۽ ان جي گهرجن ۽ رڪاوٽن بابت هن ڪتاب ۾ غور ڪونہ ڪيو ويو آهي، جن جو ذڪر اڳيان ايندو.

آءٌ ڪراچيءَ جي ٻن وڏن شاهوڪارن جي اسڪولن ۾ حاصل ڪيل امتيازي تعليم کي سامهون رکي چئي سگهان ٿو تہ منهنجن استادن مان تقريباً ڪنهن بہ استاد تنقيدي سوچ کي اپارڻ لاءِ همت افزائي ڪانہ ڪئي. آءٌ پارٽ آرٽ جي ڪلاس ۾ ڏاڍي شوق سان ويندو هوس. باقي استادن طرفان ڪنهن بہ شاگرد کي تخليقي بنائڻ لاءِ ڪوبہ زور ڪونہ ڀريو ويندو هو ۽ سندن رهنمائي بہ اتساهيندڙ ڪانہ هوندي هئي. ايتريقدر جو ڪئمبرج امتحاني سرشتو جيتوڻيڪ مقامي ميٽرڪ کان ڪجھ مڙئي بهتر هو پر اهو بہ ڏکيا ڪتاب استعمال ڪرائيندو هو (امريڪي ۽ برٽش شاگردن جي ڀيٽ ۾) ۽ گهٽو ڪري مسئلن جي حل (Problem-solving) تي انحصار رکندو هو پر ان لاءِ بہ استادن طرفان يا ڪتابن مان ڪا مدد ڪانہ ملندي هئي. ظاهر آهي تہ ڀين اسڪولن جا شاگرد اڃا بہ مشڪل ۾ هئا. ۽ شاگردن جي وڏي اڪثريت جيڪا ڀهراڙين ۾ رهندي هئي، گهڻو ڪري رٽي جي ذريعي ڪم هلائيندي هئي، جنهن ۾ ڪڏهن ڪڏهن اگواٽ آئوٽ ڪيل پيپر بہ مدد ڪندا هئا ۽ ائين اهي يونيورسٽيءَ تائين پهچندا هئا. اڄ بہ صورتحال تقريباً ساڳي آهي، اهو آءٌ تن وڏن اسڪولن جي نظام واري تجربي جي بنياد تي چوان ٿو جن مان بہ تہ ڪاروبار طور هلايا ٿا وڃن ۽ ٿيون وري هڪ اڳئين اسڪول جي پيداوار آهي. انهن اسڪولن جي سلسلي جو نصاب (جنهن ۾ ڪئمبرج بورڊ بہ شامل آهي) هڪ حد تائين ذميوار آهي، جنهن ۾ بنيادي طور وڏي رڪاوٽ اسٽاف (استاد) ۽ شاگردن کي حاصل علمي مواد جي گهٽ معيار کي چئجي ٿو. هڪ طرف استادن جي تربيت سان گڏ سٺن ڪتابن جي پيداوار جي همت افزائي ڪرڻ ضروري آهي تہ ٻئي طرف اهو سمورو عمل مهانگو ۽ وقت طلب بہ آهي. هن نظام ۾ موجود سمورن استادن کي تخليقي يا نواڻ پسند ماحول ۾ اسرڻ جو موقعو ڪونہ مليو آهي، ۽ سندن پيشي ۾ ڪاميابيءَ جو ڪارڻ صرف اهو آهي تہ اهي قاعدن جي سختيءَ سان پوئواري ڪن ٿا ۽ معلومات کي رٽي ٿا ڇڏين. انهيءَ نقصان جو پورائو ڪرڻ لاءِ سٺن ڄاڻو ماسٽر ٽرينرس کان سندن تربيت ڪرائڻ ضروري آهي، پر ايترن سالن جي چڙهيل ڪٽ لاهڻ بہ ڏاڍو ڏکيو آهي- تہ پوءِ آخر اڳيان ڪيئن وڃجي؟

هاڻي گهڻن سالن کان ملٽي ميڊيا واري تعليمي مواد جون سي ڊيون ۽ انٽرنيٽ ذريعي تمام سستو متبادل مواد مهيا ڪيو ويو آهي، جيڪو انهيءَ تعليمي نظام جي جمود کي ٽوڙي سگهي ٿو جنهن تن نسلن جي شاگردن کي لاڳيتو متاثر ڪيو آهي.

اها تبديلي قومي سطح تي آڻڻ جي ضرورت آهي، جنهن ۾ گهٽ خوشقسمت ڳوٺاڻي ۽ شهري عوام کي ترجيح ڏجي، جيڪي آباديءَ جي وڏي حصي تي مشتمل آهن. ائين ڪرڻ لاءِ سڀني اسڪولن ۾ تکڙي انٽرنيٽ جي نيٽ ورڪ ۽ ملٽي ميڊيا جي صلاحيت وارن سستن ڪمپيوٽرن جي ضرورت پوندي. انٽرنيٽ تي اسان جي ٻولين ۾ ڪورس تعليمي مواد ميسر ڪونهي، ان ڪري انهيءَ ساڳئي انٽرنيٽ ذريعي انگريزي ٻوليءَ ۾ مهارت حاصل ڪئي وڃي، جيڪا اڄ جي عالمي ٻولي آهي ۽ گڏوگڏ انهي ساڳئي چاڻ جي وسيلي کي استعمال ڪندي موجوده استادن ۽ شاگردن کي سٺي تعليمي مواد ۽ تربيتي ماهرن جي ڪوٺ کي پورو ڪرڻ جي اجازت ڏجي. انٽرنيٽ تي تمام بهترين تعليمي وڊيو ۽ مواد موجود آهي، جيڪو گهڻو ڪري مفت آهي. انهن کي استعمال ڪرڻ کان پوءِ مقامي استاد سکيا ۾ متحرڪ ٿي سگهن ٿا ۽ پوءِ وري پنهنجن شاگردن جا مددگار ۽ رهنما ٿي سگهن ٿا ۽ اهي پاڻ بہ ويب تي مقامي ٻولين ۾ تعليمي مواد تيار ڪري رکي سگهن ٿا.

انٽرنيٽ جي اهڙي نظام قائم ڪرڻ لاءِ وسيع ۽ وڏي سيٽ‍اپ ڪرڻ سان اسان جا اسڪول، ڪاليج ۽ يونيورسٽيون انهيءَ سماج جي ماڻهن لاءِ کلي سگهن ٿيون، جنهن ۾ اهي موجود آهن ۽ خاص ڪري بالغن ۽ لاڳيتو سکڻ وارن ماڻهن کي فائدو ملندو.

اهڙا اڻ پڙهيل مائٽ جيڪي پنهنجن ٻارن کي صرف ان ڪري پڙهائيندا آهن تہ جيئن انهن کي ڪا چڱي نوڪري ملي سگهي، ان طريقي سان پائلو فريئر (جنهن جو ڪتاب Pedagogy of the Oppressed (علم تدريس مظلومن لاءِ) 1968 مشهور آهي) ۽ ايوان الچ (جنهن جو ڪتاب Deschooling Society 1971 آهي) جي ڏنل اهم خيالن موجب پنهنجو پاڻ بہ پڙهي سگهندا.هتي الچ (Illich) طرفان فريئر (Freire) جي بالغن جي تعليم واري طريقي جي سمجهاڻي ڏجي ٿي:

"(فريئر) کوجنا ذريعي معلوم ڪيو تہ بالغ ماڻهو ان وقت صرف چاليهن ڪلاڪن ۾ پڙهڻ سکي سگهي ٿو. جيڪڏهن هن کي بڌايل پهرين لفظن کي ڪا سياسي معنيٰ ڏجي تہ اهو ممڪن آهي. فريئر پنهنجن استادن کي سيکاري ٿو تہ هو ڪنهن ڳوٺ ۾ وڃي اهڙا لفظ ڳولي هٿ ڪن، جيڪي ماڻهن جي موجوده اهم مسئلن بابت هجن. مثلاً ڪنهن کوهہ تائين پهچ يا ڪنهن سرپرست کان ورتل قرض تي وياج مٿان وياج (compound interest)

وغيره. شام جو ڳوٺاڻا انهن بنيادي لفظن تي بحث ڪرڻ لاءِ گڏ ٿيندا. انهن کي احساس ٿيندو تہ لفظن جو آواز غائب ٿي وڃڻ کان پوءِ بہ اهي ڪاري بورڊ تي ظاهر بيٺا آهن... انهن بحث ڪرڻ وارن ۾ سماجي شعور وڌي ٿو... ۽ اِهي انهن بابت سياسي عمل ڪرڻ لاءِ مجبور ٿي انهن کي پڙهڻ سکن ٿا. انهن لفظن کي لکڻ مهل کين لڳي ٿو تہ هو هاڻي حقيقت کي هٿ ڪري چڪا آهن... فريئر تعليمدانن جي طرفان منظور ٿيل ڪي اڳ چونڊيل لفظ ڪٽي انهن بابت سکيا ڏيڻ کان انڪار ڪري ٿو بلڪ هو انهن بحث ڪرڻ وارن جي طرفان ڪلاس ۾ آندل لفظن کي قبول ڪري ٿو."

هتي هي ڏکهو حوالو بالغن جي تعليم جي فلسفي ۽ طريقيڪار جو تت آهي. اهو سڀ ڪجهہ ظاهر آهي تہ ديسي ٻوليءَ ۾ ڪيو ويندو ۽ ان لاءِ انٽرنيٽ جي گهرج ڪانهي. اهڙيءَ سمجهڻ (comprehension) واري صلاحيت حاصل ڪرڻ کان پوءِ اهو بالغ ماڻهو ۽ مائٽ پاڻ بہ انٽرنيٽ استعمال ڪرڻ چاهيندو تہ پنهنجي اولاد کي بہ اهڙو برجستو طريقو استعمال ڪرڻ لاءِ همٿائيندو.

هڪڙو اهڙو تعليمي نظام جيڪو ڪلاس روم ۾ ڄاڻ جو ۽ ان مان حاصل ٿيل سکيا جي نتيجن جو سرچشمو استاد کي سمجهي، ۽ پوءِ وري انهيءَ کان آجو ٿي وڃي تہ اها وڏي ڳالهہ هوندي. پوءِ تہ شاگرد تنگ نظر تعليمي ڪامورن جي طرفان تجويز ڪيل نصابي ڪتابن تائين محدود ڪونہ رهندا. (جهڙا ڪريڪيولم ونگز ۽ ٽيڪسٽ بڪ بورڊن ۾ ويٺا آهن). دنيا جي ڄاڻ سنڌن ميز تي رکيل ڪمپيوٽرن (Desktops) ذريعي ميسر هوندي. ڄاڻ جا اهي رستا کلڻ کان پوءِ اهو نظام چاهيندو تہ هر هڪ ماڻهو اهڙي ڄاڻ جو تخليق ڪار بڻجي. اهي ملٽي ميڊيا تي تيار ڪيل پنهنجا مواد ۽ متن پنهنجي استادن ۽ دوستن جي تجزيي لاءِ، بلاگ ۽ ويب سائٽون جوڙي رکندا ۽ ڪانئن انهن جي پرک ۽ جائزي جا نتيجا معلوم ڪرڻ چاهيندا. اهڙيءَ ريت معلومات حاصل ڪرڻ ۽ تيار ڪرڻ ملڪ جو هڪ جمهوري عمل بنجي ويندو جنهن سان تعليمي ڪيتر مڪمل طرح تبديل ٿي ويندو ۽ جلد ئي سڄي سماج ۾ فرق اچي ويندو.

رياست انهيءَ کيتر ۾ تمام وڏو ڪردار ادا ڪري سگهي ٿي، پر تڏهن جڏهن اها انهيءَ ڳالهہ جو فيصلو ڪري تہ هر قسم جي ميڊيا، ٽيليوزن، ريڊيو سرڪاري غيرسرڪاري چينل روزانو ڇهہ ڪلاڪ تعليمي پروگرامن لاءِ

وقف ڪندا. ان ميدان ۾ مقابلي ۾ ذات ۾ ڏانءَ وارن ماڻهن جي شامل ٿيڻ سان جلد ئي انهن جي پروگرامنگ تمام بهتر ٿي ويندي، جيڪا انهن ۾ سرڪاري ڏور-سکيائي (distant-learning) يونيورسٽين جي طرفان تيار ڪيل بي جان مواد کان گوءِ کٽي ويندي.

اسان جي سياسي ليڊرشپ ۾ علم سان دلچسپيءَ جي اٿهوند جي ڪري جيڪڏهن اهڙا پروگرام انهن تي ڇڏيا ويا ته پوءِ اهو ڪم ناممڪن ٿي پوندو. ان ڪري بدقسمتيءَ سان اسان کي غير ملڪي امداد ڏيندڙن، خاص ڪري امريڪي حڪومت جي طرفان پنهنجن مفادن تي ٻڌل امداد تي ڀاڙڻو پوندو جيڪا هن وقت وڏي ۾ وڏي امداد ڏيندڙ غير ملڪي حڪومت آهي.

اها هن وقت پاڪستان ۾ تباهيءَ جا هٿيار پهچائڻ جي مجرم آهي جنهن سان نه ڪا سندن سلامتي ۽ نه ئي اسان جي سلامتيءَ جي ضمانت ٿي سگهي ٿي. سواءِ انهن جي جن کي 80 ملين ڊالرن جي F-16 جهازن مان ڪو سڌو فائدو ملندو هجي، ڪوبه هوشمند ماڻهو انهن کي حاصل ڪرڻ کي جائز قرار نه ٿو ڏئي سگهي. هن وقت به اهڙن 35 جهازن جو آرڊر ڏنو ويو آهي، جن جو ملهه ڪي ٽي بلين ڊالر ٿيندو. انهيءَ جو صرف هڪڙو ننڍڙو حصو تجويز ڪيل رٿا کي ڪاميابيءَ سان همڪنار ڪري سگهي ٿو. اهو امريڪا جي ڊگهي مدت واري مفاد ۾ آهي ۽ پاڪستان جي فوري مفاد ۾!

اهي خيال هن ڪتاب پڙهڻ سان ذهن ۾ پيدا ٿيا آهن. انهن توڙي مصنف طرفان ڏنل اهڙن ٻين خيالن کي وڏ ۾ وڏ پڙهندڙن تائين پهچائڻ ۽ انهن تي بحث مباحثا ڪرڻ گهرجن. ان کان وڌيڪ ٻي ڪابه ڳالهه بهتر ڪانه ٿيندي ته ڪو روشن خيال ٽيليوزن چئنل ان معاملي کي کڻي ۽ ان جي حامين ۽ مخالفن وچ ۾ بحث شروع ڪرائي، جنهن ۾ قومي ۽ بين الاقوامي ماهر حصو وٺن، جيڪي تعليم ۾ ٻوليءَ واري معاملي تي بحث ڪن ۽ گڏوگڏ انهيءَ مان لاڀ پرائيندڙن کان ان بابت رايا به گهرائين. ائين پوءِ لفظن مان عمل ڏانهن وڃڻ ممڪن ٿي سگهندو.

جنوري 2011ع
اسلام آباد

عيسيٰ دائود پوٽو
تعليمدان

## سڌاريل ۽ وڌايل ڇاپي جو پيش لفظ

مون هيءُ ڪتاب ٽي سال اڳ لکيو هو ڇو تہ مون جيڪا تعليمي پاليسيءَ ۾ بنيادي غلطي ڏٺي هئي، ان کي ڪاغذ تي لاهڻ جي ضرورت محسوس ڪئي هئم. 1975 کان 'ڊان' ۾ ڇپجندڙ پنهنجي مضمونن ۾ مون اڪثر تعليم ۾ ٻوليءَ واري پهلوءَ کي بہ ڇهيو هو. پر اخبارن ۾ لکڻ جون پنهنجون حدون هونديون آهن. جن مان پهرين مجبوري تہ جاءِ جي ڪمي هوندي آهي ۽ ٻي پڙهندڙن جو ذوق، جن مان گهڻا صبح ساڻ ٻوليءَ بابت ڪو ڳوڙهو بحث ڪرڻ چاهيندا آهن. ان ڪري مون هي ڪتاب لکڻ جو سوچيو.

آءٌ اهڙي ڪا دعوي نہ ٿي ڪريان تہ هن ڪتاب ڪو وڏو اثر ڪيو هوندو پر ماڻهن يقيناً ان معاملي ۾ دلچسپي وٺڻ شروع ڪئي آهي. اڄڪلهہ اردو يا 'اُرلش' گهڻو ڪري ٻڌڻ ۾ اچي ٿي. اهو عام طور سمجهيو وڃي ٿو تہ جيڪڏهن ماڻهن تائين ڪو پيغام پهچائڻو آهي تہ اهو اهڙي ٻوليءَ ۾ هئڻ گهرجي جيڪا اهي سمجهن بہ تہ ان ۾ رابطو بہ رکي سگهن. گهٽ ۾ گهٽ هاڻي ڪراچيءَ ۾ ٿيندڙ دانشورن جي گڏجاڻين ۾ ڳالهائڻ وارا اردوءَ ۾ گفتگو ڪندڙن جي موجودگيءَ تي شرمنده ڪونہ ٿا ٿين. انگريزي ٻولي جيڪا علمي حلقن جي ٻولي رهي آهي، ان کي هاڻي اهو مقدس درجو حاصل ڪونهي جيڪو اڳي هو جو ماڻهو پاڻ کي ذهني طرح برتر ثابت ڪرڻ لاءِ اها استعمال ڪرڻ ضروري سمجهندا هئا. آءٌ پنهنجو پيغام اڳتي ڪٺي وجڻ لاءِ پنهنجي جنون سان سلهاڙجي ويس. اهو منهنجي لاءِ هڪ قسم جو تحرڪ بنجي ويو ۽ مون سرگرميءَ سان پنهنجي پڙهندڙن کي اهو سڀ ٻڌائڻ شروع ڪيو جيڪو ڪجهہ انهن گهڻن ماهرن سمجهيو ٿي جن کي مون پڙهيو هو يا جن سان مون پنهنجي تحقيق دوران ڳالهايو هو.

جن ٻن ماڻهن منهنجي خدشن کي سمجهيو انهن مان هڪ امينہ سيد هئي، جيڪا اوڪسفورڊ يونيورسٽي پريس جي مئنيجنگ ڊائريڪٽر آهي ۽ ٻي بيلا رضا جميل، جيڪا تعليم جي ميدان ۾ ڪم ڪندڙ لاهور جي هڪ اين. جي. او (غير سرڪاري تنظيم) "اداره تعليم و آگاهي" جي

پروگرام ڊائريڪٽر آهي. اهي ٻئي اهڙي حيثيت ۾ هيون، جيڪي "تعليم جو ذريعو" بابت منهنجن خدشن کي عام ڪري ٿي سگهيون.

اهو ئي وقت آهي جو جڏهن ملڪ ۾ 'لٽريچر فيسٽيولن' جو زور وڌيو. سڀ کان پهرين 2010ع ۾ ڪراچي لٽريچر فيسٽيول (KLF) ٿيو هو جيڪو امينہ سيد جي سوچ جو نتيجو هو ۽ اهو ڪراچيءَ جي ثقافتي زندگيءَ جي ساليانی سجاڳپ بنجي ويو ان کان پوءِ 2011ع ۾ ٻارن جو ادبي ميلو (CLF) لڳو جيڪو امينہ ۽ بيلا وارن گڏجي ڪيو هو. ان کان پوءِ اهو ڪيترائي ڀيرا لڳي چڪو آهي. استادن جو پهريون ميلو (Teachers Literature Festival) پهريون ڀيرو 2014ع ۾ لڳو هو جنهن ۾ "استادن جا آواز" نالي نشست ۾ تعليم ۾ ٻوليءَ بابت گفتگو ٿي هئي. هنن تقريبُن کي پاڪستان ۾ تعليم بابت ڳالهائڻ جا مضبوط وسيلا بنجڻ جو موقعو مليو. مون کي ۽ مون وانگر ساڳيا خدشا رکندڙن کي هنن ميلن تعليم ۾ ٻوليءَ واري معاملي تي بحث ڪرڻ جو موقعو ڏنو. بيلا مون کي تعليم جي ڏس ۾ سندس ڪيترين ڪوششن ۾ شامل ڪيو جن مان سڀ کان اهم "اسر" (Annual Status of Education Report (ASER) وارو پراجيڪٽ هو. منهنجي هن ئي ڪتاب جي پهرئين ڇاپي کي پنجابيءَ ۾ ترجمو ڪرايو هو.

ان جو نتيجو اهو نڪتو جو منهنجي ٻوليءَ ۾ دلچسپي قائم رهي. اها ان ساڳئي وقت جي ڳالهہ آهي جڏهن انساني دماغ جي باري ۾ عالمي ميڊيڪل ريسرچ ۾ هڪ نئون مرحلو آيو هو جيڪو انساني علم بدن جي حوالي سان ڊگهي عرصي تائين تمام گهٽ تحقيق هيٺ آيو هو. هن نئين ٽيڪنالاجيءَ محققن کي ڪيترائي نوان ڏس ڏنا ۽ ٻوليءَ واري معاملي بابت ڪيترو ئي نئون مواد ڇپجڻ شروع ٿيو.

جڏهن امينہ مون کي تجويز ڏني تہ هڪبئي سڌاريل ۽ وڌايل ايڊيشن تي ڪم ڪريان تہ آءٌ يڪدم راضي ٿي ويس، ڇو تہ مون محسوس ڪيو تہ هاڻي مون وٽ ڀيو بہ ڪيترو اهڙو نئون مواد موجود آهي، جنهن تي تحقيق ڪري لکي سگهان ٿي. هن ڪتاب کي وقتائتو ڪرڻ ۽ وڌائڻ لاءِ مون انهن ڳالهين کي سامهون رکيو جيڪي پهرئين ايڊيشن جي ڇپجڻ کان پوءِ

منهنجي مطالعي هيٺ آيون هيون. ان ڪري ٻه نوان باب شامل ڪيا ويا آهن. پهريون باب ان امتحان تي مشتمل آهي، جيڪو مون ڪراچيءَ جي چئن اسڪولن ۾ ورتو هو. ٻيو ٻئي ۾ سماج ۽ روزگار جي معاملي ۾ ٻوليءَ جي ڪردار بابت آهي. برٽش ڪائونسل جي ٻن رپورٽن به اهي لکڻ ۾ منهنجي مدد ڪئي، جن مان هڪ ۾ هئول ڪولمئن جي 2010ع ۾ لکيل رپورٽ جي معلومات هئي ته ٻي وري پاڪستان سميت پنجن افريقي – ايشيائي ملڪن ۾ يوورومانيٽر (Euromonitor) پاران ڪرايل سروي تي ٻڌل رپورٽ هئي، جنهن ۾ انگريزي ٻوليءَ جي فائدن جو جائزو ورتل هو. انهن ان ڏس ۾ لکڻ ۾ منهنجي وڏي مدد ڪئي. هڪڙو ٻيو معلومات جو ذريعو جيڪو مون کي هٿ لڳو سو هو ڊاڪٽر محمد علي خان جي پي. ايڇ. ڊيءَ واري ٿيسز جنهن ۾ هن پاڪستان جي چئن اسڪولن ۾ ٻوليءَ جي استعمال بابت تحقيق ڪئي آهي. سڀ کان تازي رپورٽ وري پنجاب جي اسڪولن ۾ انگريزيءَ جي استعمال بابت عباس رشِد جي آهي، جيڪو SAHE (Society for the Advancement of Education) سان تعلق رکي ٿو.

سڀ کان دلچسپ ته آهي نوم چومسڪيءَ جي نقطہ نظر ۾ تبديلي، جيڪو هڪ امريڪي لسانيات جو ماهر آهي، جنهن جي بين الاقوامي مشهوريءَ جو سبب ٿي آهي امريڪا جي اسٽيبلشمينٽ جي طريقي ڪار ۽ پاليسين کي چئلينج ڪرڻ لاءِ سندس همت. ڊيوڊ برسميئن (David Barsamian) سان ٿيل سندس گفتگوءَ تي مشتمل هڪ نئين ڪتاب ۾ هن پنهنجي "يڪسان گرامر" (Universal Grammar) واري نظريي کي اهو چئي واپس ورتي ڇڏيو آهي ته ان کي غلط سمجهيو ويو آهي. گهٽي وضاحت ڪرڻ بجاءِ هو پنهنجو موقف ڪيترا ڍاڪا اڳ ۾ ماريا مانٽيسوريءَ جي ڏنل نظريي جي ويجهو ڪٽي آيو آهي.

تنهن هوندي به ماريا مانٽيسوريءَ جي فلاسافيءَ تي آڌار رکندڙ منهنجا نتيجا تبديل ڪونه ٿيا آهن ته:

"هڪ ننڍڙي ٻار کي پرائمري ڪلاسن ۾ سندس گهر جي ٻوليءَ يا ماحول جي ان ٻوليءَ ۾ پڙهائڻ گهرجي جيڪا هو سمجهي سگهي. "

زبيده

## ٻيهر ڇپائيءَ جو پيش لفظ

هن ڪتاب جو ٻج منهنجي ذهن ۾ گهڻا سال اڳ پئجي چڪو هو ان جو ذميدار شخص هو احمد علي خان صاحب. جنهن مون کي صحافت سان متعارف ڪرايو ۽ ان جون نزاڪتون سمجهايون. پر هن صرف انهيءَ پيشي جا گُر نه بلڪ ماڻهن جي مسئلن جي اهميت ڏانهن ڌيان ڏيڻ به سيکاريو. اهو ڊان اخبار ۾ منهنجي لاءِ پهريون ايڊيٽر ۽ سرپرست هو جنهن مون کي تجويز ڏني ته مون کي پاڪستان جي سوشل سيڪٽر (سماجي شعبي) بابت پڙهڻ گهرجي ته جيئن آءٌ تعليم ۽ صحت جي باري ۾ ايڊيٽوريل لکي سگهان. مون ان تي ڪڏهن به ڪونه پڇتايو جيتوڻيڪ اسان جي سماج ۾ هڪ وڏو ۽ مهان صحافي ٿيڻ جي نشاني سياست تي لکڻ جي صلاحيت کي ڄاتو ويندو آهي. مون اهو ڪم پنهنجن ساٿين لاءِ ڇڏي ڏنو ۽ هاڻي مون کي محسوس ٿئي ٿو ته مون پنهنجن ماڻهن، سندن روزانن مسئلن ۽ عزت سان زنده رهڻ لاءِ ڪيل جدوجهد بابت گهڻو ڪجهه ڄاڻي ورتو آهي. اهو سوشل سيڪٽر جي مطالعي سان ممڪن ٿي سگهيو آهي. خان صاحب پاڻ منهنجو پهريون استاد هو ۽ تعليم بابت ڪيترائي بحث اسان جي وچ ۾ ڇانهن پيئڻ دوران ٿيا.... انهن ٽن ڪوپن کان وڌيڪ جن ليکڪ گريگ مورٽنسن (Greg Mortenson) کي سندس مشڪوڪ ۽ اختلافي ڪتاب جو اهو عنوان مهيا ڪيو: Three Cups of Tea.

منهنجي تعليم ۾ دلچسپي منهنجن پنهنجن تجربن جي ڪري وڌندي وئي. ان وقت منهنجون ڏيئرون اسڪول ۾ پڙهنديون هيون. جنهن جي ڪري مون کي ان شعبي بابت وڌيڪ معلوم ٿيو ته آخر حڪومت ان کي ڪهڙيءَ ريت ٿي هلايو! ان مان مون کي اها سکيا ملي ته عام ماڻهن ڏانهن انتظاميا ۽ پاليسيون ٺاهيندڙن جو ڪهڙو رويو ۽ ذهنيت هئي. تعليم هڪ تمام وسيع ميدان آهي. ان جون ڪيترين ئي سطحون ۽ نئيا شعبا هئڻ سان گڏوگڏ مختلف مضمون ۽ موضوع آهن. جن ڏانهن توجهه ڏيڻ جي سخت ضرورت آهي. ٻولي انهن مان هڪ اهم موضوع آهي جنهن ۾ منهنجن ذاتي مشاهدن ۽ تجربن سبب مون کي دلچسپي پيدا ٿي. مون کي

ياد آهي تہ ڪيئن خان صاحب پوپال ۾ پنهنجي ننڍپڻ ۾ اسڪول جو پهريون ڏينهن گذارڻ بابت ٻڌايو هو تہ آءٌ حيران رهجي وئي هئس. هن کي هڪ اهڙي ڪانوينٽ اسڪول ۾ موڪليو ويو هو جتي جون راهبائون (nuns) صرف انگريزي ڳالهائيندڙيون هيون. پهرئين ڏينهن کان پوءِ هن ٻيهر اسڪول وڃڻ کان صاف انڪار ڪري ڇڏيو هو. هن ٻڌايو تہ هو ڏاڍو پريشان ٿيو هو ۽ چاهيائين ٿي تہ هو هڪ اهڙي ٻوليءَ ۾ پڙهي جيڪا هو ڳالهائي ۽ سمجهي سگهي. اهڙيءَ ريت هن پنهنجي شروعاتي تعليم اردوءَ ۾ هڪ اهڙي اسڪول مان حاصل ڪئي، جيڪو پنهنجي ديسي ٻولي پڙهائڻ ۾ فخر محسوس ڪندو هو. مون کي اها تہ خبر ڪانهي تہ خان صاحب ڪهڙي عمر ۾ انگريزي سکي، پر پاڪستان جي هڪ گهڻي سرڪيوليشن واري اُچي درجي جي انگريزي اخبار ”ڊان“ ۾ پنهنجي ڇاپ ڇڏيائين ۽ جنهن ٻوليءَ ۾ هن اهو مثال قائم ڪيو اها انگريزي ٻولي هئي.

مون هي ڪتاب لکڻ لاءِ ڏاڍي ڏپ مان پاڻ کي تيار ڪيو! ڇو جو آءٌ نہ ڪا لسانيات جي ماهر آهيان ۽ نہ ئي تعليمدان. سو آخر مون کي ڪهڙو حق ٿو پهچي تہ آءٌ تعليم ۾ ٻوليءَ جي حساس معاملي کي ڪٽي، وقت جي وهڪري جي مخالف وهڻ جي ڪوشش ڪريان؟ آخرڪار هي جيڪي پاليسيون ٺاهيندڙ ۽ اعليٰ تعليم يافتہ ماهر سمجهن ٿا تہ اهي سڀ ڪجهہ ڄاڻن ٿا ۽ سندن خيال ۾ ٻار کي انگريزيءَ ۾ پڙهائڻ سان ہہ مقصد حاصل ٿيندا. هڪ تہ ٻار اهو مضمون سکندو جيڪو کيس انگريزيءَ ۾ پڙهايو ٿو وڃي ۽ ٻيو هن کي انگريزي ٻولي ٻہ اچي ويندي.

مون اسڪولن جي دورن، استادن سان گڏجاڻين ۽ شاگردن سان ڳالهائڻ کان پوءِ حاصل ڪيل تجربي مان سکيو آهي تہ سماج جي هر طبقي ۾ مختلف ڪلاسن ۾ پڙهندڙ ٻارن لاءِ اسڪولن ۾ تعليم جي ذريعي جي معاملي ۾ اختيار ڪيل سوچ جي طريقي ۾ بنيادي طرح ڪا غلطي ضرور آهي. پر صرف هڪ صحافي هئڻ جي ڪري ڇا آءٌ اهڙي روايتي نقطہ نظر کي چيلينج ڪري سگهان ٿي؟ صحافي عام ڄاڻ رکندڙ هوندا آهن، جن مان ڪنهن مضمون جي خاص ڄاڻ رکڻ جي اميد ڪانہ رکي ويندي آهي. اهي هر ڪم

ٿورو ٿورو ڄاڻندا آهن پر ماهر ڪنهن بہ ڪم ۾ ڪونہ هوندا آهن. تنهن هوندي بہ هڪ صحافيءَ جي پيشي جي گهرج آهي تہ اهي ڪن خاص ماهرن جا رايا غور سان ٻڌي اڳيان پنهنجي پڙهندڙ کي اهڙي ٻوليءَ ۾ انداز ۾ منتقل ڪن جنهن سان هو لاڳاپو رکندا هجن. جلد ئي مون تي اهو واضح ٿي ويو تہ جيڪي ڪجھ ڪي معتبر تعليمي ماهر ڇئي ويا آهن يا ڇئي رهيا آهن اهو عوام تائين ڪونہ پئي رسيو حالانڪ ان جو سڌو واسطو سندن ٻارن سان هو. ان جا ٻہ سبب هئا: پهريون تہ تعليم ايتري تہ ڪمرشلائيز ٿي چڪي آهي جو مصنوعي ماهر ڪيپين وانگر ظاهر ٿي پيا آهن. انهن لاءِ ٻار هڪ وٿ آهي ۽ تعليم واپاري جنس، جنهن کي گهٽي ۾ گهٽي اپت ڪرڻي آهي. انهن جي ٻارن جي انساني ۽ ذهني اوسر مان دلچسپي ختم ٿي وئي آهي. سندن نظريا صرف سندن نفعي حاصل ڪرڻ واري جبلت جي پورائي ڪن ٿا.

ٻيو اهو تہ جڏهن اصلي ماهر پنهنجي گوشہ نشينيءَ کي ترڪ ڪري ٻاهر نڪتا ۽ گهٽي انگ ۾ ميسر ٿيا ۽ پنهنجو نقطہ نظر بيان ڪرڻ لڳا تہ بہ اهي پاليسي ٺاهيندڙ اسڪولن جي مالڪن ۽ ٻارن جي مائٽن تائين پهچي ڪونہ سگهيا. ڪنهن بہ ٻئي ميدان جي ماهرن وانگر اهي ٽيڪنيڪل اصطلاحن جي گهڻي استعمال سان وڌيڪ ٽيڪنيڪل بنجي پيا. مون کي شڪ آهي تہ انهن مان ڪيترن مختلف قسم جي ماحولن ۾ هلندڙ اسڪولن ۾ وڃي ڪو دورو نہ ڪيو جنهن سان هو پنهنجن سفارشن کي زميني حقيقتن مطابق بڻائي سگهن ها. انهن مان ڪن پنهنجي محدود غير حقيقي ماحول ۾ ويهي ٿي لکيو.

مون 2010ع ۾ ڪراچيءَ جي استادن لاءِ تربيتي اداري پاران ڪرايل هڪڙي سيمينار ۾ شرڪت ڪئي هئي جنهن جو منجهيل طويل عنوان هو "ٻارن جي سکيا جي نتيجن جي لاءِ استادن جي پيشيوارانہ ترقياتي پروگرامن جو اثر معلوم ڪرڻ لاءِ خاص طور پاڪستان لاءِ ٺاهيل طريقي ڪار". جنهن ۾ تعليم ۾ ٻوليءَ جي معاملي کي ڪابہ اهميت ڏنل ڪانہ هئي. آخر انهيءَ کي ڪيئن ٿو نظرانداز ڪري سگهجي؟ اڄڪلهہ تہ ٺلهو I.Q ٽيسٽن جي بنياد تي

چئلينج ڪيو پيو وڃي تہ اهي اهڙي ٻوليءَ ۾ ماحول ۾ نہ ٿا ورتا وڃن، جن سان ٻار مانوس هجي ٿو۔ ان ڪري اها پرک درست ٿي نٿي سگهي.

ٽين ڳالهہ پاڪستان ۾ هوند ۽ اڻهوند وارن ماڻهن ۾ تفاوت ايترو تہ وڏي ويو آهي جو اهڙا هوند وارا جيڪي تعليم کي ڪنٽرول ڪن ٿا يا جن جو تعليم تي ضابطو آهي اهي بنيادي معاملن کي سمجهڻ جي ڪوشش ئي نٿا ڪن جن جو تعليم جي معيار تي وڏو اثر ٿئي ٿو. ٻولي۔خصوصاً انگريزي انهن ماڻهن لاءِ تہ ڪو وڏو معاملو ئي ڪونهي جيڪي پنهنجن ٻارن کي مٿئين طبقي جي اسڪولن ۾ پڙهائڻ جي سگهہ رکن ٿا. جيئن تہ اهڙا مائٽ پاڻ بہ گهڻو ڪري پڙهيل هوندا آهن، ان ڪري انهن جا ٻار گهر ۾ انگريزي ٻڌي ۽ ڳالهائي وڏا ٿين ٿا. تنهن ڪري هنن کي اهڙو ڪو خيال بہ نٿو اچي تہ محروم يا گهٽ مراعت يافتہ طبقن جي لاءِ تعليم جي ميدان ۾ ترقيءَ جي اڳيان ٻولي هڪ وڏي رڪاوٽ بنجي سگهي ٿي. اهو ئي سبب آهي جو پاڪستان ۾ تعليم بابت بحث ۾ اهو اشو يا معاملو مشڪل سان ڪنيو ويندو آهي.

تعليم جي ذريعي طور ٻوليءَ واري معاملي کي تمام گهٽ اهميت ڏيڻ جو مثال 2010ع ۾ واشنگٽن جي بروڪنگ انسٽيٽيوٽ (Brookings Institute) مان جاري ڪيل تعليم بابت هڪ رپورٽ ۾ ڏسي سگهجي ٿو. پاڪستان ۾ وڌندڙ عسڪريت پسنديءَ تي تشويش جي ڪري ٻن اسٽاف ميمبرن ملڪ ۾ تعليم ۽ عسڪريت پسنديءَ جي وچ ۾ تعلق جو اندازو لڳائڻ جي ڪوشش ڪئي. هنن ٻن مصنفن هن معاملي ۾ ڪيترائي پهلو ڏنا پر ٻوليءَ وارو پهلو صرف سماجي انداز ۾ ڏنو. ان ڳالهہ کي ڪا اهميت ڪانہ ڏني وئي تہ معلوم ڪجي تہ ٻوليءَ جو تعليم تي ڪهڙو اثر پوي ٿو.

هن ڪتاب ۾ اهڙن ماهرن جي خيالن کي گڏ ڪيو ويو آهي، جيڪي سماجي ۽ پيشي جي لحاظ کان چاڻو ماڻهو آهن، تہ جيئن سندن نقطہ نظر عام ماڻهن، پاليسيون جوڙيندڙن ۽ مائٽن تائين پهچي سگهي. ان ڪري مون ڪوشش ڪري ٽيڪنيڪي ٻوليءَ کان پاسو ڪيو آهي. چاڪاڻ جو آءٌ اسڪولن جي ڪاروبار ۾ شامل ڪانہ آهيان، ان ڪري مون کي ڪنهن

خاص لابيءَ جي سهولت لاءِ ٻوليءَ کي ٽوڙڻ موڙڻ جي ضرورت ئي ڪانهي.
پر ماڻهن کي اها خبر پوڻ گهرجي تہ پرائمري سطح تي پنهنجي ٻوليءَ کي
تعليم جي ذريعي طور خارج ڪرڻ سان هو پنهنجن ٻارن کي ڪيڏو نقصان
پهچائي رهيا آهن. هاڻي وقت اچي ويو آهي تہ حڪومت ۾ تعليمي
پاليسيون جوڙيندڙ پاڪستان ۾ تعليم ۾ ٻوليءَ جي استعمال بابت تحقيق
جي ضرورت تي توجهہ ڏين. جيڪي قوتون ان لاءِ ذميدار آهن، تن کي سندن
غفلت جي ننڊ مان ڏونڌاڙي اٿارڻ جي ضرورت آهي تہ جيئن ڪو عمل
ڪري سگهن. تحقيق ڪرڻ وارن کي منهنجي هڪ ئي اپيل هوندي تہ
"مهرباني ڪري ڪنهن ٻار جي اهڙي تعليمي اوسر جو مطالعو ڪرڻ مهل
جيڪا هن جو مستقبل متعين ڪندي، سياست کان پاسو ڪيو وڃي. اڄ
جڏهن تعليم جو معيار بنهہ پٽ کي وڃي لڳو آهي، تڏهن هن معاملي کي
دانشورانہ ايمانداريءَ سان اپياس هيٺ آڻڻ گهرجي. جڏهن ڪارل مارڪس
دنيا جي مزدورن کي متحد ٿيڻ لاءِ چيو هو تہ کين چيو هئائين تہ توهان وٽ
سواءِ زنجيرن جي ٻيو ڪجهہ وڃائڻ لاءِ آهي ئي ڪونہ. ساڳيءَ طرح تعليم
۾ ٻوليءَ جي معاملي ۾ عقليت واري پاليسي اختيار ڪرڻ سان اسان جي
ٻارن جو ڪجهہ بہ ڪونہ ويندو سواءِ اٽڪاٽائي ۾ ظالم انگريزيءَ جي!

'ڊان' مان رٽائر ٿيڻ کان پوءِ مون تعليم بابت لٽريچر پڙهڻ تي وڌيڪ
ڌيان ڏنو ۽ مون کي اهو ٻڌائيندي خوشي ٿي رهي آهي تہ پاڪستان ۾ اڳي
جي ڀيٽ ۾ هاڻي انهيءَ موضوع تي وڌيڪ ڪتاب ڇپجي رهيا آهن.
منهنجي جاڻ ۾ خيالن جو گهڻو حصو مون سالن جي مطالعي مان ۽
اسڪولن جي دورن مان حاصل ڪيو آهي. سيمينارن ۾ وڃڻ سان مون کي
انهي کيتر ۾ ڪم ڪندڙن سان لهہ وچڙ ۾ اچڻ جو موقعو مليو جن کي اها
جاڻ هئي تہ اصل ۾ ان ميدان ۾ ڇا ٿي رهيو آهي؟

آءٌ ڀانيان ٿي تہ پاڪستان پنهنجن ٻارن کي تعليم ڏيڻ ۾ ناڪام ٿيو
آهي، ڇو تہ ان جون پاليسيون جوڙيندڙن انهن کي جوڙڻ وقت عام رواجي

سمجهہ جي خلاف ڪم ڪيو آهي. ان ڪري تعليمي شعبي ۾ مقرر ٿيل مقصدن کي حاصل ڪرڻ ۾ مڪمل ناڪامي پلئہ پئي آهي.

خدا ڪري تہ اهي ماڻهو جيڪي پاڪستان ۾ تعليم جي نئين سر تشڪيل ڪري رهيا آهن، پنهنجي طريقيڪار تي نظرثاني ڪن. خاص ڪري جڏهن ٻوليءَ کي تعليم جي ذريعي طور مقرريءَ وارو معاملو هجي يا اهو تہ ٻارن کي اسڪول ۾ پڙهائجندڙ ٻولين ڪيئن پڙهائجن، تڏهن ضرور ان تي سوچين.

اهڙو فيصلو آخرڪار پاڪستان ۾ تعليم جي مستقبل جو تعين ڪندو جنهن جو تعلق ملڪ جي مستقبل سان آهي.

زبيده

## Notes

Corinne Graff and Rebecca Winthrop, Beyond Madrasas: Assessing the links Between Education and Militancy in Pakistan. (Washington DC: Brookings Institution Press, 2010.)

# باب پهريون

## مسئلو ڇا آهي؟

حڪومت جو چوڻ آهي تہ پاڪستان ۾ خواندگيءَ جي شرح 60% (سٺ سيڪڙو) آهي.(1) پر خواندگيءَ جو مطلب ڇا آهي؟ گهڻا سال اڳي گڏيل قومن جي تعليمي, سائنٽفڪ ۽ ڪلچرل آرگنائيزيشن يعني يونيسڪو (UNESCO) ان جي وصف هن ريت ڪئي هئي: "ڪنهن بہ ٻوليءَ ۾ هڪ اخبار جي سرخي پڙهڻ ۽ هڪ خط لکي سگهڻ جي صلاحيت" وري 2005ع ۾ انهيءَ وصف ۾ ٿوري ڦيرڦار ڪندي، يونيسڪو ان کي وسيع مفهوم ۾ قبول ڪرڻ جي ڳالهہ ڪئي ۽ چيو تہ: "مختلف قسم جا پرنٽ ٿيل يا لکيل متن ڪتب آڻيندي (جيڪڏهن ڪو ماڻهو) انهن کي سمجهڻ سڃاڻڻ, تخليق ڪرڻ, رابطو ڪرڻ ۽ حساب ڪرڻ جي صلاحيت رکي (تہ ان کي (خواندگي) چئبو آهي)". هن وصف مان اهو تاثر بہ اڀري ٿو تہ سکيا جو عمل مسلسل هوندو، جنهن سان هڪڙو فرد سماج ۾ گڏجي رهڻ ۽ ان ۾ حصو وٺڻ, توڙي پنهنجا مقصد ماڻڻ لاءِ پنهنجي ڄاڻ ۾ اضافي ڪرڻ جا جتن ڪري سگهي.(2)

جڏهن اسين تعليم جي حوالي سان خواندگيءَ جي ڳالهہ ٿا ڪريون تہ ان اصطلاح جو مطلب مختلف ٿيو وڃي. انهيءَ جي معنيٰ ائين بيهندي تہ اها اهڙي پڙهڻ ۽ لکڻ جي صلاحيت آهي، جنهن سان ذهن جي اوسر ٿئي ۽ اهو ڄاڻ حاصل ڪري سگهي ۽ انهيءَ حوالي سان ٻولي هڪ اهم عنصر طور سامهون اچي ٿي ڇو تہ تعليم بہ خواندگيءَ وانگر ٻوليءَ سان لاڳاپيل عمل آهي. مسئلو اهو آهي تہ اسين ٻوليءَ بابت سطحي رويو ٿا رکون، جڏهن تہ انسانن جي طرفان ٻوليءَ جي استعمال جو انسان جي زندگيءَ تي گهڻن ئي رخن کان اثر پوي ٿو. انسان ئي صرف اهو ساهوارو آهي، جنهن وٽ سوچڻ، سمجهڻ ۽ خيالن جي اظهار جي لاءِ لفظن جون لڙيون پوئڻ جي قابليت آهي ۽ ائين هو ٻين سان رابطو ڪري سگهي ٿو. سائنسدانن جو خيال آهي تہ انساني ارتقا جي عمل ۾ صدين جي عرصي ۾ جيئن جيئن انساني دماغ وڌيو تيئن تيئن سندس ڳالهائڻ ۽ ٻوليءَ جي صلاحيت پڻ وڌندي وئي. خاص

ڪري لفظن جي ذخيري جي لحاظ کان جنهن جو سڌو سنئون تعلق انساني ذهانت جي ترقيءَ ۽ رابطي وارين مهارتن سان رهيو. ٻولي انسان کي اها بہ صلاحيت ڏئي ٿي تہ اهو ڇڙوڇڙ تصورن کي زباني شڪل ڏئي، هڪ هنڌ ترتيب سان رکي ان جي اوسر ڪري پنهنجي ذهني ڦهلاءَ ۾ واڌارو ڪري. تنهن ڪانسواءِ ٻوليءَ جو سماجي لهہ وچڙ سان بہ گهرو لاڳاپو آهي، ڇو تہ اها گڏيل رهائش ۾ ئي وڌي ويجهي ٿي. ڪميونٽيءَ ۾ گڏجي رهندڙن جي ثقافتي، سياسي ۽ سماجي رخن جو ڳالهائجندڙ ٻوليءَ سان سڌو سنئون واسطو آهي. ان ڪري ئي ٻوليءَ کي ڪڏهن بہ اڻ ڌريو عمل نہ ٿو ڇئي سگهجي. تنهن ڪري تعليم جي ذريعي طور چونڊيل ٻوليءَ جا سماج تي تمام ڏور-رس اثر ٿيندا آهن.

جيئن تہ ٻوليءَ جو ذهني سرگرميءَ سان تمام ويجهو تعلق آهي ان ڪري ان ڳالهہ تي تشويش ٿئي ٿي تہ پاڪستان ۾ ان کي تعليمي منصوبا بنديءَ ۾ ضروري اهميت ڇو نہ ٿي ڏني وڃي؟ ائين ٿو لڳي تہ ان سموري عمل ۾ ڪابہ گهري سوچ ويچار ۽ بحث مباحثو ڪڏهن ڪيل ئي ڪونهي. تعليمي نظام ۾ ڪهڙي ٻولي استعمال ڪرڻي آهي اهو ڪنهن سوچ ويچار کان پوءِ ڪيل فيصلي تحت نہ پر حادثاتي طور طئي ٿيل ٿو ڏسجي. 1947ع کان وٺي پاڪستان ۾ ٻوليءَ بابت رٿابندي يا لئنگئيج پاليسي جوڙڻ پنيان جيڪي مکيہ سبب ظاهر ٿين ٿا، انهن ۾ سياسي مصلحت، معاشي ناانصافي ۽ سڀ کان وڌيڪ طبقاتي تعصب اڳيرا آهن. جيڪڏهن صاف صاف سچ ڳالهائجي تہ اهي ئي سبب آهن. ڪنهن واضح لئنگئيج پاليسي نہ هئڻ جي ڪري، تعليم جي ماهرن عارضي ۽ صوابديدي راهہ ورتي آهي، جيڪڏهن ڪنهن موقعي تي ڪا ٻوليءَ بابت رٿابندي ڪئي بہ وئي تہ اها بي عمليءَ جو شڪار ٿي وئي. انهيءَ متضاد رويي جو سڀ کان ناڪاري اثر تعليم ۽ ٻوليءَ جي سکيا جي حڪمت عمليءَ تي پيو آهي. اسان جي تعليمي نظام ۾ ٻوليءَ کي هڪڙي اهم جُز طور ڏسڻ ۾ ڪوتاهيءَ جي نتيجي ۾ ناقص تعليمي پاليسيون اينديون رهيون آهن. ٻوليءَ کي هميشہ سياسي مسئلي طور ڏٺو ويو آهي، ڇاڪاڻ جو ملڪ جي

سياست ۽ تاريخ جي عمل کي تعليمي پاليسين جي انتخاب ئي پٺي تشڪيل ڏنو ويو آهي. پاڪستان جي سياست ۾ ٻوليءَ جي معاملن جي جيڪا صورتحال آهي ان جو ڊاڪٽر طارق رحمان ڏاڍي تفصيل سان پنهنجن ڪتابن Language and Politics in Pakistan (1998) ۽ Education and Culture (1999) ۾ تجزيو ڪيو آهي. انهيءَ پائي جو ڪو ٻيو اهڙو ڪتاب شايع ڪونہ ٿيو آهي، جنهن ۾ ملڪ ۾ ڳالهائجندڙ ٻولين جي تاريخ ۽ انهن جو پاڪستان ۽ ان جي ماڻهن جي تاريخ، سياست ۽ تعليمي تي مٿان ڪهڙو اثر پيو آهي؟ ان بابت بيان ڪيو ويو هجي.

پوين ڪيئي سالن ۾ جن گهڻين تعليمي پاليسين جو اعلان ڪيو ويو هو انهن ۾ بقول طارق رحمان جي انگريزيءَ کي عام طور ملڪ جي تعليمي نظام ۾ تمام گهڻي اهميت ڏني وئي آهي. درحقيقت سموري پاڪستان ۾ هٿياربند فوج جي ڪيڊٽ ڪاليجن ۽ وڏن اميرن جي ٻارن لاءِ نهيل اسڪولن ۾ انگريزي کي هميشہ تعليم جي ذريعي (ميڊيم) واري حيثيت حاصل رهي آهي. اِها اُها ٻولي آهي جيڪا اسڪولن جي ٻارن کي ضرور پڙهائي وبندي آهي. البت ان کي ڪهڙي ڪلاس کان شروع ڪجي ان ۾ فرق ٿيندو رهيو آهي.

سرڪاري ٻولي اردو جيڪا آباديءَ جي هڪ ننڍڙي اقليت جي مادري ٻولي آهي، پر پاڪستانين جي وڏي اڪثريت اها ڳالهائي ۽ سمجهي سگهي ٿي اها بہ ساڳيءَ ريت تعليم جي ايجنڊا تي صرف سرڪاري پرائمري اسڪولن ۾ تعليم جو ذريعو آهي، سواءِ سنڌ ۽ خيبرپختونخوا جي ڪن علائقن جي.

بااثر مٿئين طبقي جي ٻولي هئڻ جي ڪري انگريزي ٻين ٻولين مٿان ڇانئجي وئي ۽ انهن ٻولين جي اوسر کي بہ متاثر ڪيو آهي. جيڪا سڀ کان خراب ڳالهہ ٿي آهي سا اها تہ تعليم ۾ پرائيويٽ شعبي ۾ انگريزيءَ کي مليل مٿانهين حيثيت اهو مفروضو قائم ڪري ڇڏيو آهي تہ سٺي تعليم صرف انگريزيءَ ۾ ڏني سگهجي ٿي. ان ٻوليءَ کي روز بروز هڪ اهڙي جادوئي لڪڻ واري حيثيت ملندي پئي وڃي، جنهن سان ماڻهو سمجهن ٿا تہ

غربت جو شڪار ٿيل عوام جا سمورا معاشي مسئلا حل ٿي ويندا. نتيجي طور انگريزيءَ جي لاءِ هڪ قسم جو عوامي مطالبو جنم وٺي رهيو آهي، جنهن کي منهن ڏيڻ جي صلاحيت حڪومت ۾ موجود ڪانهي. ان ڪري ان ٻوليءَ واري مامري ۾ مبهم رهڻ جي چونڊ ڪئي آهي.

مجموعي طرح عام ماڻهوءَ جي تعليم جو نقصان ٿيو آهي. هاڻي، جڏهن مغربي قوتون، ملڪ ۾ وڌندڙ عسڪريت پسنديءَ تي پريشان ٿيون آهن. تڏهن اهي اسان جي تعليمي شعبي ۾ فعال نموني شامل ٿيون آهن ۽ هڪ گڏيل ٽاسڪ فورس انهيءَ مسئلي جو تجزيو ڪرڻ لاءِ جوڙيو ويو آهي، ان کان پوءِ ئي تعليم ۾ ٻوليءَ واري معاملي تي ڌيان ڏنو پيو وڃي. برٽش ڪائونسل وارا، جيڪي هن وقت تائين استادن کي انگريزي سيکارڻ لاءِ ورڪشاپ ڪرائيندا رهيا آهن. هاڻي انهن پاڪستان ۾ ٻوليءَ جي سوال جو اڀياس ڪرڻ لاءِ هئول ڪولمين (Hywel Coleman) کي اهو ڪم ڏنو آهي، ڪولمين يوڪي (UK) جو "انگلش لئنگئيج ٽيچنگ" (ELT) جي پاليسيءَ ۽ ان تي عمل بابت ڪم ڪندڙ نمايان ماهرن مان هڪ ماهر آهي. انهيءَ کي دنيا جي ڪيترين ئي حڪومتن کي صلاحون ڏيڻ جو تجربو آهي، خاص ڪري ايشيا جي حوالي سان هن کي ذاتي چڱو تجربو پڻ آهي. ڪولمين 2010ع ۾ هڪ تمام فڪر انگيز رپورٽ ٺاهي هئي، جنهن جو عنوان هو "Teaching and Learning in Pakistan:The Role of Language in Education" (پاڪستان ۾ سکڻ ۽ سيکارڻ ۾ ٻوليءَ جو ڪردار)

تعليمي پاليسيءَ ۾ ٻوليءَ کي شامل ڪرڻ لاءِ صلاح ڏيندي، انهيءَ رپورٽ ۾ چيو ويو آهي ته "انهيءَ پاليسيءَ ۾ ابتدائي اسڪولي تعليم ۾ مادري ٻوليءَ جي اهميت جي باري ۾ سجاڳي پيدا ڪرڻ جو نڪتو هئڻ گهرجي. (3)

2012ع ۾ اها پهرين رپورٽ جاري ڪري ورهائڻ کان پوءِ ان بابت مختلف واسطيدارن (stake holders) طرفان رايا ملڻ کان پوءِ، ڪولمين پنهنجي رپورٽ ۾ سڌارا ڪري ان کي عنوان ڏنو Language of Education in Pakistan: Recommendations for Policy and Practice (4) (پاڪستان ۾ تعليم جي ٻولي: پاليسي ۽ عمل بابت سفارشون)

افسوس جهڙي ڳالهہ آهي تہ تدريس جي حوالي سان ٻوليءَ جي معاملي تي ڪي بہ بحث مباحثا ڪونہ ٿيا آهن. نہ ئي ٻار جي اوسر جي خيال کان ان جو اڀياس ڪيو ويو آهي، يعني تہ ڄمڻ کان بالغ ٿيڻ تائين ٻارن جي ادراڪ، ذهني، فڪري ۽ شخصيت جي اوسر ۾ اها ڪهڙو ڪردار ادا ڪري ٿي؟ اسان جي ماهرن طرفان خاص طور صرف پڙهائڻ جي طريقيڪار (Teaching Methodology) ۽ ڪورس جي متن تي ڌيان ڏيڻ سبب، خاص ڪري پرائمري اسڪول واري عرصي دوران، تعليم جي ذريعي(ميڊيم) طور ٻوليءَ کي بنهہ ڌار ڪري ملڪ ۾ ماڻهن سان وڏي ويڌن ڪئي وئي آهي. عام طور اهو سمجهيو ويندو آهي تہ ٻولي تہ صرف هڪڙو وسيلو آهي، جيڪو صحيح نموني سان سيکارڻ سان ٻار سکي سگهي ٿو. ٻوليءَ جي فردن جي ۽ سماج جي ثقافتي نفسياتي ۽ ذهني اوسر ۾ ڪردار کي گهٽ ڪري نظرانداز ڪيو ويو آهي، ڪولمين جي رپورٽ ان جي تفصيل ۾ تہ نہ ٿي وڃي پر 'ايجوڪيشن پاليسيءَ' ۾ ٻوليءَ جي هجڻ تي ضرور زور ڏئي ٿي.

لسانيات جا ماهر اڃا تائين ٻوليءَ جي سکيا ۽ حاصلات جي باري ۾ ڪا پختي فيصلي واري راءِ نہ ڏئي سگهيا آهن. پر ملڪ کان ٻاهر جيڪا تحقيق هيستائين ٿي چڪي آهي تہ ان موضوع تي ڪوبہ اتفاق ڏسڻ ۾ نٿو اچي، پر جيڪڏهن ڪا راءِ آهي تہ لسانيات جا ڪجهہ وڏيڪ ماهر اها ڳالهہ ٿا ڪن تہ صرف هڪڙو سنو استاد هئڻ کان وڌيڪ اهميت ٻوليءَ جي حصول کي آهي. تنهن ڪانسواءِ اسان انهيءَ حقيقت کي وساري ٿا ڇڏيون تہ ٻار کي زندگي شروع ڪرڻ وقت ڪنهن هڪ ٻوليءَ جو سهارو ملي ٿو جيڪا سندس مادري ٻولي يا ڀهرين ٻولي سڏجي ٿي. جيڪا رابطي لاءِ استعمال ٿئي ٿي. جڏهن سکيا جو عمل ڪنهن ٻي ٻوليءَ ۾ مڙهجي ٿو تہ ٻار کان سندس اهو قدرتي فائدو جهڙوڪر ڦرجي وڃي ٿو. جيڪڏهن تدريس سني معيار جي نہ هوندي، جيئن پاڪستان ۾ آهي، تہ ٻار کي هيٺو نقصان ٿو ٿئي جو هن کي اسڪول وڃڻ مهل هڪ تہ واڌو بار ٿو پئجي وڃي ٻيو وري هڪ وڏي لساني رڪاوٽ کي پار ڪرڻو ٿو پوي.

ڪيترائي ماڻهو اهو دليل ڏيندا آهن تہ ننڍي عمر ۾ ٻار کي موقعو ملي تہ ڪاٻہ ٻولي جلدي سکي وٺندو آهي. ان تي ڪو اختلاف نٿو ڪري سگهجي. پر هتي اها ڳالهہ اسان جي سماج جي اڪثريت سان لاڳو ڪرڻ درست ڪونہ ٿيندو. پاليسيون وڏي انگ جي وڏيڪ فائدي لاءِ ٺهڻ گهرجن نہ ڪي ان ننڍڙي اوچي طبقي لاءِ جيڪو اهي پاليسيون ناهي ٿو ۽ ان ڳالهہ جي خاطري ٿو ڪري تہ سندس مٿانهين حيثيت متاثر نہ ٿئي. چاڪاڻ جو اهو طبقو ٻہ-ٻوليائي آهي ۽ برطانوي راڄ ۾ ميڪالي جي وقت کان آهي، ان ڪري ان جا ٻار تعليم ۾ ٻوليءَ واري مونجهاري کان متاثر نٿا ٿين. جتي مائٽ ٻہ-ٻوليائي هجن، اتي انگريزي سکڻ ڪڏهن ڪو وڏو چئلينج ڪونہ رهيو آهي. اهي تہ غريبن جا ٻار آهن، جن جي گهٽائي پهريون پيرو اسڪول جو منهن ڏسندي آهي، انهن اسڪول کان اڳ واري عرصي ۾ ڪڏهن انگريزي ٻڌي بہ نہ هوندي آهي، انهن کي ئي حڪومت جي تعليم ۾ ٻوليءَ واري پاليسيءَ کي وڏ ۾ وڏ ڀوڳڻو پوي ٿو.

ان مان اهو مطلب ونڻ نہ گهرجي تہ ڪو ٻارن کي انگريزي مرڳو پڙهائجي ئي نہ. جيڪا هن وقت دنيا ۾ 630 ملين ماڻهو ڳالهائين ٿا ۽ تمام وڏي بين الاقوامي ٻوليءَ جي صورت ۾ ابري سامهون آئي آهي. تنهنڪري چا اهو ضروري آهي، تہ انهن کي ائين ئي اها پڙهائي ۽ سيکاري وڃي جيئن هن وقت رواج آهي يعني تعليم جي ذريعي طور؟ ان ريت انهن کي اهو چئي دوکو ڏنو پيو وڃي تہ اهي انگريزي سکي رهيا آهن، جڏهن تہ حقيقت اها آهي تہ ائين بنهہ ڪونهي. انهيءَ عمل دوران اهي ٻين مضمونن جي ڄاڻ کان محروم ٿي رهيا آهن، ڇو جو ٻوليءَ جي ان مونجهاري ۾ هو ڪنهن بہ قسم جي ڄاڻ حاصل نٿا ڪري سگهن ۽ نہ ئي هو ڪا تنقيدي انداز ۾ سوچڻ جي صلاحيت حاصل ڪري رهيا آهن.

جديد ترين تحقيق مان اهو واضح ٿي چڪو آهي تہ ٻولي سکڻ جو عمل هڪڙو حياتياتي عمل آهي، جنهن جو دماغ جي اوسر ۽ ادراڪ جي اوسر

سان هڪ جهڙو تعلق آهي. جيئن جيئن ٻار ۾ ٻوليءَ جي مهارت وڌندي تيئن تيئن سندس سوچڻ جي صلاحيت ۾ بہ اضافو ٿيندو ويندو ۽ موٽ ۾ اهو وري ٻوليءَ جي مهارتن کي اڳتي وڌائيندو. آخرڪار سوچڻ لاءِ بہ تہ ٻوليءَ جي ضرورت هوندي آهي! انهيءَ مان ان ڳالهہ جي سمجهاڻي ملي سگهي ٿي تہ جيڪو ٻار گهڻن ماڻهن سان رابطي ۾ نہ هجي، نہ ئي ساڻس ڪو ٻاتا ٻول ڳالهائي تہ ان وٽ ڳالهائڻ جي گهٽ صلاحيت هوندي آهي، جنهن جي ڪري هن ۾ ادراڪ جي صلاحيت بہ ڪمزور هوندي آهي. ساڳئي وقت انهيءَ مرحلي مان گذرڻ وقت هڪ اهڙي اوپري ٻولي جيڪا اهو ٻار سمجهي نٿو سگهي جيڪڏهن مٿس زوريءَ مڙهبي تہ پوءِ ٻڪ سان سندس ادراڪي ترقي (cognitive development) بہ متاثر ٿيندي.

هن وقت اها دعويٰ ڪئي ٿي وڃي تہ "ننڍڙا ٻار دنيا جي باري ۾ ايترو سکن ۽ ڄاڻن ٿا جيترو اسين سوچي بہ نہ ٿا سگهون. اهي سوچين ٿا، نتيجا ڪڍن ٿا، اڳڪٿيون ڪن ٿا ۽ سمجهائين ٿا ۽ واجهائين ٿا ايتريقدر جو تجربا بہ ڪن ٿا." (5)

وڌيڪ دلچسپ ڳالهہ اها آهي تہ هاڻي سائنس ٻڌائي ٿي تہ ٻار جي ڄمڻ وقت سندس دماغ جي ڪافي اعصابي بناوت يا جوڙجڪ (Neurological Structure) اڳ موجود هوندي آهي. پر پوءِ ٻار جي تجربن جي نتيجي ۾ دماغ ۾ تبديليون ٿينديون آهن. حسياتي عضون (sensory organs) جي ذريعي ٻار کي ٿيندڙ تجربن ۽ سندس دماغ ۾ موجود نيوران (neurons) کي پاڻ ۾ ملائڻ جو عمل بہ ان وقت شروع ٿئي ٿو ۽ ان کان پوءِ دماغ جي تنتن جي ان ميلاپ سان سندس ادراڪ جي اوسر ٿئي ٿي. ٻار ۾ اهو سکڻ جو عمل اندروني طرح ٻوليءَ سان ڳنڍيل آهي. ان ڪري ضروري آهي تہ ٻار جي ننڍيءَ عمر ۾ ابتدائي تعليم سندس گهَر جي ٻوليءَ ۾ هجي تہ جيئن سندس سمجهہ/ادراڪ جو عمل جيڪو ڄمڻ سان شروع ٿيندو آهي، اهو بنا رڪاوٽ جي مسلسل هلندو رهي. (6)

## شڪل 1.1: ڏهه سالاءِ مٿي جو خواندگي تناسب (سيڪڙو)




ذريعو: پاڪستان جا 50 سال شماريات جو وفاقي بيورو جلد 1
(اسلام آباد: پاڪستان اقتصادي سروي 09 - 2008ع). 158

## شڪل 1.2 : پرائمري اسڪولن ۾ داخلا (ملين ۾)




ذريعو: پاڪستان جا 50 سال شماريات جو وفاقي بيورو جلد 1
(اسلام آباد: پاڪستان اقتصادي سروي 09 - 2008ع). 148

ڏنل خاڪي ۾ نمبر 1.1 ۽ 1.2 مان ڏسي سگهجي ٿو تہ ”تعليم سڀني لاءِ“ واري مقصد کان اسين ڪيترو پري آهيون، سو بہ معياري تعليم کان! هڪڙي اهڙي تعليمي پاليسي جيڪا طبقن ۾ ورهايل اسان جي سماج جي صرف هڪڙي طبقي جي سياسي ضرورتن جي پورائي ڪري، ان کي آدرشي نٿو چئي سگهجي. اها سماجي انصاف جي اصولن جي پيچڪڙي ٿيندي، تعليم، جيڪا هر پاڪستانيءَ جو حق آهي، اها ملڪ جي هر ٻار کي ميسر ڪري ڏيڻ گهرجي. ٻارن جو هڪ تمام وڏو انگ تہ اسڪول وڃي ئي ڪونہ ٿو پر جيڪي ڪنهن اسڪول ۾ داخل بہ آهن، انهن مان اڪثريت اسڪول جي تجربي مان ڪو بنهہ ٿورو بہ فائدو حاصل نٿا ڪن. ڇو جو اسان جي تعليم ۾ ٻوليءَ جي پاليسي بنهہ ناقص آهي ۽ ان سان گڏوگڏ قومي تعليمي نظام ۾ ٻيون بہ ڪيتريون ئي ڪمزوريون آهن. هڪڙو مدي خارج نصاب - نظرياتي سکيا جي گهٽائي، قومپرستيءَ جي هڪ مصنوعي احساس کي همٿائڻ ۽ سماجي تعصبن کي وڌائڻ، ناقص نصابي ڪتاب جيڪي ڪنهن نہ ڪم جا، غلطين سان پرِيا پيا آهن ۽ هڪ ناقص امتحاني نظام، تعليم سان هاڃا ڪري ڇڏيا آهن. جن کي جيڪي پڙهائڻو آهي، ان جي نہ چاڻ اٿن نہ مناسب تربيت. اهي سڀ مسئلا غلط ٻوليءَ جي چونڊ جي ڪري اڃا بہ وڌيڪ گنڀير ٿيو وڃن. ان سان استادن کي بہ تڪليف ٿي ٿئي تہ تدريس جو عمل بہ بگڙيو وڃي. استاد ۽ شاگرد جي شرڪت واري جديد طريقيڪار کي بہ متعارف نٿو ڪرائي سگهجي، ڇاڪاڻ جو ان ۾ ٻار ۽ استاد جي طرفان پاڻ اظهار ڪرڻ جي ضرورت پوندي آهي، جيڪا صلاحيت ٻنهي ۾ ان ڪري ڪانہ هوندي آهي جو اظهارجي ٻولي اوپري هئڻ ڪري ٻئي ان کي سمجهي نٿا سگهن.

مهانگن پرائمري اسڪولن ۾ ٿيندڙ تقريري مقابلن ۽ بحث مباحثن ۾ شرڪت ڪندي مون کي هميشہ اهو تاثر مليو آهي تہ خود اهڙا مقرر جن کي انگريزي ٻوليءَ تي عبور بہ هوندو آهي، انهن جي طرفان تخليقيت، اصليت ۽ نواڻ جو مظاهرو ڪونہ ٿيندو آهي، جنهن جي ٻڌندڙ کي اميد هوندي آهي، ان جي باوجود جو هو اعليٰ معيار وارن اسڪولن ۾ پڙهندڙ شاگرد هوندا آهن. ڪجهہ ٻار جن سان

آءُ غير رسمي طرح مليس، تہ جڏهن هنن پنهنجي ٻهرين ٻوليءَ (First Language) ۾ ٻنا ڪنهن هٻڪ جي ڳالهايو تہ مون کي هنن ۾ وڏي ذهانت ڏسڻ ۾ آئي.

هتي آءُ هڪ تعليمي ماهر مان سرڪاري عملدار بڻجي ويل ماڻهوءَ جي ڳالهہ ورجائڻ تي چاهيان. مون جڏهن هن کان پڇيو تہ آخر اسان جي پاليسي جوڙيندڙن کي سائنس ۽ حساب جا مضمون ٻارن کي انگريزيءَ ۾ پڙهائڻ جا نقصان ڇو نہ ٿا سمجهہ ۾ اچن. جن جي لاءِ انگريزي اوتري ئي اوپري آهي جيتريون يوناني ۽ لاطيني، تہ هن چيو: "توهان کي ياد هوندو تہ گهڻا ئي ڏهاڪا اڳ وڏيرا پنهنجي حدن وارن علائقن ۾ اسڪول کولڻ ڪونہ ڏيندا هئا. هنن کي ڊپ هوندو هو تہ ڪو هاري پڙهي پيو تہ ڪيس پنهنجن حقن جو شعور اچي ويندو ۽ پوءِ هو ان ماڻهوءَ جي آڏو بيهي ڪيس منهن تي ڪجهہ چئي سگهيو ٿي جنهن وٽ سندس زندگيءَ تي مڪمل اختيار هو. سو هاڻي جڏهن اسڪول کولڻ ۽ تعليم ڏيڻ بابت دٻاءُ وڌي ويو آهي تہ ڪوبہ ماڻهو پنهنجي علائقي ۾ اسڪول کولڻ خلاف مزاحمت نٿو ڪري سگهي. تنهن ڪري هاڻي اقتدار رکندڙن عوام کي اڻڄاڻ ۽ جاهل رکڻ جو اهو هڪ نئون حربو ڳولي هٿ ڪيو آهي. اهي (غريبن جا ٻار) ڪين پڙهايل هڪ اکر بہ ڪونہ سمجهي سگهندا ۽ پوءِ ٻنا سمجهڻ جي رڳو رٽو هڻڻ جو هڪڙو سلسلو شروع ٿي ويندو. ائين اهي بہ خوش تہ وڏيرو بہ خوش!!"

اهو هڪ اهڙو چالاڪيءَ وارو طريقو آهي، جنهن سان حاڪماڻي ذهنيت وارن جو ڪنٽرول قائم رکيو وڃي، جنهن ۾ غلامن کي غلام رکڻ وارو احساس ئي نہ ٿئي تہ سندن تعليم ڪيتري نہ اڻپوري آهي. ان جا اسان جي جمهوريت جي هر قسم تي ناڪاري اثر پيا آهن. جان اسٽريچي (John Strachey-1901-63) برطانيا جي ليبر پارٽيءَ جو هڪ ايم. پي هو جنهن هڪڙي پمفليٽ "The Challenge of Democracy" ۾ لکيو هو تہ "تجربن مان معلوم ٿيو آهي تہ دنيا جي ڪيترن حصن ۾ جمهوريت لاڳو ڪري نٿي سگهجي، ڇو جو هر هنڌ ان جي لاءِ ضروري شرط پورا ٿيل ئي ڪونہ آهن. اهي ضروري شرط ڪهڙا آهن؟ اسٽريچي تعليم کي انهن ۾ سڀني کان اهم ٿو سمجهي، جنهن کانسواءِ ووٽر انهن جمهوري ادارن کي مؤثر طريقي سان

هلائي ڪونہ سگھندا، جيڪي نوآباديت جي خاتمي سان قائم ٿيا هئا.“(7)
پاڪستان ان ناڪاميءَ جو مڪمل مثال آهي.

## Notes


1. Pakistan Economic Survey 2013-2014 (Islamabad, Government of Pakistan, 2014), 138.
2. Mark Richmond, Clinton Robinson and Margarete Sachs-Israel (eds) The Global Literacy Challenge: A Profile of Youth and Adult Literacy at the Mid-Point of United Nations Literacy Decade 2003-2012 (Paris: UNESCO).
3. Hywel Coleman, Teaching and Learning in Pakistan: The Role of Language in Education (Islamabad: British Council 2010).
4. Hywel Coleman and Tony Capstick, Language in Education in Pakistan: Recommendations for Policy and Practice (Islamabad, British Council 2012).
5. Alison Gopnik, Andrew Meltzoff and Patricia Kuhl, How Babies Think: The Science of Childhood (London, Phoenix 2001), viii.
6. Ibid-174-89.
7. John Strachey, The Challenge of Democracy: From Imperialism to Freedom (London, Encounters, 1963), 38-9.

# باب پيو

## تمام اهم نقطو:

پاڪستان ۾ تعليم گذريل ڪيترن ئي سالن کان بي شمار مسئلن جي ور چڙهيل آهي. تدريس جو خراب معيار، اڻپورا نصابي ڪتاب، غير واسطيدار نصاب ۽ ادارن جو زوال ۽ بيا ڪيترائي سبب پاڪستان جي تعليمي کيتر ۾ موجود بحرانن جا ذميوار آهن. اجا بہ خراب ڳالھ اها آهي تہ اهي مسئلا سڄي سماج ۾ هڪجهڙا پکڙيل نہ آهن. اهو نظام سڄو طبقاتي بنيادن تي بيٺل آهي، جنهن ۾ آباديءَ جو پنتي پيل طبقو بين جي ڀيٽ ۾ وڏيڪ مسئلن جو شڪار آهي، جنهن جي ڪري غير برابري ۽ طبقن جا تضاد پيدا ٿي پيا آهن، جن جي چٽي تصوير طارق رحمان جي ڪتاب جي عنوان مان پڌري آهي، جيڪو آهي Denizens of Alien Worlds(2004ع) (اجنبي دنيائن جا رهواسي)

مختلف نظام جيڪي مالڪي، تعليم جي مواد، تعليم جي ذريعي ۽ امتحانن تي ٻڌل آهن، انهن ۾ ٻار پنهنجن سماجي معاشي طبقن جا چڻ تہ قيدي آهن ۽ انهن وٽ تعليم جي حوالي سان ڪو بہ اختيار ڪونهي. انهيءَ تناظر ۾ ٻولي هڪڙو فيصلو ڪندڙ نقطو آهي، جنهن طبقاتي ورهاست کي هٿي ڏني آهي، خاص ڪري پرائمري اسڪولن ۾.

پاڪستان جي تعليمي نظام ۾ ٻوليءَ جي چونڊ جو عمل هڪڙو پيچيده معاملو آهي. شروع ۾ تہ اهو نسلي سياست جي ڪري پيدا ٿيو. پر پوءِ آخرڪار طبقاتي ۽ معاشي سبب ان جو ڪارڻ بڻيا. ٻوليءَ جي سکيا ۽ تعليم جي ذريعي جا پهلو ڪڏهن بہ تعليم سان لاڳاپيل سببن جي ڪري طي ڪونہ ٿيا آهن. جيئن استادن جي قابليت، ڪتابن جي پهچ يا ٻار جي پنهنجي مادري ٻولي وغيره. مختلف دٻائن ۽ مجبورين کي منهن ڏيڻ ۾ ناڪامي، مبهم لئنگئيج پاليسيءَ ۾ صاف نظر اچي ٿي، جنهن تعليمي، ادارن جي علمي معيار کي متاثر ڪيو آهي ۽ ان ٻوليءَ کي سماج ۾ طبقاتي سڃاڻپ جو ذريعو بڻائي ڇڏيو آهي.

دنيا ۾ ڪي ٿورائي ملڪ آهن، جيڪي گهڻ-ٻوليائي آباديءَ جي ڪري مسئلن ۽ مونجهارن کان بچيل هجن. جتي آباديءَ جي هڪ وڏي

اڪثريت ڪا هڪ ٻولي ڳالهائيندي هجي، جيئن بنگلاديش، تہ اتي انتظاميا پاليسي جوڙيندڙن ۽ تعليمي ماهرن لاءِ ڪيترن ئي پهلوئن کان زندگي يقيناً گهٽ منجهائيندڙ هوندي، ها پر اها ٻيءَ ڳالهہ آهي تہ اتي زندگي ثقافتي گهڻ رنگائي ۽ ٻولين جي گوناگونيءَ کان بہ محروم رهندي آهي.

ڪنهن بہ ملڪ جي يڪجهتي ۽ ٻڌيءَ جي لاءِ انساني ٻولي ۽ ڳالهائڻ ڪڏهن بہ للڪار ثابت نہ ٿيا آهن. اهي تہ ٻوليءَ جا سماجي ۽ سياسي رخ آهن ۽ انهن جي ذريعي سياسي اقتدار جي حصول جا لڪل مقصد آهن جن لساني قومپرستي، لساني آمريت ۽ جارحيت جهڙا لقاء پيدا ڪيا آهن. جيئن تہ نسلي گروهن جي ورهاست ۾ ٻوليءَ جي ورهاست جو بہ عمل دخل هوندو آهي، ان ڪري نسلي جهيڙن جو هڪ رخ لساني بہ ٿي ويندو آهي. انهن جو سڌو سنئون اثر رياست ۽ سماج تي ٿيندو آهي. ان ڪانسواءِ ملڪ جي تعليمي نظام ۾ ٻوليءَ جي مرڪزي حيثيت هئڻ جو سبب اهو آهي تہ ان جو سياسي، معاشي ۽ سماجي طاقت جي ورهاست ۾ وڏو ڪردار ٿئي ٿو خاص ڪري اهڙن سماجن ۾ جتي هڪ کان وڌيڪ ٻولين ڳالهايون وڃن ٿيون. ڪنهن بہ ٻوليءَ کي اسڪولن ۽ ڪاليجن ۾ تعليم جي ذريعي طور استعمال ڪرڻ جي چونڊ ماڻهن کي طاقتور يا طاقت کان وانجهو ڪرڻ لاءِ ڪئي ويجي ٿي.

اسڪولي نظام ۾ استعمال ٿيندڙ تعليم جي ذريعي (ميڊيم) واري ٻوليءَ ۾ مهارت رکندڙ ماڻهو پوءِ اها سندن مادري ٻولي هجي يا پهرين ٻولي، تعليمي ڪارڪردگيءَ ۾ يقيني فائدي ۾ هوندا آهن، ۽ اهي ماڻهو جيڪي حڪومتي ڪاروهنوار واري ٻوليءَ ۾ ماهر هوندا آهن. انهن کي اقتدار جي ايوانن ۾ داخل ٿيڻ ۾ آساني ٿيندي آهي. جيڪڏهن سندن تعليم سندن ٻوليءَ واري لياقت ۾ اضافو ڪري ٿي تہ انهن کي اڃا وڌيڪ طاقتور ڪري ٿي. ٻئي طرف اهڙي ٻوليءَ کي تعليم جو ذريعو ناهي ماڻهن کي تعليم ڏني وڃي، جيڪا نہ انهن جي مادري ٻولي آهي ۽ نہ اهي سمجهي سگهن ٿا تہ اهو هڪ طرح ڪين تعليم کان محروم ڪرڻ آهي، اهڙيءَ ريت اهي سياسي ۽ معاشي قوت لاءِ ٿيندڙ مقابلي ۾ شامل ئي ڪونہ ٿي سگهندا.

هي باب ۽ هن کان اڳيون باب پاڪستان ۾ تعليمي پاليسيءَ ۾ ٻوليءَ واري معامري بابت آهن. تعليم ۾ ٻوليءَ کي هڪ اهڙي طبقي جي سياسي

اقتدار کي مضبوط ڪرڻ لاءِ استعمال ڪيو ويو آهي، جيڪو ملڪ جي قائم ٿيڻ کان وٺي پنهنجو اثر ۽ طاقت استعمال ڪندو رهيو آهي. اڪثر ڪري اها پاليسي عوام جي لاءِ نقصانڪار ثابت ٿي آهي. ڪن اهم ٻولين جي تاريخي ترقي ۽ ان سان لاڳاپيل واقعن جو تعليم تي سڌو سنئون اثر پيو آهي. انهيءَ عوام جي سماجي، معاشي ۽ سياسي ترقيءَ کي روڪي ڇڏيو آهي. ٻولي قومپرستيءَ کي اڀتي وڌائي ٿي يا قوم پرستي ٻوليءَ کي، اهو معاملو بحث طلب آهي. پر اهو چوڻ درست ٿيندو ته ٻولي ۽ قومپرستيءَ جو هڪٻئي تي اثر رهيو آهي ۽ انهن هڪٻئي کي مضبوط به ڪيو آهي. انهيءَ حقيقت کان ڪو به انڪار ڪري ڪونه سگهندو ته پاڪستان جي تاريخ جي هر مرحلي تي، 1947ع کان اڳ يا آزاديءَ کان پوءِ اقتدار ڌڻين پنهنجا سياسي مفاد حاصل ڪرڻ لاءِ ٻوليءَ کي هڪ آسان هٿيار طور استعمال ڪيو آهي بنا اهو فڪر ڪرڻ جي ته سندن پاليسين جي نتيجي ۾ هن ملڪ جي ٻارن جي تعليم تي ڪهڙا اگرا اثر پوندا.

## پاڪستان ۾ انگريزي ٻولي

ڏکڻ ايشيا ۾ انگريزي ايترو اثرائتو ڪردار ادا ڪيئن ڪري سگهي؟ اها آخر طاقت ۽ اختيار رکندڙن جي مرتبي جي علامت ڪيئن بڻي؟ اها ان جي ڳالهائيندڙن کي اهڙي اوچي حيثيت ڪيئن ڏئي سگهي؟ انهن سوالن جا جواب ڏيڻ جي لاءِ هندستان ۾ برطانوي راڄ جي تاريخي ۽ سماجياتي اڳيرائيءَ تي نظر ڦيرائڻي پوندي، انهيءَ سان پاڪستان کي ورثي ۾ مليل طبقاتي نظام تي ٻيڻل سماج جي شروعات تي به روشني پوندي، اهو نظام آسانيءَ سان قائم رهندو اچي ۽ اسان کي هاڃو رسائڻ کان باز نه آيو آهي. اهڙي متضاد صورتحال ٻوليءَ، تعليم توڙي سماج ۾ طبقاتي ورڇ پيدا ڪندي رهي آهي.

لنڊن جي دي اڪنامسٽ (The Economist) جي هڪ مضمون "A World Empire by Other Means" (ٻين ذريعن سان عالمي سلطنت) ۾ انگريزي ٻوليءَ جي طاقت، ان جي لچڪ ۽ نوان لفظ قبول ڪرڻ جي لاءِ رضامنديءَ کي قرار ڏنو آهي. ان ۾ وڌيڪ چيو ويو آهي ته "انگريزيءَ جي پوين ڏينهن ۾

ڪاميابي اصل ۾ انگريزي ڳالهائيندڙ يونائيٽڊ اسٽيٽس (امريڪا) جي عالمي قوت طور ڪاميابي آهي." (1)

ٻين لفظن ۾ سياسي قوت مکيہ سبب آهي ڪنهن بہ خطي ۾ ٻوليءَ جي واڌاري ۽ برتريءَ جي، ٻيءَ پلي چو نہ اها اوپري هجي. ننڍي کنڊ ۾ جتي برطانوي غلبي کي ڪابہ للڪار نہ هئي، اها ڳالهہ ٿيڻ تہ لازم هئي تہ انگريزي ٻوليءَ جو ايڏو وڏو اثر ٿئي. هندستان ۾ انگريزيءَ جو عروج ٿامس بئبنگٽن ميڪالي (59_1800) کان ڳڻي سگهجي ٿو جيڪو 1834ع کان 1838 تائين ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جي گورننگ ڪائونسل جو ميمبر هو. جيتوڻيڪ اها ڳالهہ غلط آهي پر عام طور سمجهيو وڃي ٿو تہ اهو ئي هو جنهن ديسي ٻولين جي جاءِ تي انگريزيءَ کي تعليم جو ذريعو بڻائڻ جي وڪالت ڪئي هئي. انهيءَ سلسلي ۾ انگريزن جن هندستان تي چار سؤ سال حڪومت ڪئي، جيتوڻيڪ اها باقاعدي 1857 کان 1947 تائين هئي، پر ننڍي کنڊ جي ماڻهن کي تعليم جو هڪ طبقاتي بنياد وارو نظام ورثي ۾ ڏنو جيڪو انگريزي ٻوليءَ ۾ ڪتل هو. اهو ميڪالي جي مشهور Minutes on Education (2 Feb 1835) (تعليم بابت ڪارروائي) ۾ لکيل آهي، جنهن مان ڪجهہ سٽون هيٺ ڏجن ٿيون تہ جيئن ان وقت واري سندن اختيار ڪيل پاليسيءَ جو متن ۽ انداز سمجهي سگهجي:

"درحقيقت هن کنڊ ۾ اهڙو ڪو ٻاهرئين ملڪ جو ماڻهو خود ادبي ماحول ۾ بہ ملڻ غير معمولي ڳالهہ آهي جيڪو انگريزيءَ ۾ درست ۽ سولائيءَ سان اظهار ڪري سگهي، جيئن هتي گهڻا ئي هندو ڪن ٿا. جيتري دير ۾ ڪو انگريز نوجوان هيروڊوٽس ۽ سفوڪيلز کي پڙهندو ان کان اڌ وقت ۾ هڪ هندو هيومر ۽ ملٽن کي پڙهڻ جي لائق ٿي ويندو... اسين پنهنجا فنڊ مرضيءَ سان جيئن چاهيون خرچ ڪري ٿا سگهون. ۽ اسان کي انهن کي اهو ڪجهہ پڙهائڻ لاءِ ملازم رکڻ گهرجي جيڪو واقعي ڄاڻڻ ضروري آهي، سو اهو تہ انگريزي، سنسڪرت يا عربيءَ کان وڌيڪ ڄاڻڻ جي ضرورت آهي. ۽ مقامي ديسي ماڻهو بہ سنسڪرت يا عربي پڙهڻ نٿا چاهين ۽ اهي چاهين ٿا تہ کين انگريزي پڙهائي وڃي تہ انهن مان ڪا بہ ٻولي، نہ سنسڪرت ۽ نہ عربي، قانون ۽ مذهب جي ٻولين طور اسان تي ملازمتن جي لاءِ ڪا خاص دعوي ٿيون رکن۔

تہ اهو ممڪن آهي تہ هن ملڪ جا اصلوڪا ديسي ماڻهو تمام سٺا انگريزيءَ جا اسڪالر ٿي ٿا سگهن. جنهن جي لاءِ اسان کي پنهنجي طرفان هر ڪا ڪوشش ڪرڻ گهرجي.

جنهن محترم جي عام خيالن جو آءٌ مخالف آهيان. ان جي ان ڳالهہ سان اتفاق ٿو ڪريان ۽ آءٌ بہ ساڳيو احساس ٿو رکان تہ اسان جي لاءِ اهو ناممڪن آهي تہ پنهنجي محدود وسيلن سان هيترن سارن ماڻهن کي پڙهايون. هن وقت اسان کي ان جي پوري ڪوشش ڪرڻ گهرجي تہ هڪڙو اهڙو طبقو پيدا ڪريون. جيڪو اسان جي ۽ انهن لکين ماڻهن جي وچ ۾ ترجمان وارو ڪم ڪري جن تي اسين حڪومت پيا ڪريون. هڪڙو اهڙو طبقو جيڪو هڏ رت ۽ رنگ ۾ تہ هندستاني هجي، پر پسند نا پسند، راين، اخلاقيات ۽ ذهانت ۾ انگريز هجي. انهيءَ طبقي تي ڇڏي ڏيون تہ اهي ملڪ جي ديسي ٻولين کي سڌاري ۽ سنواري، انهن کي سائنسي اصطلاحن سان شاهوڪار ڪاري جيڪي مغربي نالن تان ورتل هجن. ۽ انهيءَ طبقي کي مرحليوار اهڙو ذريعو بنائجي جيڪو آباديءَ جي وڏي تعداد کي ڄاڻ پهچائڻ جو ڪم سرانجام ڏي" (2)

انهيءَ دستاويز جي خبرداريءَ سان مطالعي مان اهڙا مفروضا رد ٿيڻ گهرجن، جيڪي هر طرف پکڙجي ويا آ هن. جيڪا انٽرنيٽ جي مهرباني آهي. جيئن هڪڙو عام تاثر آهي تہ ميڪالي هندستان جي اصلوڪين ديسي ٻولين کي تباهہ ڪرڻ ٿي چاهيو. انجم الطاف، جيڪو پاڪستان ۾ تعليمي سڌارن جي بين الاقوامي اتحاد (International Coalition for Education Reforms in Pakistan) جو صلاحڪار ۽ هڪ اداري South Asian Idea Weblog جو ماڊريٽر آهي، انهيءَ ان ڳالهہ ڏانهن اشارو ڪيو آهي تہ ڪيئن ميڪالي کي عام طرح سان غلط نموني پيش ڪيو ويو آهي. همال (Himal) ۾ لکيل هڪ مضمون ۾ هن لکيو آهي تہ (مٿي ڏنل حوالي مان) ماڻهو اهو سمجهي سگهي ٿو جڏهن ميڪالي چوي ٿو تہ 'محدود وسيلن مان، اهو وڌيڪ سستو پوندو تہ جديد طريقيڪار موجب پهرين "ماسٽر ٽرينرز" (ماهر سيکاريندڙن) جي تربيت ڪرائجي جيڪي پوءِ عوام ڏانهن ڄاڻ کي منتقل ڪن ۽ ڦهلائين۔ جنهن مان مراد اها آهي تہ وڏي پيماني تي تعليم مٿان کان هيٺ تائين پهچائڻ جي حڪمت عملي اختيار ڪئي وڃي، صاف ظاهر

آهي تہ انهيءَ متن کي وڏي پيماني تي تعليم جي مخالفت نٿو چئي سگهجي ۽ نہ ئي ديسي ٻولين کي رد ڪرڻ چئي سگهجي ٿو. جيئن اڪثر ميڪالي تي الزام لڳايو ويندو آهي. (3)

ميڪالي سان منسوب هڪ ٻيو بہ بيان آهي تہ "انگريزن کي هندستان جو پراڻو ۽ قديم تعليمي نظام بدلائڻ گهرجي تہ جيئن هندستاني پنهنجي خوداعتمادي وڃائي ڇڏين ۽ اهڙا ٿي وڃن جهڙو اسين چاهيون ٿا. يعني سچي پچي محڪوم قوم!" هڪڙو بيلجيم جو اسڪالر ڪونراڊ السٽ (Kocnrad Elst) جنهن ڪجهہ ڏهاڪا اڳ بنارس هندو يونيورسٽيءَ جو دورو ڪيو هو تنهن ميڪالي جي طريقي بابت رڪارڊ جي درستي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي هئي. هن صاف صاف لکيو هو تہ ميڪاليءَ جي اها مٿين تقرير ظاهر ظهور جعلي آهي. السٽ جي بقول انهيءَ حوالي (جيڪو مون کي اي ميل ۾ مليو) لاءِ چيو وڃي ٿو تہ اها تقرير ميڪالي 1835ع ۾ برٽش پارليامينٽ ۾ ڪئي هئي، پر انهيءَ سال ميڪالي درحقيقت هندستان ۾ هو. (4)

ڏنو وڃي تہ انگريز هندستان جي تعليمي نظام لاءِ جيڪا لساني پاليسي (Language Policy) ڏيڻ ٿي چاهي، ان جي وضاحت ان کان بهتر ٻئي ڪنهن دستاويز ۾ ڪانہ ملندي، جهڙي 1904ع ۾ گورنر جنرل طرفان جاري ڪيل دستاويز ۾ موجود آهي، جنهن جو عنوان آهي: هندستاني تعليمي پاليسي (Indian Education Policy)_ اهو 51 صفحن جو دستاويز برطانوي حڪمرانن جي تعليم بابت تصور ۽ ان جي سماج تي اثر بابت هڪ ٻيو موقف ٿو ظاهر ڪري. ان ۾ ٻوليءَ وارو حصو مڪمل طرح بيان ڪرڻ جي گهُر ڪري ٿو. ر

’پرائمري تعليم وارن اسڪولن ۾ نہ انگريزيءَ کي ڪا جاءِ آهي ۽ نہ هئڻ گهرجي. اها حڪومت جي ڪڏهن بہ پاليسي نہ رهي آهي تہ ملڪ جي ديسي ٻولين جي جاءِ تي انگريزي ٻولي آڻجي. اهو سچ آهي تہ جيڪا تجارتي اهميت انگريزيءَ کي حاصل آهي، ۽ جيئن هاءِ اسڪولن جا امتحان بہ انگريزيءَ ۾ ورتا وڃن ٿا. ان ڪري سيڪنڊري اسڪولن تي ڪجهہ وڌيڪ دٻاءُ پوي ٿو تہ ٿورو اڳواٽ ئي انگريزيءَ جي هڪ ٻوليءَ جي صورت ۾ ۽ تعليم جي ذريعي جي طور سکيا شروع ڪرائي وڃي. پوءِ انهيءَ

سبب جي ڪري ديسي ٻولين پس منظر ۾ ڌڪجيو وڃن. سٺي معياري تعليم خاطر انهيءَ رجحان کي درست ڪرڻ گهرجي. هڪڙي عام قاعدي طور ڪنهن بہ ٻار کي ان وقت تائين انگريزي هڪ ٻوليءَ طور سيکارڻ جي اجازت نہ ڏيڻ گهرجي، جيستائين هن بنيادي تعليم جي ڪن درجن ۾ اڳيرائي نہ ڪئي هجي ۽ پنهنجي مادري ٻوليءَ ۾ مضبوط بنياد حاصل نہ ڪيو هجي. اها ڳالهہ بہ اوتري ئي اهم آهي تہ جڏهن انگريزيءَ جي تعليم شروع ٿئي تہ ان کي ٻين مضمونن ۾ ڪنهن بہ صورت ۾ تعليم جي ذريعي طور استعمال ڪرڻ نہ گهرجي. هندستاني اسڪولن ۾ اها مشق گهڻي قدر هلندڙ آهي تہ درسي ڪتابن جي ٽڪرن، نوٽس ۽ نہ سمجهہ ۾ ايندڙ جملن کي رٽي حافظي جي بنياد تي ياد ڪرڻ جو عمل ڪيو وڃي ٿو. ان جو ڪارڻ اهو سمجهہ ۾ اچي ٿو تہ شاگردن کي انگريزي ميڊيم ذريعي اهڙي مرحلي تي پڙهايو ٿو وڃي جڏهن سندن انهيءَ مضمون کي سمجهڻ لاءِ (ٻوليءَ جي) ضروري ڄاڻ اڃا ناڪافي هوندي آهي. جيڪو هو پڙهن ٿا. تعليم جي ذريعي طور انگريزي يا ديسي ٻوليءَ جي استعمال بابت واضح لڪير هئڻ گهرجي. جيڪا ٿلهي ليکي گهٽ ۾ گهٽ تيرنهن سالن جي عمر کان شروع ٿيڻ گهرجي. ڪنهن بہ سيڪنڊري اسڪول جي شاگرد کي اهڙي اجازت نہ ڏجي تہ هو پنهنجي ديسي ٻولي پڙهڻ ڇڏي ڏي، بلڪ اها آخر ۾ اسڪول مڪمل ڪرڻ تائين جاري رکڻ گهرجي.' (5)

اها ڳالهہ ڪجهہ شڪ پيدا ڪري ٿي تہ انگريزن پنهنجي راڄ ۾ اسڪولن ۾ آخر ڪهڙو تعليم جو ذريعو (ميڊيم) رکڻ ٿي چاهيو. اهو پڪ سان نٿو چئي سگهجي تہ حڪمرانن پرائمري اسڪول جي سطح تي عام ماڻهن لاءِ انگريزيءَ کي هر هنڌ هڪجهڙو تعليم جو ذريعو بنائڻ ٿي چاهيو (يا نہ؟) البت پاليسي بيانن مان اهو ظاهر ٿو ٿئي تہ هنن ٻٽي حڪمت عمليءَ کان ڪم پئي ورتو. هڪ طرف تہ هنن انگريزي ٻوليءَ کي هندستانين جي ان طبقي ۾ فروغ پئي ڏنو جيڪو 'هڏ رت ۽ رنگ ۾ هندستاني' ۽ 'ذهني طور انگريز' هجي. تہ ٻئي طرف عام ماڻهن ۾ ديسي ٻولين کي اڳتي پئي وڌايو.

ان کي انگريزن جي حڪومت جي نو آبادياتي حڪمت عمليءَ جي تناظر ۾ ڏسڻ گهرجي. جنهن نوآباديت/بينڪي راڄ کان پوءِ واري دور تي

وڏو اثر وڌو ۽ پرڏيهي پاليسي (Foreign Policy) ۽ سفارتڪاريءَ (Diplomacy) جي هٿيار طور انگريزي ٻوليءَ جي سکيا (English Language Teaching-ELT) کي استعمال ڪيو.

ميڪاليءَ جي پاليسيءَ جو مجموعي اثر اهو هو تہ، نادانستا طور سهي، انگريزيءَ جي استعمال کي فروغ مليو ۽ جيئن هن چاهيو ٿي ائين محض هڪ طبقي تائين نہ رهيو. ائين تہ ٿيڻو ئي هو. پهرين ڳالھ اها ٿي تہ انگريزي ڳالهائيندڙن کي حڪمران اوچي طبقي ۾ شامل ڪرڻ لاءِ اڳتي آڻڻ واري پاليسيءَ سبب هر ڪنهن ماڻهوءَ ساڳيون رعايتون ۽ مراعتون حاصل ڪرڻ لاءِ انگريزي سکڻ جي ڪوشش ڪئي. ٻيو وري حڪومت طرفان رڳو انگريزيءَ ۾ تعليم جي لاءِ، سا بہ هڪ ننڍي طبقي خاطر، مالي مدد جي فيصلي جي نتيجي ۾ اصلوڪين ٻولين کي زبردست ڌڪ لڳي ويو. جڏهن 1837ع ۾ حڪومت طرفان فارسيءَ جي جاءِ تي انگريزي آندي وئي، جيڪا (فارسي) ان وقت تائين سرڪاري ٻولي هئي، تہ پوءِ انگريزي ڄاڻڻ تہ لازمي ٿي پئي. هڪ ڏهاڪي کان پوءِ اهو اعلان ڪيو ويو تہ انتظامي آسامين تي صرف اهي هندستاني رکيا ويندا جن انگريزيءَ ۾ تعليم حاصل ڪئي هوندي. انهيءَ پاليسيءَ توقع موجب، صرف انهن هندستانين کي خاص اهميت ڏياري جن انگريزي سکي، جيڪا پوءِ تعليم جي ذريعي کانسواءِ انتظاميا، واپار ۽ تجارت ـ مطلب تہ سماج جي سمورن فعال شعبن جي ٻولي بنجي وئي. ائين اها ٻولي سمورن سماجي ۽ مادي فائدن حاصل ڪرڻ جو 'دروازو' بڻجي اڀري.

اهو ڌيان ۾ رکڻ گهرجي تہ اها 'لئنگئيج پاليسي' سمورن برطانوي نو آبادياتي علائقن ۾ لاڳو ڪئي وئي، جنهن برطانوي راڄ جا ڪيترائي ڪارج سر ڪيا. پر جنهن ڳالھ کي تمام گهڻي ڌيان سان ڏسڻ گهرجي سا اها تہ برطانوي راڄ وارن سمورن ملڪن ۾ انهن ڪهڙي قسم جا تعليمي مقصد حاصل ڪيا ۽ انهن ان دور ۾ انهن بيئڪي ملڪن ۾ تعليم جي ڦهلاءَ جي ڏس ۾ ڪهڙو اثر ڪيو. جيئن ميڪالي پاڻ چيو هو تہ تعليم جو مقصد هندستانين جو اهڙو طبقو پيدا ڪرڻ هو جيڪي حڪمرانن ۽ سندن رعايا جي وچ ۾ ترجمانن ۽ ٿياڪڙي ڪندڙن جو ڪم ڪن تہ جيئن انتظاميا جي

مٿين سطح جي انگريز عملدارن کي اصلوڪيون ديسي ٻوليون نہ سکڻيون پون (جيتوڻيڪ ڪجھ چالاڪ ماڻھن اهي سکيون). مقامي عملدارن جي وفاداريءَ جي پڪ ڪرڻ لاءِ تعليمي پاليسيءَ مقامي عملدارن جي پسند ناپسند، راين، اخلاقي قدرن ۽ دانشورانہ سوچ کي برطانوي ڪلچر ۽ خيالن جي سانچي ۾ ڍارڻ جي ڪوشش تي ڪئي.

ويهين صديءَ جي شروعات تائين جڏهن مٿي ذڪر ڪيل 1904ع وارو سرڪاري دستاويز جاري ٿيو ان وقت تائين انگريزن انهيءَ منطق کي قبول ڪيو تہ اڪثريت کي سندن پنهنجن ٻولين ۾ تعليم ڏيڻ گهرجي. انهيءَ ڪري پرائمري سطح تي ديسي ٻولين جي استعمال تي زور ڏنو ويو. انگريزي صرف سيڪنڊري سطح تي متعارف ڪرائي وئي. ڊينمارڪ جي روزڪلڊ يونيوسٽي سينٽر (Roskilde University Center) جي انگريزي ٻوليءَ جي ليڪچرر ۽ ٻوليءَ جي تدريس سان لاڳاپيل رابرٽ فليپسن (Robert Phillipson) انگريزيءَ جي ٻين ٻولين مٿان برتريءَ جي عمل کي 'انگريزي ٻوليءَ جي استعماريت' سڏيو آهي ۽ چوي ٿو تہ انهيءَ کي قائم رکڻ لاءِ "انگريزيءَ ۽ ٻين ٻولين جي وچ ۾ ثقافتي ۽ ساختياتي اڻ برابريون پيدا ڪرڻ ۽ مسلسل انهن کي قائم رکڻ جو عمل ڪيو وڃي ٿو. (7)

انگريزيءَ جو اهو ٻئي پهلو آهي، جنهن اسان جي سماج ۾ موجود اڻبرابرين کي وڌايو آهي. انهي طرز عمل کي گذريل ڪيترن سالن کان مختلف سببن زور ورتايو آهي، جهڙوڪ جديد ڪم ڪرڻ لاءِ حاڪمن جي ضرورت پوري ڪندڙ ٻوليءَ جو هئڻ، جيڪا انگريزي پوري ڪري ٿي، ٻيو اها جدت جو هڪ وسيلو پڻ آهي. ٻئي طرف قومي ٻولي سماجي ثقافتي ميلاپ کي فروغ ڏيڻ لاءِ هڪ ڳنڍيندڙ جُز طور استعمال ڪئي وئي آهي. ڪن ٻين موقعن تي جڏهن مختلف اصلوڪيون ٻوليون قومي منظر ۾ ڪو مقام حاصل ڪرڻ لاءِ هڪٻئي سان چٽاڀيٽيءَ ۾ هونديون آهن، ڇو تہ مختلف نسلي گروهہ پنهنجي پنهنجي سڃاڻپ تي زور ڏيندي لساني برتريءَ جي دعوي ڪندا آهن، تڏهن انگريزي مصالحت جو ڪردار ادا ڪندي آهي. (8) انهيءَ ڳالهہ نو آبادياتي دور کان پوءِ هڪڙي رجحان کي جنم ڏنو

سو اهو تہ انهن سيني برطانوي سلطنت جي ڪالونين ۾ انگريزن جي وڃڻ کان پوءِ بہ انگريزي ٻولي پنهنجي برتري قائم رکندي آئي آهي.

برطانوي سلطنت مان برطانيا جي نڪري وڃڻ کان پوءِ بہ انگريزيءَ جي استعمال جو تسلسل برطانوي سفارتڪاري ۽ پرڏيهي پاليسيءَ جي مقصدن جو پورائو ڪندو رهيو. انهيءَ وائيٽ هال (بادشاهت جو مرڪز) جو اثر اڳوڻن نوآبادياتي ملڪن ڪي قائم رکڻ ۽ نوآباديات جي خاتمي جي صدمي کي گهٽ ڪرڻ جو ڪم ڪيو. تاريخدانن جو چوڻ آهي تہ جنگ کان پوءِ واري دور ۾ برطانيا ملٽري طاقت, تجارت ۽ سفارت کان بہ وڌيڪ عالمي معاملن ۾ نسبتاً وڏو ڪردار حاصل ڪري ورتو آهي, جنهن جو سبب سنڌن ٻوليءَ ۽ ڪلچر جو ڦهلاءُ آهي.

جيتوڻيڪ دير سان, پر برطانوي حڪومت ثقافتي سفارتڪاري يا ڪلچر ڊپلوميسيءَ جي اهميت کي سمجهي ورتو. واپاري دنيا جي چوڻ تي خاص طور برٽش ڪائونسل سنڌن فنڊن سان قائم ڪئي وئي. پر پوءِ آهستي آهستي حڪومت جي پنهنجي دلچسپي بہ ان وقت وڌي وئي جڏهن انهن ڏٺو تہ ڪيئن برٽش ڪائونسل سنڌن پرڏيهي پاليسيءَ جا مقصد پورا پئي ڪري. برٽش ڪائونسل جي بجيٽ جي لاءِ برطانوي حڪومت جي گرانٽ 1935ع ۾ 6000 پائونڊن مان وڌي 1939ع ۾ 86000 پائونڊ ۽ 1990ع ۾ ڪل 321 ملين پائونڊ ٿي وئي. (9)

انگريزي ٻولي ان جو وڏو هٿيار سمجهي وئي. انگريزيءَ کي اهڙي مهارت سان نرم مزاج قوت جي وسيلي اُهي فائدا وٺڻ لاءِ استعمال ڪيو ويو, جيڪي هونءَ جيڪر برطانيا کي نہ ملن ها.

انگريزيءَ کي برطانيا جي وڏي ۾ وڏي دولت سمجهندي, جيڪا نارٿ سِي آئل (North Sea Oil) کان بہ وڌ هجي, برٽش ڪائونسل جي 1983ع واري ساليانيءَ رپورٽ ان ڏس ۾ صاف صاف پڌرو ڪيو آهي تہ:

"اسان وٽ هاڻي اها قوت يا طاقت ڪانهي جنهن سان ڪنهن وقت اسين پنهنجي مرضي مڙهيندا هئاسين پر پوءِ بہ برطانيا جو اثر قائم ۽ دائم آهي جيڪو ان جي معاشي ۽ فوجي وسيلن کان بہ وڌيڪ تناسب رکي ٿو. اهو ڪنهن حد تائين ان ڪري بہ آهي جو انگريزي ٻولي سائنس,

ٽيڪنالاجيءَ ۽ واپار جي ٻولي آهي، جنهن جي طلب ڪڏهن پوري ٿيڻي ناهي ۽ اسين ان جو جواب ’ميزبان‘ ملڪن جي تعليمي نظام جي ذريعي پڻ ڏيون ٿا.“(10)

انگريزي ٻوليءَ جي فروغ واري اها پاليسي جيڪا برطانيا جي ڪلچرل ڊپلوميسي/ثقافتي سفارتڪاري لاءِ آهي، ان جو پاڪستان جي تعليمي نظام تي تمام گهڻو اثر آهي. پهرين ڳالهه ته انگريزيءَ جي فوقيت يا برتريءَ قومي ٻولي اردو ۽ ٻين اصلوڪين ٻولين جي اهميت کي گهٽائي ڇڏيو ۽ ٻيو اهو ته انگريزي ٻولي ”انگريزن وانگر“ ڳالهائيندڙن کي اوچي طبقي وارو رتبو ملڻ جي ڪري ٻين ٻولين سماجي، ثقافتي سطح تي توڙي تعليمي نظام ۾ پنهنجي اهميت وڃائي ڇڏي، اهو زوال مڪمل ۽ لاڳيتو ايندو رهيو آهي. ائين به ڪونهي ته ڪو انگريزي ٻين ٻولين سان گڏ رهي نٿي سگهي، بلڪل رهي سگهي ٿي جيئن ان ٻين ملڪن ۾ ڪيو آهي. انگريزيءَ جي فروغ لاءِ ڪيل سوچيل سمجهيل ۽ توريل تڪيل ڪوششن جي ڪري ۽ انهن سان لاڳاپيل ثقافتي سفارتڪاريءَ جي وسيلي طور استعمال سبب ان جا ڏور رس ردعمل پڌرا ٿيا.

## 1947 کان اڳ ۾ ٻوليءَ جو سوال

جيڪڏهن انگريزيءَ جو تاريخي اپاءُ برطانوي حڪمرانن جي رٿابنديءَ واري پاليسيءَ سان منسوب ڪري سگهجي ٿو ته ان ڳالهه کان به انڪار نٿو ڪري سگهجي ته مقامي حالتن پڻ اهڙو ماحول تخليق ڪيو جيڪو انگريزي ٻوليءَ لاءِ سازگار هو. اهو عمل آزاديءَ کان گهڻو اڳ ان وقت نمايان ٿيو هو جڏهن برطانيا هندستان تي پنهنجي قبضي کي مضبوط ڪري رهيو هو. نوآبادياتي حڪمرانن کان آزادي حاصل ڪرڻ لاءِ جدوجهد ڪندڙ مکيه ڪردارن وٽ ٻوليءَ کي قومي سڃاڻپ جو درجو حاصل هو جن ۾ انڊين نيشنل ڪانگريز ۽ آل انڊيا مسلم ليگ شامل هيون. جيئن ته هندن توڙي مسلمانن مختلف ٻولين ٿي ڳالهايون، ان ڪري اردو ۽ هندي انهن جا اهڃاڻ بڻجي ويون. اهي ٻئي نحوي بناوٽ ۽ گرامر ۾ جيئن ته ٻنهه هڪ جهڙيون هيون، ان ڪري انهن ۾ فرق ڪرڻ لاءِ انهن جي لفظي خزاني ۾ لپيءَ کي بنياد بڻايو ويون. هندي ديوناگري لپيءَ ۾ سنسڪرت جي لفظن سان

ڀرپور ٻولي هئي تہ اردو وري نستعليق (فارسي) لپي ۽ عربي ۽ فارسيءَ کان ورتل لفظن سان ڀريل ٻولي هئي، ۽ اهي بہ ٻوليون ٻنهي ڪميونٽين ڪي جوڙڻ بدران سياست ۾ ڪين ورهائڻ جو سبب بڻيون. اها ڪيڏي نہ عجيب ڳالهہ ٿي لڳي تہ ڳالهائڻ واري جو مذهب طي ڪري تہ هن جي ڳالهايل ٻولي هندي آهي يا اردو ۽ ان جو اسڪرپٽ ڪهڙو هوندو! پر ائين ئي ٿيو. حالانڪ سندن ادب ۾ خاص ڪري ترقي پسند تحريڪ جي اديبن ۾ اهڙي ڪا رڪاوٽ ڪانہ هئي، جنهن تحريڪ هندو ۽ مسلمان اديبن کي، شاعرن ۽ ليکڪن کي ادبي سرگرمين ۽ خيالن جي دائري ۾ تمام ويجهو آڻي ڇڏيو هو. اهڙيءَ ريت دنيا جي تاريخ ۾ بہ ٻوليون پنهنجي ڳالهائيندڙن جي مذهب جي حوالي سان سڃاڻپ ۾ آيون.

طارق رحمان جي بقول هندي (يا هندوي، جيڪو نالو اتر هندستان ۾ ڳالهائجندڙ ٻوليءَ کي 13 کان 18 صديءَ تائين ڏنو ويو هو)ٻولي تہ هندن ۽ مسلمانن جي ثقافتي ميلاپ جو نتيجو هئي. هن جو چونڊ آهي تہ هيءَ ٻولي ڪنهن مذهب جي يا طبقي جي سڃاڻپ جي نشاني ڪانہ هئي. هن کي اهي معنائون ان وقت مليون جڏهن 18 صديءَ جي پڇاڙيءَ ۾ اثر رسوخ وارن لساني سڌارا آڻيندڙن، خصوصاً اردو شاعرن، ان کي مٿئين طبقي جي علامت بنائڻ شروع ڪيو. انهيءَ مان عوامي ڳالهائڻ جا لفظ ۽ سنسڪرت جو استعمال ڏار ڪري، ان ۾ عربي ۽ فارسي لفظ وجهڻ سان اها ٻولي مسلمان سڃاڻپ ۽ (خاص) طبقي جي ٻولي بڻجي وئي. ان کان پوءِ جلد ئي هندو سڌارڪن بہ هنديءَ کي پنهنجي سڃاڻپ جو اهڃاڻ بڻائي ڇڏيو. (11)

اوڻهين صدي ۽ ويهين صديءَ جي شروعات ۾ اردو ۽ هنديءَ ۾ اختلافن تمام گنڀير رخ ورتو جيڪو بنيادي طرح انڊين نئشنل ڪانگريس ۽ مسلم ليگ جي وچ ۾ طاقت جي ورهائجڻ سبب ٿيو. هنن جي لاءِ اهي بہ ٻوليون هندن ۽ مسلمانن جي سڃاڻپ جون علامتون بنجي ويون ۽ انهن کي خالص سياسي بنيادن تي ترقي ڏني وئي. (12)

انگريز حڪمرانن کي جتي جتي انهن ٻن ڌرين کي خوش ڪرڻ ۽ امن امان جي قائم رکڻ جي ضرورت پئي، انهن ڏاڍو مشڪوڪ طريقو اختيار ڪيو. پر ڪي ماڻهو سمجهن ٿا تہ انگريزن ٻنهي ٻولين ۾ ڀيل ڏار کي اڃا بہ وڌايو.

ٻارن جي بيمارين جو ڊاڪٽر عبدالجميل خان، جيڪو نيويارڪ جي هڪ سکيا ڏيندڙ اسپتال ۾ ڪيرپياڪ ٻارن جي ڳالهائڻ جي اوسر بابت پڙهائيندو آهي، ان ڳالهه ۾ يقين رکي ٿو تہ اهو فورٽ وليم ڪاليج هو جتي حقيقت ۾ هندي ٻوليءَ جي جوڙجڪ جو عمل شروع ٿيو. اتي هنديءَ کي هڪ ديسي اصلوڪي آريائي ۽ هندو ٻوليءَ طور وڌايو ويو. اردوءَ کي ٻاهران آيل ۽ مسلمان چيو ويو. ظاهر آهي تہ انهيءَ ورهاست جو هڪڙو پهلو معاشي بہ هو. هڪ طرف اهي هندو هئا، جيڪي انگريزي پڙهيل، مسلمانن جي خلاف ۽ گهٽ تعداد ۾ پر روزگار وارا هئا. ٻئي طرف اهي مسلمان هئا، جيڪي اردو ڳالهائيندڙ هئا جن کي مغل سهارو ڏيندا هئا. اها ڊوڙ آباديءَ جي هڪ ننڍڙي يعني ٿي سيڪڙو حصي جي پنهنجي حصي لاءِ ڊوڙ هئي. عبدالجميل خان لکي ٿو: 'هنن جي لاءِ اوڻيهين صديءَ جي هندستان ۾ تعليم، ٻولي، لپيءَ ۽ انهن جي نوڪرين سان لاڳاپي جو معاملو ايترو ئي سنگين هو جيترو اڄ آهي.' (13)

هاڻي اها ڳالهه گهڻي قدر مڃي وئي آهي تہ ٻوليءَ بابت پاليسيون روايتي طرح سان هڪ ننڍڙي رعايت يافتا مٿئين طبقي جي طاقت کي پختو ڪرڻ لاءِ استعمال ڪيون وينديون آهن. پوءِ ڀلي تہ اهي عوام جي مفاد جي خلاف ڇو نہ هجن.

ورهاڱي کان پوءِ ٻنهي ٻولين ۾ ورهاست جاري رهي پر اها هندستان ۽ پاڪستان جي تعلقات جي تناظر ۾ وڌيڪ هئي. ان پاڪستان جي گهرو پاليسيءَ تي ڪو اثر ڪونہ وڌو ڇو تہ جن علائقن تي اهو مشتمل آهي انهن ۾ هندي ڳالهائيندڙ بنهہ ڪونہ هئا. ان جي ڀيٽ ۾ هندستان ۾ اردو ڳالهائيندڙن جو چڱو وڏو تعداد موجود هو ۽ اتي ڪجهہ علائقن ۾ اڃا بہ اردو ڳالهائي وڃي ٿي.

هنن ٻن ٻولين جي ڪري جيڪا غير معمولي ڳالهہ پيدا ٿي آهي، اها مون پنهنجي هڪ ذاتي تجربي مان محسوس ڪئي. ستر جي ڏهاڪي ۾ پنهنجي اخبار ڊان جي نمائندگي ڪرڻ لاءِ جڏهن آءٌ يورپي ملڪن جي گاديءَ جي شهرن ۾ "دي انڊين ايڪسپريس" اخبار جي ايڊيٽر ايس ملگونڪر سان "One World Supplement" (دنيا جو هڪ پرچو) جي ايڊيٽوريل

گڏجاڻين ۾ ملندي هئس تہ ساڻس اردو ڳالهائيندي هئس. اسان جا يورپي دوست جڏهن پڇندا هئا تہ ڪهڙي ٻولي پيا ڳالهايو تہ آءٌ چوندي هئس "اردو" تڏهن ملگونڪر يڪدم رڙ ڪندو هو "هندي". تڏهن اهي دوست پريشان ٿي ويندا هئا. اسين ٻئي کلڻ لڳندا هئاسين ۽ هو صرف پرون ڪٽي ڪلهن کي جهٽڪو ڏيندا هئا. اها ورهاست هاڻي اچا وڌيڪ هندستان ۽ پاڪستان جي وچ ۾ پنهنجي پنهنجي سڃاڻپ ۽ مقام لاءِ ٿيندڙ ڇتاپيتيءَ جي ڪري وڌي وئي آهي. ڪيترين ئي آمريڪي يونيورسٽيون اردو ۽ هندي کي ٻن جدا ٻولين جي حيثيت ۾ پڙهائين ٿيون. جنهن سان انهن هندستاني ۽ پاڪستاني شاگردن ۾ ڇڪتاڻ گهٽ نہ ٿي ٿئي، جيڪي اتي هندي ۽ اردو ٻوليون پڙهن ٿا. انهن ۾ ڳانڍاپو وڌائڻ جي لاءِ پروفيسر گيانم مهاجن لاس اينجلس جي ڪيليفورنيا يونيورسٽيءَ ۾ هڪڙو هندي-اردو پروگرام (ڪورس) شروع ڪيو آهي. اهو هاڻي آمريڪا ۾ انرولمينٽ جي لحاظ کان سڀ کان وڏو ٻوليءَ وارو ڪورس آهي، هاڻي هندي-اردوءَ کي ميندرين، انگريزي ۽ اسپيني ٻولين کان پوءِ دنيا جي چوٿين نمبر تي وڏ ۾ وڏ ڳالهائجندڙ ٻولي چيو وڃي ٿو. اتي ٻئي لپيون ديوناگري ۽ نستعليق پڙهايون وڃن ٿيون. (14)

## 1947 کانپوءِ لساني اختلاف

پاڪستان جي رياست ۾ ٻولي- هن ڀيري هندي نہ- ورهائيندڙ عنصر طور وقت بوقت اڀرندي رهي آهي، جنهن جي ڪري اسٽيبلشمينٽ کي انگريزيءَ جي تائيد ڪرڻ ۾ سولائي ٿيندي آهي. هر دفعي جڏهن بہ ڪنهن ٻوليءَ بابت جهيڙو اٿندو آهي تہ اهو ڪنهن نہ ڪنهن مرحلي تي ڪنهن نسلي گروهہ، ڪميونٽيءَ يا طبقي جي طاقت لاءِ ڪوشش سان سڌو يا اڻ سڌو ڳنڍيل نظر ايندو آهي. ملڪ جي جاگرافيائي، آباديءَ جي ڳٺپ يا سياسي صورتن ۾ بي قاعدگيءَ جا اهڃاڻ ان کي وڌيڪ پيچيدو بڻائي ڇڏيندا آهن.

اردو جيڪا هڪ ديسي زبان طور 1947 کان اڳ ۾ مسلمان پنهنجن تعليمي ادارن ۾ استعمال ڪندا هئا، انهي تعليمي نظام ۾ پنهنجي برتر حيثيت برقرار رکي. ان ۾ ٻين ٻولين جا لفظ قبول ڪرڻ جي جيڪا

صلاحيت آهي، ان ڪري اردو جلد ئي هڪ ڳانڍاپي واري ٻولي بنجي وئي، جيڪا سولائيءَ سان ڳالهه ٻولهه جي لاءِ استعمال ٿيڻ لڳي. ٻي ڳالهه تہ اهي اردو ڳالهائيندڙجن اتر هندستان جي مسلم اقليتي صوبن مان پاڪستان لاءِ جدوجهد ڪئي هئي، اهي حڪومت تي پنهنجي قبضي ۽ ڪاموري شاهيءَ ۾ وڏن عهدن جي ڪري سماج تي پنهنجي ٻولي مڙهي سگهيا.

جيتوڻيڪ پاڪستان ۾ ٻولين جو جهيڙو سياسي ميدان تي پهريون ڀيرو ان وقت ظاهر ٿيو جڏهن بنگال اردوءَ جي فوقيت جي خلاف مزاحمت ڪئي، پر ان جو اثر تعليم تي تمام گهٽ پيو. بنگال جي اسڪولن بنگاليءَ ۾ پڙهائڻ جاري رکيو ۽ اها روايت 1971 ۾ بنگلاديش جي آزاديءَ کان پوءِ بہ قائم آهي. درحقيقت مغربي پاڪستان جي تعليمي نظام ۾ اردوءَ جي فوقيت ٻين ٻولين تي تمام وڏو اثر وڌو. اردو صرف هڪ ننڍڙي اقليت جي ٻولي هئي، جيتوڻيڪ اڪثر ماڻهو اها سمجهي ۽ ڳالهائي ٿي سگهيا. 1998ع جي آدم شماريءَ موجب پاڪستان ۾ اٺ وڏيون ٻوليون آهن. ملڪ جي آباديءَ ۾ اهي ٻوليون ڳالهائيندڙن جو سيڪڙو هيٺ خاڪي نمبر 2.1 ۾ ڏجي ٿو.

**شڪل 2.1: پاڪستان ۾ ڳالهائجندڙ مک زبانون (سيڪڙو)**




ذريعو: 1998ع واري پاڪستان جي آدمشماري

جيڪي علائقا هن وقت پاڪستان جوڙين ٿا. انهن مان ڪجهہ علائقن ۾ 1947ع کان اڳ اردو تعليم جي ٻولي هئي، پر ڪن ٻين علائقن ۾، جيئن سنڌ اتي علائقي جي پنهنجي ٻولي اسڪولن ۾ تعليم جي ذريعي طور استعمال ٿيندي هئي. 1995ع ۾ جڏهن اولهہ پاڪستان وڏيڪ آباديءَ جي ڪري سگهارو صوبو هو تہ ان جي سياسي طاقت گهٽ ڪرڻ لاءِ ون يونٽ نافذ ڪيو ويو تڏهن اها اردو زبان هئي، جيڪا ان وقت اولهہ پاڪستان جي سمورن اسڪولن جي تعليم مٿان مڙهي وئي هئي. سنڌي ٻولي جيڪا پاڪستان جي ٻين سمورين ’صوبائي ٻولين‘ کان وڌيڪ ترقي يافتا هئي، ان جي حيثيت گهٽجي رڳو هڪ ’علائقائي ٻولي‘ جي سطح تي اچي بيٺي. انهيءَ سنڌيءَ تي تمام خراب اثر وڌو ڇاڪاڻ جو ڇهين درجي کان مٿي ان جو تعليم جي ذريعي طور استعمال ختم ٿي ويو جنهن تي سنڌين کي تمام گهڻو ڏک پهتو. اهڙيءَ ريت اولهہ پاڪستان ۾ (ضم ٿيل) صوبن جي تعليم ۾ اردوءَ کي مٿانهين حيثيت حاصل ٿي وئي. اهو تہ 1971ع کان پوءِ جو دور هو جڏهن انهن علائقائي ٻولين جي ڳالهائيندڙن جي احساسن جي باري ۾ وڏي عوامي سجاڳي پيدا ٿي، جن تي اگرا اثر پيا هئا. سنڌ ۾ سنڌي اردوءَ جو جهيڙو شروع ٿي ويو جنهن سان ڪراچيءَ ۾ لساني فساد ٿي پيا. سنڌي ٻوليءَ جي تحريڪ ۾، آزاديءَ کان اڳ ۾ ئي زبردست قومپرست رجحان موجود هو جڏهن سنڌ بمبئي پريزيڊنسيءَ جو حصو هئي.

ان ٻوليءَ جي اختلاف جو سڌو سنئون اثر تعليمي نظام تي محسوس ڪيو ويو. سنڌ جو (سکيا، فروغ ۽ استعمال وارو سنڌي ٻوليءَ جو) ايڪٽ 1972ع جيڪو 7 جولاءِ 1972ع تي سنڌ اسيمبليءَ پاس ڪيو هو انهيءَ ۾ اهڙو فارمولو ڏنو ويو هو جنهن سان بحران جو خاتمو ٿي سگهي (15). ان جو سڌو سنئون تعلق اسڪول ۾ پڙهائجندڙ ٻوليءَ سان هو. جيئن تہ ان وقت پيپلز پارٽي جي حڪومت هئي ۽ اها اقتدار ۾ هئي، ان ڪري مٿين طاقتن لاءِ هن ٻيري ممڪن ڪونہ هو تہ سنڌي قومپرستن طرفان ٿيل مطالبن کي ٽاري سگهن. ان سان گڏوگڏ سنڌ ۾ رهندڙ سنڌي ۽ اردو ڳالهائيندڙ قوميتن ۾ دوري گهٽجي ٿي چڪي هئي. جيڪڏهن ڏنو وڃي تہ سياسي طاقت ۾ توازن جي لاءِ انتظاميا جي ٻوليءَ

بابت فيصلي جا گهٽائي پوشيده مقصد هئا ۽ صوبي ۾ اردوءَ سان گڏ سنڌيءَ کي بہ لازمي مضمون طور شامل ڪرڻ، اصل ۾ ٻنهي ڌرين ۾ ناهہ جي ڪوشش هئي تہ جيئن اهي هڪٻئي جي ويجهو اچي سگهن. تعليم جي نظام ۾ ٻنهي ٻولين کي اڳتي آڻڻ جي لاءِ اهو فيصلو ڪيو ويو تہ اردو ڳالهائيندڙن لاءِ چوٿين ڪلاس کان سنڌي لازمي مضمون طور متعارف ڪرائي ويندي، ساڳيءَ ريت اردو وري سنڌي ڳالهائيندڙن کي لازمي مضمون طور پڙهائي ويندي.

ان جو نتيجو ڇا نڪتو؟ سنڌي ڳالهائيندڙ جيڪي سنڌي ميڊيم اسڪولن ۾ پڙهي رهيا هئا، اڳتي اردوءَ ۾ پڙهيا هئا. هاڻي اهي 'سليس اردو' (جيئن ان کي سڏيو ٿو وڃي) جو امتحان پاس ڪرڻ سان ان ٻوليءَ جي مڃتا حاصل ڪري ٿي سگهيا. جيڪا سندن لاءِ ڪا ڏکي ڳالهہ ڪانہ هئي.

اصل مسئلو تہ اردو ڳالهائيندڙن لاءِ هو جن گذريل اڍائي ڏهاڪن ۾ انهيءَ سرزمين جي ٻولي سکڻ جي ڪابہ ڪوشش ڪانہ ڪئي، جنهن سندن ان وقت دل سان آجيان ڪئي هئي، جڏهن ورهاڱي وقت هو پنهنجا گهر گهاٽ ڇڏي پڄي آيا هئا. انهن ۾ لساني ۽ ثقافتي برتريءَ جو هڪڙو احساس پلجي رهيو هو. هندستان جي مسلم اقليت وارن صوبن جي شهري علائقن مان آيل مهاجر شروعات ۾ انتظاميا ۾ تمام وڏي انگ ۾ هئا، ان ڪري اهڙي حيثيت ۾ هئا جو اردوءَ کي قومي ٻولي قرار ڏياري سگهن. انهن سنڌ ۾ ٿيل لساني فسادن ۾ ضايع ٿيل ٻن جانين کان پوءِ ناهہ ڪرڻ جي مقصد سان اسڪولي نظام ۾ سنڌي ٻوليءَ کي لاڳو ڪرڻ کي قبول ڪيو.

اهو فارمولو متعارف ٿيڻ جي 29 سالن کان پوءِ اڄ سنڌ ۾ ٻوليءَ جي صورتحال ڪيئن آهي؟ هينئين سطح تي ڪا خاص تبديلي ڪانہ آئي آهي. سنڌ جي اسڪولن ۾ هزارين آساميون سنڌي لئنگئيج ٽيچرس جو ن پيدا ڪيون ويون. ميٽرڪ جو امتحان ڏيندڙ شاگرد نائين ڪلاس ۾ هڪڙو پيپر سنڌيءَ جو ڏيڻ جا پابند آهن، پر افسوس سان چوڻو ٿو پوي تہ اردو ڳالهائيندڙ اڃا بہ روانيءَ سان سنڌي ڳالهائي نٿا سگهن. جيتوڻيڪ گهٽ ئي ٻوليءَ وارو اهو امتحان پاس ڪيو هوندو. عام حالتن ۾ سنڌي ٻوليءَ جي سکيا، صوبي جي نوجوانن جي وڏي انگ جي لاءِ، ان کي ٻي ٻولي (second language) واري حيثيت ڏياري ها. پر اسان جي تعليمي نظام جو خراب معيار ۽ نااهل استادن اهو ممڪن

بنايو آهي تہ شاگرد ٻولي سکڻ کانسواءِ ان جو امتحان پاس ڪري سگهن. سنڌي ٻوليءَ کي هڪ مضمون طور ڪورس ۾ صرف ان ڪري رکيو ويو آهي تہ سيڪنڊري اسڪول سرٽيفڪيٽ حاصل ڪرڻ لاءِ صرف امتحان پاس ڪيو وڃي. گائيڊبون ۽ حل ٿيل پيپر ممتحن کي مطمئن ڪرڻ لاءِ ڪافي آهن.

تڏهن کان معاملو اتي ئي بيٺو آهي. سنڌ ايڪٽ 1972ع مطابق سنڌيءَ کي يارهين ڪلاس ۾ متعارف ڪون ڪرايو ويو آهي. نجي ڪاليجن کي حڪومتي تحويل ۾ ونڻ واري عمل ان معاملي کي لٽڪائي ڇڏيو آهي. ”سنڌ پروفيسرس اينڊ ليڪچررس ايسوسيئيشن“ (سپلا) اوچتو 2005ع ۾ اها گهر ڪئي تہ ايڪٽ ۾ ڏنل انهيءَ نڪتي موجب سنڌيءَ کي يارهين ڪلاس ۾ متعارف ڪرائي قانون تي عمل ڪيو وڃي. اردو ڳالهائيندڙن طرفان ان خيال جي مزاحمت ٿي ۽ گهٽي ڇڪتاڻ پيدا ٿي نيٺ ان معاملي کي پٺتي ڌڪيو ويو. (16)

ٻين صوبن ۾ بہ صورتحال گهڻ پيچيده ڪانهي. جيتوڻيڪ قومپرستن ٻوليءَ کي سڃاڻپ جو اهڃاڻ بڻائي ڇڏيو آهي. اها اردو ٻولي هئي، جنهن کي عوام جي تعليم جي ٻوليءَ طور اڳتي آندو ويو. ڪجهہ وقت لاءِ تہ انهيءَ طريقي سان مقامي ٻولين ۾ موجود ڇڪتاڻ کي ماٺو ڪرڻ ۾ مدد ملي وئي، جيئن پختونخوا ۾ پشتو ۽ هندڪو پنجاب ۾ سرائيڪي ۽ پنجابي ۽ بلوچستان ۾ بلوچي ۽ براهوي وغيره. بلوچستان ۾ بلوچيءَ جي ترقيءَ جي شروعات دير سان ٿيڻ جي ڪري اردوءَ کي فوقيت ملي. شروع شروع ۾ هڪ معياري رسم الخط تيار ڪرڻ جي ڏس ۾ ڪوششون ڪيون ويون، پر هن وقت تائين عالم بلوچي ٻوليءَ لاءِ ڪنهن يڪسان رسم الخط تي متفق نہ ٿي سگهيا آهن، نہ ئي ٻهراڙي وارن علائقن ۾ پرائمري سطح تي بلوچي ۽ براهويءَ کي تعليم جو ذريعو بڻائڻ ۾ ڪاميابي حاصل ٿي آهي. اڄ بہ بلوچستان ۾ اسڪول جي سطح تي تعليم جي ذريعي طور اردو ٻولي هلندڙ آهي، سواءِ چند اوچي طبقي جي اسڪولن (elite schools) جي، جتي انگريزي استعمال ٿئي ٿي. اسڪولن ۾ پنهنجون ديسي ٻوليون نٿيون پڙهايون وڃن. ويجهڙائيءَ ۾ بلوچستان اسيمبليءَ هڪڙو ٺهراءُ پاس ڪيو آهي تہ صوبي اندر بلوچيءَ کي تعليم جي ٻوليءَ طور ضرور متعارف ڪرايو وڃي.

خيبرپختونخوا ۾ 2008ع وارين چونڊن ۾ عوامي نيشنل پارٽيءَ جي ڪاميابيءَ حڪومت کي تعليم جي معاملي ۾ ٻوليءَ بابت نوان قدم کڻڻ جو موقعو ڏنو. اهو معاملو ڪيترو حساس ٿي سگهي ٿو، اهو 2010ع ۾ ان وقت ظاهر ٿيو جڏهن صوبي سرحد جو نالو ڦيرائي خيبرپختونخوا رکيو ويو. اتي فساد ٿيا جن ۾ جانين جو نقصان ٿيو. ٻين ڳالهين کانسواءِ اهو خدشو ظاهر ڪيو ويو ته پشتو ٻين ٻولين جي مٿان حاوي ٿي ويندي، جن ۾ هندڪو کُووار سرائڪي ۽ ڪوهستاني شامل آهن، جن جي حقن لاءِ مختلف دورن ۾ سندن حامين طرفان سياسي طور ڪوششون ٿينديون رهيون آهن. 2010ع جي آڪٽوبر مهيني ۾ عوامي نيشنل پارٽيءَ جي حڪومت پشاور ۾ اعلان ڪيو ته سندن حڪومت تعليم ۾ گهڻ-لساني پاليسي متعارف ڪرائڻ لاءِ بل پاس ڪرائيندي. هاڻي پشتو هندڪو سرائڪي ۽ کووار توڙي ڪوهستانيءَ کي صوبي جي اسڪولن ۾ لازمي مضمونن طور پڙهائڻ جو اعلان ڪيو ويو آهي. جيڪو سرڪاري ۽ خانگي اسڪولن لاءِ يڪسان هوندو. اهي انهن علائقن ۾ پڙهايون وينديون جتي سندن ڳالهائيندڙن جي اڪثريت هوندي. اهڙي طرح پشتو صرف 17 ضلعن ۾ پڙهائي ويندي، جڏهن ته سرائڪي ٻولي ديره اسماعيل خان ۾ پڙهائي ويندي. ڪوهستان ۾ ڪوهستاني، چترال ۾ کووار ۽ پشاور ۽ اڳوٽي هزاره ڊويزن ۾ هندڪو پڙهايون وينديون. تعليم جي ذريعي بابت تفصيل معلوم نه ٿي سگهيا پر عام تاثر اهو آهي ته اردو تعليم جو ذريعو رهندي. ملڪ جي ٻين حصن وانگر اوچي طبقي جا اسڪول انگريزيءَ کي تعليم جو ذريعو رکن ٿا. (17)

ٻوليءَ کي نسلي سڃاڻپ جي اهڃاڻ طور استعمال ڪيو وڃي ٿو ۽ اها پنهنجي ڳالهائيندڙن جي سياسي ۽ اقتصادي مفادن جي حاصلات جو وسيلو به هوندي آهي. ٻئي طرف، گهڻن موقعن تي مصلحت کان پڻ ڪم ورتو ويندو آهي. جنهن جي ڪري عمل ۾ مستقل مزاجي نه هي رهي. اقتدار جي راند ۾ ڪڏهن ڪي گروهه مختلف مقصدن لاءِ مختلف ٻوليون استعمال ڪن ٿا. طارق رحمان جي بقول:

"آدرشي سطح تي، دانشورن مان ڪن ماڻهن جو ردعمل وڌيڪ پيچيدو آهي.... اهي پنهنجي سڃاڻپ ۽ ثقافتي ورثي کي محفوظ ڪرڻ

ٿا چاهين (جيڪو سنڌ ٻوليءَ ۾ ڳوهيل آهي) ۽ پنهنجي ڪميونٽيءَ
کي هڪڙي پريشر گروپ طور فعال ڪن ٿا. جيڪو سنڌي ٻوليءَ کي
رعايتن ۽ اقتدار ۾ گهربل حصو ڏيڻ لاءِ رياست تي زور رکي. سنڌي
ترغيب ڪهڙي به هجي ٻولي اهڙين سمورين جدوجهدن ۾ اهم بڻجيو
وڃي. اهو ئي سبب آهي جو پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ اردو ڳالهائيندڙن
اردوءَ کي اقتدار جي علامت طور استعمال ڪيو پر انگريزي مٿئين طبقي
جي ٻولي رهي. انگريزي ٻوليءَ جي اهميت ان وقت وڌي وئي، جڏهن
پنجابي ڳالهائيندڙن جون خواهشون ظاهر ٿيون. انهن کي 'پروٽو
اليٽس' (يا اقتدار جا بکيا) چئي انگريزي ڳالهائيندڙ اوچي طبقي سنڌين
خلاف مزاحمت ڪئي. (18)

فطري طور ٻوليءَ جي ان مونجهاري مان فائدو حاصل ڪندڙ ٻولي
انگريزي آهي، ڪراچيءَ ۾ سنڌي ميڊيم اسڪولن جي بند ٿيڻ جون
رپورٽون آهن، ڇو جو اتي داخلا جو انگ گهٽجي ويو آهي. انگريزيءَ لاءِ
مطالبو وڌندڙ آهي. اردو ڳالهائيندڙن وانگر سنڌي ڳالهائيندڙ مائٽ به
انگريزيءَ کي تعليم جي ذريعي طور ترجيح ڏين ٿا. شاهوڪار ماڻهو
پنهنجن ٻارن کي مهانگن اسڪولن ۾ موڪلين ٿا جتي انگريزي پڙهائي ٿي
وڃي ۽ اهي کين ڪئمبرج بورڊ جي 'او' ۽ 'اي' ليول امتحانن جي تياري
ڪرائين ٿا.

آهستي آهستي طبقاتي معاملي قومپرستيءَ کي پس منظر ۾ ڌڪي ڇڏيو
آهي، جتي اوچي طبقي وارا وڌ ۾ وڌ انگريزيءَ ڏانهن وڃي رهيا آهن. جيئن هو
اقتدار ۽ برتريءَ وارا مقصد حاصل ڪري سگهن. اردو ڳالهائيندڙن جو گهٽ
وسيلا رکندڙ طبقو اقتدار جي سٽاءَ ۾ هيٺئين درجي جي آسامين تي هليو ويو آهي،
ڇاڪاڻ جو هو انگريزيءَ ۾ مهارت حاصل نه ڪري سگهيا. خاص ڪري ڳالهائڻ
جي معاملي ۾، پر سنڌي ٻارن انگريزي ڪنئي ۽ هاڻي انگريزي انهيءَ اوچي طبقي
جي چونڊيل ٻولي آهي، پوءِ سنڌي ابن ڏاڏن جي مادري ٻولي ڪهڙي به هجي.

اڄ انگريزي ٻولي، خاص ڪري جنهن طريقي سان ڳالهائي وڃي ٿي.
هڪ وڏو طبقاتي مسئلو آهي. اوچي طبقي جو زور آهي ته اها برطانوي يا
آمريڪي لهجي ۽ اچارن سان ڳالهائڻ گهرجي. ان جو ادب به ضرور پڙهيل

هجي. جيئن هڪ انگريزي ادب جي استاد مون کي ٻڌايو تہ انگريزي ادب جي پڙهائي هڪ وڏو ڪاروبار بنجي ويو آهي. آءٌ ڪوئيٽا جي هڪ اوچي طبقي جي اسڪول ۾ او ليول ۾ پڙهندڙ شاگرديائيءَ کي سڃاڻان. جيڪا خاص طور ڪراچيءَ اچي پنهنجي نانيءَ جي گهر رهي تہ جيئن ڪجهہ مهينا ٽيوشن وٺي پنهنجي انگريزي ادب جي ڄاڻ کي بهتر ڪري سگهي. ڇو جو سندس چوڻ موجب 'اهو ضروري آهي تہ ماڻهو انگريزي ڳالهائيندڙ کي سمجهن". طارق رحمان انهيءَ ضرورت کي پورو ڪندڙ اسڪولن کي "مراعتن جو پاسپورٽ" سڏيو آهي. اهڙن اسڪولن جي ناهيندڙن لاءِ هو لکي ٿو:

"اهي پاڪستان کان ڌار ٽيل آهن. خاص ڪري ان جي ديسي اصلوڪين ٻولين ۽ ثقافتن کان. جيتوڻيڪ اهڙن گهڻن ماڻهن کي نہ پنهنجي ملڪ جي ماڻهن جي خواهش جي خبر آهي، نہ احساسن جي. نہ انهن کي ساڻن همدردي آهي ۽ نہ ئي گهڻي ڄاڻ. پوءِ بہ عام طرح هو آزاد خيال انسانيت پسند ۽ جمهوري قدرن ۾ يقين رکن ٿا.... بهرحال اها آزاد خيالي اڪثر ڪري خيالي هوندي آهي... حقيقي زندگيءَ ۾ (اهي) حالتن جي دٻائن جو رد عمل هوندا آهن."(19)

## Notes

1. 'A World Empire by Other Means: The Triumph of English', The Economist, London, 22 Dec, 2001.
2. M. Edwards, British India 1772-1947: A Survey of the Nature and Effects of Alien Rule (New Delhi: Rupa Press, 1967) (http://www.swaraj.org/shikshantar/resources_macaulay.html) accessed on 20 May 2013.
3. Himal, Khatmandu, January 2010: Anjum Altaf has written extensively on the language issue. He published his article in Dawn, "Stupid in English", (3 December 2010) on The South Asia Weblog and this generated a discussion showing that the language issue is now receiving some attention.
4. http://koenraadelst.bharatvani.org/articles/hinduism/macauly.html, accessed on 28 May 2013.
5. Indian Educational Policy: 'Being a Resolution' issued by the Governor General in Council on 11 March 1904, Calcutta: office of the Suprintendent (Government Printing, India,1904) 25-6.
6. B.G. Misra, 'Language Spread in a Multilingual Setting: The spread of Hindi as a care study' in R. L. Cooper (ed), Language Spread:

Studies in Diffusion and Social Change (Bloomington: Center for Applied Linguistics, 1982), 150, cited in Robert Phillipson, Linguistic Imperialism (London: OUP 208) 111.

7. Phillipson op. cit. 47.
8. Ibid, 83
9. Ibid, 138
10. Ibid, 144-5
11. Tariq Rahman, From Hindi to Urdu: A Social and Political History (Karachi: OUP,2011),390-1
12. Tariq Rahman, Language and Politics in Pakistan (Karachi: OUP 1996), 78.
13. Abdul Jamil Khan, The Politics of Language. Urdu/Hindi: An Artificial Divide (New York; Algora Publishing, 2006), 225.
14. Avni Nijhawvan, Hindi-Urdu class uniting these two languages is crucial to maintaining UCLA's rich culture, Daily Bruin, 20 April 2010 (http://www.dialybruin.com/articles/2010/4/20,hindi-urdu-class-uniting-these -two-languages-cruci/). Accessed on 28 May 2013.
15. Sindh Assembly passes the Sindh (Teaching Promotion, and Use of Sindhi Language) Bill, Dawn, Karachi, 18 July 1972.
16. See the auther's article, 'An Uncalled for controversy', Dawn 9, November 2005.
17. Khyber Pakhtunkhwa Regional Language Authority Bill, 2011, The Express Tribune, 27 December 2011. http://www.pakp.gov.pk/index.php/mediacenter/ntf/cn/19/487, Accessed in 28 May 2013.
18. Tariq Rahman, Language and Politics in Pakistan (Karachi, OUP,1996) 10.
19. Tariq Rahman, Passport to Privilege: the English Medium Schools in Pakistan, In Peace and Democracy in South Asia, Vol.1, No. 1, January 2005, 37.

# باب ٽيون

## تعليم ۽ ٻولي

ڪنهن بہ تعليمي نظام ۾ ٻوليءَ جي سکيا سيني کان اهم جزو ٿيندو آهي. اهو معيار متعين ڪرڻ جي ڪنجي آهي ۽ شاگردن کي سندن 'ذهن جي آخري حد تائين وٺي وڃڻ لاءِ بيحد اهم آهي'. جيئن خليل جبران چيو هو. پاڪستان ۾ ٻولين جي وچ ۾ ڇڪتاڻ قومپرستيءَ واري جدوجهد جي سياسي تناظر ۾ ٿيندڙ آهي. اها ڪنهن وقت صوبائي خودمختياريءَ جي گهُر جو روپ وٺي ڇڏيندي آهي ۽ ڪڏهن وري اها علحدگي پسنديءَ جي لاڙي جي صورت ۾ ظاهر ٿيندي آهي. سماج ۾ طبقاتي فرق پڻ ڪجهہ حالتن ۾ ٻولين جي استعمال بابت فيصلي وارا هوندا آهن ۽ ماڻهن جي ٻولين بابت ترجيحن تي اثر انداز ٿيندا آهن. ان جي نتيجي ۾ وقت بوقت اعلان ڪيل تعليمي پاليسين ۾ ٻوليءَ جي سلسلي ۾ مستقل مزاجيءَ جي کوٽ ملندي ۽ انهن تي عمل بہ هميشہ ڪونہ ٿيندو رهيو آهي. اهي هڪڙي انتها کان ٻي انتها جي وچ ۾ لتڪنديون رهيون آهن.

ان ڳالهہ کي ڌيان ۾ رکندي تہ اهي پاليسيون گهڻو ڪري بلڪل غير عملي ۽ غير عقلي هونديون هيون، ان ڪري جيڪڏهن سچ پچ انهن تي عمل ڪيو وڃي ها تہ اهو هڪ وڏو هاڃو هجي ها. پر تعليمي حڪمت عمليءَ ۾ ٻوليءَ بابت اڻ چٽائيءَ بہ ڪا ڀلائي ڪانہ ڪئي آهي.

عام طرح سان جيڪي ٻوليون تعليمي پاليسين جو مرڪز رهيون آهن، اهي اردو ۽ انگريزي هيون، جن مان پهرينءَ کي پاڪستان جي آئين (1973ع) ۾ قومي ٻولي قرار ڏنو ويو هو. علائقائي ٻوليون پڻ تعليم جي نظام ۾ ڪنهن ڪردار جي لاءِ ڪوششون ڪنديون رهيون آهن. پر سياسي چرپر سندن حيثيت جو تعين ڪن ٿا. (1)

انهيءَ حوالي سان، اها ڏاڍي عجيب ڳالهہ آهي تہ پاڪستان تعليمي پاليسيءَ ۾ ٻولي بابت ڪا واضح پاليسي جوڙڻ ۾ ناڪام ويو آهي، جيتوڻيڪ سرڪاري نقطہ نظر بابت گهٽيون ئي ڪوڪليون ڳالهيون ڪيون وينديون آهن. بيانن ۽ عملي ڪارڪردگيءَ ۾ اختلاف پاليسي جوڙيندڙن کي اڳواٽ ئي تعليمي پاليسي جوڙڻ بابت خبردار ڪريو ڇڏي تنهن

ڪانسواءِ ان معاملي کي حل ڪرڻ لاءِ ڪو سياسي عزم ڪونه رهيو آهي.
صبيحه منصور جنهن ٻوليءَ جي باري ۾ گهڻو لکيو آهي، اها هائر
ايجوڪيشن (اعليٰ تعليم) ۾ لئنگئيج پاليسيءَ (ٻوليءَ بابت پاليسي) جي نه
هئڻ تي افسوس جو اظهار ڪري ٿي. پر اصل ضرورت ته اسڪولي تعليم ۾
ٻوليءَ بابت پاليسي جي آهي. پاليسي جوڙيندڙن کي ڪيترائي پهلو مڪمل
طرح روڪڻ جو باعث بنجن ٿا. هوءَ لکي ٿي:

"هڪڙي حقيقت پسندانه تعليمي پاليسيءَ ۾ ٻوليءَ بابت رويا ۽
ٻوليءَ جي سکيا جو عڪس ڏسڻ ۾ اچڻ گهرجي، ۽ شاگردن جي ضرورتن
سان گڏوگڏ گهڻين ٻولين ۾ سکيا جا وسيلا ۽ ٻيا وسيلا ڏيان ۾ رکڻ
گهرجن. (2)

تنهن هوندي اهو ضرور ٻڌائڻ گهرجي ته جيڪڏهن سياسي عزم هجي
ها ته ٻيا ڪي مسئلا حل ٿي وڃن ها، جن ۾ رويا، ضرورتون ۽ سکيا جي
وسيلن جي فراهمي اچي وڃن ٿا. اسڪولي تعليم ۾ تعليم جي ذريعي ۽
ٻوليءَ جي سکيا جي ڏس ۾ ٿيل اعلانن جي مختصر احوال مان صاف ظاهر
ٿئي ٿو ته ورهاڱي کان اڳ وارن ورثي ۾ مليل طريقيڪارن جو انداز ٿلهي
ليکي ساڳيو ئي رهيو آهي ، سواءِ ڪوڪلن بيانن جي ڦيرين گهيرين جي، پر
انهي سموري عرصي ۾ تعليمي معيار گهٽجندا رهيا آهن. جنهن جي نتيجي
۾ ناقص غير فهم ٻوليءَ بابت پاليسيءَ جا ناڪاري رد عمل وڏيڪ پڌرا ٿيا
آهن. ڪن هنڌن تي سماجي روين پسند ناپسند جي عمل کي مضبوط ڪيو
آهي، حالانڪ اهي يقيني طور هاڃيڪار ثابت ٿيا آهن. انگريزيءَ کي
اوچي طبقي جي ٻولي سمجهيو ويندو هو جيئن اڳي انگريزن جي راڄ ۾ هو.
غير جمهوري نظام، جنهن ۾ پاڪستان پنهنجي قيام کان وڏي عرصي تائين
رهيو آهي، ان به انهيءَ خاص طبقي کي قوم جي مقدر تي ٿاڦي رکيو آهي.
تنهن ڪري انگريزي ٻوليءَ کي اقتدار جي ٻولي سمجهيو ويندو آهي. ان جي
اهميت ڪڏهن به گهٽ ڪانه ٿي آهي. اها ٻولي طاقتور ٿيندي رهي ٿي،
البت بنا ڪنهن سرڪاري اعلان جي صرف هڪ ننڍڙي مٿانهين طبقي لاءِ.
شروعاتي سالن ۾ اردو ۽ انگريزيءَ جي وچ ۾ وڇوٽي ايتري وڏي ڪانه هئي.
اهو ان ڪري جو سواءِ هڪ ننڍڙي سيڪڙي جي باقي آبادي گهڻو ڪري اڻ
پڙهيل هئي. ان ڪري پڙهيل انگريزي ڳالهائيندڙن ۽ پڙهيل اردو

ڳالهائيندڙن جي وچ ۾ ڪا گهٽي اڻ برابريءَ واري صورت نظر نہ ٿي آئي. اردوءَ کي چڱي مدد حاصل هئي، جيڪا تعليمي نظام سان گڏ سماجي ۽ سياسي طور تي هئي، جڏهن تہ سنڌيءَ ۽ پشتو کي پنهنجن صوبن، سنڌ ۽ پختونخوا (اڳوڻو سرحد صوبو) ۾ تعليمي نظام ۾ پنهنجو هڪ مقام هو جتي اهي ٻوليون ڳالهايون وڃن ٿيون.

هڪ اهڙو ملڪ جتي مختلف ۽ گهڻيون نسلي قومون رهنديون هجن، اتي اردوءَ کي هڪ ضروري ڳنڍيندڙ طاقت طور ڏنو ٿي ويو. انگريزيءَ ديسي ٻولين جي اهميت کي گهٽ ڪرڻ ڪانسواءِ پنهنجي جاءِ تي مان واري ٻولي هئي. وقت گذرڻ سان جيئن جيئن اقتدار لاءِ جدوجهد تيز ٿيندي وئي، انگريزيءَ جو رتبو وڌندو ويو ۽ اها ٻولي ڳالهائيندڙ چڱو اوچو رتبو ماڻڻ لڳا. گڏو گڏ آباديءَ ۾ بہ تيزيءَ سان واڌارو ٿيندو ويو جنهن ۾ اهڙي عوام جو تعداد وڌندو ويو جن کي مقامي ٻولين ۾ پڙهڻو ٿي پيو. ان ماحول هڪڙو طبقاتي نظام پيدا ڪري وڌو جنهن ۾ هيٺين طبقي وارا جيڪي انگريزي ۾ پڙ ڪونہ هئا ۽ اها ٻولي ڳالهائي نٿي سگهيا، اهي پنهنجي ترقيءَ جي خواهش جي سلسلي ۾ نقصان ۾ رهيا. انهيءَ کين طاقت واري حيثيت لاءِ ٿيندڙ مقابلي ۾ خاص اوچي طبقي سان برابريءَ کان محروم ٿي ڪيو.

انهن سياسي، سماجي ۽ معاشي تعصبن تعليمي پاليسين تي اثر ڪيو جڏهن تہ ٻار جي مادري ٻوليءَ يا سندس ماحول واري ٻوليءَ جهڙن لساني عنصرن کي ڄاڻي واڻي نظر انداز ڪيو ويو. بهرحال ڪن صورتن ۾ اڳوڻيون تعليمي پاليسيون، جڏهن انگريزي اڃا ايترو زورائتو اثر سماج تي ڪونہ ڇڏيو هو ڪنهن حد تائين انساني برابريءَ جي بنياد واريون هيون، ان ڪري اهي ٻوليءَ جي معاملي ۾ وڌيڪ سائنسي هيون. پر اهو صرف ڪاغذن جي حد تائين هو. هيٺول ڪولمئن هڪڙي جدول ۾ اهڙو تت ڏنو آهي تہ 1947ع کان پوءِ ڪيترين تعليمي پاليسيون اچڻ جي باوجود گهڻو ڪجهہ تبديل ڪونہ ٿيو آهي، ۽ جيڪڏهن ڪا تبديلي آئي بہ آهي تہ اها استادن جي انگريزيءَ ۾ لياقت ۽ مهارت ۾ سڌارو آڻڻ بنا اسڪولن ۾ مختلف سطحن تي وڌيڪ انگريزي شامل ڪرڻ جي فائدي ۾ آئي آهي. (4)

## تعليم جو ذريعو: مختلف پاليسين ۾ اهو معاملو

هتي ضروري آهي تہ تعليم جي ذريعي (Medium of Instruction) جي اصطلاح جي وضاحت ڪجي. جنهن مبهم طريقي سان انهيءَ اصطلاح کي استعمال ڪيو ويجي ٿو ان مان لڳي ٿو تہ اهي ماڻهو جيڪي پاليسيون ناهين ٿا يا اهي جيڪي انهن تي قومي يا اسڪولي سطحن تي عمل درآمد ڪرائين ٿا, انهن کي ان ڳالهہ جي چٽي سمجهہ ئي ڪانهي تہ اصل ۾ تعليم جي ذريعي مان مراد ڇا آهي؟ ٽيڪنيڪ جي لحاظ کان تہ ذريعو يا ميڊيم اها ٻولي آهي, جنهن ۾ سکيا ڏني وڃي ٿي, جنهن ۾ درسي ڪتاب هجن ٿا, جنهن ۾ استاد ۽ شاگرد ڪلاس روم ۾ بحث مباحثي ۾ اظهار ڪن ٿا يا پاڻ ۾ ڳالهائين ٿا. آدرشي طور تہ اها هڪ ئي ٻولي هجڻ گهرجي. اها نہ هئڻ گهرجي جنهن ۾ صرف اهڙا لفظ اڌارا ورتل هجن, جيڪي ان ٻوليءَ ۾ موجود نہ هجن. اها ئي تعليم جي ذريعي طور استعمال ٿيڻ گهرجي. ان سان گڏ ڪا هڪ ٻي ٻولي "سيڪنڊ لئنگئيج" طور پڙهائڻ گهرجي. انهيءَ ٻيءَ ٻوليءَ جي پڙهائڻ جو طريقڪار مختلف ٿيندو آهي ۽ اها ڪنهن بہ ريت ڪو ٻيو مضمون پڙهائڻ جو ذريعو ڪانہ هوندي آهي.

جڏهن مون اسڪولن جا دورا پئي ڪيا تہ هيڊ ماسترن يا ماسترياڻين مون کي ٻڌايو تہ سندن اسڪول "انگلش ميڊيم" هو جڏهن تہ اتي ڪنهن بہ استاد کي انگريزي روانيءَ سان ڳالهائڻ نٿي آئي. ڪلاس ۾ سموري گفتگو اردوءَ ۾ پئي هلي. پر درسي ڪتاب انگريزيءَ ۾ هئا ۽ شاگردن ڪتابن مان رٽو هڻي جواب انگريزيءَ ۾ پئي لکيا. پاڪستان جي تعليم جي تاريخ ۾ تعليم جي ذريعي جي معاملي بابت اختيار ڪيل طريقو هڪڙو دلچسپ باب جوڙي ٿو. پاڪستان ۾ تعليم جي ميدان ۾ پهريون وڏو موقعو ۽ جاءِ جتي ان بابت معاملا بحث هيٺ آيا اهو هو 27 نومبر کان 1 ڊسمبر 1947ع تائين ڪراچيءَ ۾ ٿيل تعليمي ڪانفرنس, جنهن ۾ تقريباً 50 ماهرن حصو ورتو. انهن شروعاتي سالن ۾ بہ ڪي اهڙا ماڻهو هئا جن تعليم جي ذريعي واري معاملي جي اهميت کي سمجهيو ٿي. افتتاحي اجلاس ۾ تقرير ڪندي ان وقت جي تعليم واري وزير فضل الرحمان,

جيڪو بنگالي ٻولي ڳالهائيندڙ هو. انهيءَ زورائتي سفارش ڪئي ته پاليسي جوڙيندڙن کي رُوسي ماڊل جو ضرور اڀياس ڪرڻ گهرجي. هن جي چوڻ موجب روس ۾ لڳ ڀڳ ڏهه سؤ ٻوليون ڳالهايون ٿي ويون، جن مان ڪي ته صحيح طرح اُسريل به ڪونه هيون. ان جي باوجود اتي انتظاميا انهن جدا جدا ٻولين کي ڪنهن هڪڙي ثقافتي قالب ۾ وجهڻ جي ڪوشش ڪانه ڪئي. نتيجي طور سوويت روس ۾ لڳ ڀڳ نوي ٻولين کي تعليم جي ذريعي طور استعمال ڪيو ويو. اهي ٻوليون سندن خيال جي عمل کي اظهارڻ لاءِ تخليقي ذريعا ثابت ٿيون. هن چيو:

"آءٌ روسي مثال کي توهان جي اڳيان ساراهيندس جنهن مان ڏسي سگهجي ٿو ته يڪسان ثقافت جي بنيادي وحدت کي خطري ۾ وجهڻ کانسواءِ گهڻ رنگائي کي ڪيئن اجاگر ڪيو ويو آهي... اسان کي هتي پاڪستان ۾ پنهنجي صوبائي ٻولين کي وڌائڻ ويجهائڻ لاءِ مڪمل ميدان مهيا ڪري ڏيڻ گهرجي، نه صرف تعليم جي ذريعي طور بلڪ انهن جي اندر جيڪا ثقافت سمايل آهي انهيءَ کي ڦهلائڻ لاءِ پڻ ائين ڪرڻ گهرجي. پر ساڳئي وقت پنهنجي يڪسان ڪلچر کي پڻ قربان نه ٿيڻ ڏجي. انهيءَ وحدت جي لاءِ اسان کي بين الصوبائي يا صوبن جي وچ ۾ رابطي لاءِ هڪ ٻوليءَ جي ضرورت آهي، جنهن جي لاءِ اردوءَ جي دعوائن بابت به خاص طور تي غور ڪرڻ جي ضرورت آهي." (5)

## پرائمري ۽ سيڪنڊري تعليم بابت ڪميٽيءَ جي رپورٽ جو بيان

انهيءَ ڪميٽيءَ محسوس ڪيو ته پاڪستان جي نئين ملڪ جي انتظام لاءِ ضروري هو ته هڪ ساڳي ٻوليءَ جي ترويج لاءِ به هڪ ادارو هجي. ڪميٽي ان ڳالهه تي متفق ٿي ته اها ساڳي ٻولي اردو هجي. ڪن ميمبرن تجويز ڏني ته اها هر هڪ صوبي ۾ تعليم جو ذريعو به هئڻ گهرجي. پر ٻين ڪن ميمبرن بهرحال محسوس ڪيو ته تعليم جي ذريعي وارو معاملو صوبن تي ڇڏيو وڃي ته جيئن اهي پنهنجي ضرورتن موجب اهڙو ڪو فيصلو ڪن... اردو اسڪولن ۾ هڪ ئي لازمي ٻولي هئڻ گهرجي. (6) ان ڪميٽيءَ تجويز ڏني ته انگريزيءَ کي اسڪول واري مرحلي تي تبديليءَ جي عمل طور رکيو وڃي. ان وڌيڪ سفارش ڪئي ته آئين ساز اسيمبلي (Constituent

(Assembly کي گهرجي تہ اردوءَ کي رابطي جي زبان طور تسليم ڪري ان ڪميٽيءَ اهو بہ ٺهراءُ پاس ڪيو تہ اردو اسڪولن ۾ لازمي مضمون طور پڙهائي وڃي ۽ اهو صوبن تي ڇڏيو ويو تہ اهي ڪهڙي مرحلي تي اردوءَ کي پرائمري اسڪولن ۾ شامل ڪندا، ۽ ڪهڙيون ٻوليون تعليم جو ذريعو ٺينديون. (7)

ان ڳالهہ جي پنيان خيال اهو هو تہ صوبائي ٻولين کي تعليم ۾ ترقيءَ جو وڏ ۾ وڏ موقعو ملي ۽ اهي ثقافتي ڦهلاءَ جا ذريعا بڻجي سگهن. آخري فيصلو صوبن تي ڇڏيو ويو ڇاڪاڻ جو بنگال ان جي مخالفت ڪئي هئي.

تعليم جي هر سطح تي تعليم جي ذريعي کي مقرر ڪرڻ جي لاءِ 1948ع ۾ هڪ صلاحڪار بورڊ جوڙيو ويو هو جنهن ۾ خاص طور تعليمي نظام ۾ اردو، انگريزي ۽ انهن سان گڏ علائقائي ٻولين جي حيثيت بابت فيصلا ڪرڻا هئا. بورڊ ڪيترائي اهم معاملا غور هيٺ آندا، جن مان هڪ ٻار کي ٻولي سيکارڻ بابت هو. انهيءَ واضح طور بيان ڪيو تہ جيئن تہ اهو 'عالمي طور طي ٿيل آهي تہ جيستائين ڪو ٻار هڪ ٻولي چڱيءَ طرح سان سکي نٿو وٺي، ان کي ڪا بي ٻولي سيکارڻ نہ گهرجي، ۽ اها پهرين ٻولي سندس مادري ٻولي هجي، جنهن تي ڪا بي راءِ ٿي نٿي سگهي'. انهيءَ ڪري بورڊ سفارش ڪئي تہ پرائمري سطح تي اها ئي پهرين ٻولي تعليم جو ذريعو هئڻ گهرجي ۽ جتي اردو پرائمري سطح تي تعليم جو ذريعو نہ هجي، ان صورت ۾ ان کي سيڪنڊري (ثانوي) سطح تي لازمي مضمون طور متعارف ڪرائڻ گهرجي. اهو صوبن تي ڇڏيو ويو تہ اهي فيصلو ڪن تہ اسڪولن ۾ انگريزي ٻولي لازمي مضمون هوندي يا اختياري (optional)! (8)

جيستائين ڊسمبر 1951ع ۾ ٻي تعليمي ڪانفرنس منعقد ٿي، قومي زندگيءَ ۾ ٻولي هڪ حساس معاملي طور ابري چڪي هئي. حقيقت ۾ صرف بہ مهينا انهيءَ ڪانفرنس کان پوءِ ئي بنگالي ٻوليءَ جي تحريڪ جي نتيجي ۾ خونريزي ٿي پئي. تنهن ڪري 1951ع واري ڪانفرنس تعليم جي ذريعي واري معاملي تي خاموشي رهي، جڏهن تہ 1947ع واري ڪانفرنس ۾ ڪيل سفارش ۾ ان کي قبوليت مليل هئي. پرائمري سطح تي مادري ٻوليءَ کي تعليم جو ذريعو ٺيٺو هو. اردو قومي ۽ سرڪاري ٻوليءَ جي حيثيت ۾ سيڪنڊري

سطح تي ميڊيم طور رکٽي هئي پر رڳو سنڌ ۾ بنگال ۾ سنڌي ۽ بنگاليءَ کي تعليم جي ذريعي طور اسڪول پاس ڪرڻ تائين جاري رکٽو هو جنهن سان گڏ اردو پڻ لازمي مضمون طور پڙهائٽي هئي، پر اهو سڀ ڪجهه تعليمي ترقيءَ جي ڇهن سالن واري قومي رٿابنديءَ ۾ (Six Year National Plan for Educational Development) چڱيءَ ريت پڌرو نه ڪيو ويو هو. ان رٿابنديءَ ۾ خانگي انگريزي ميڊيم اسڪولن جو ڪو ذڪر ڪو نه هو. انهن ۾ گهڻو ڪري مشنري اسڪول ۽ ڪيڊٽ ڪاليج شامل هئا. جن انگريزيءَ کي تعليم جي ذريعي طور استعمال ڪيو پئي ويو. گهڻو ڪري توجهه يونيورسٽين جي اندر ٻوليءَ جي استعمال تي هو. (9)

وزير تعليم فضل الرحمان پنهنجي تقرير ۾ يونيورسٽين ۾ استعمال ٿيندڙ ٻوليءَ بابت ڳالهايو. هن چيو ته:

> "انگريزي ته اڳئي يونيورسٽين ۾ موجود هئي ۽ حڪومت جي اردو ڪميٽيءَ انٽرميڊيئيٽ واري مرحلي تي پنجن سالن لاءِ تجربو ڪرڻ جي رٿ ڏني هئي ته ان مرحلي تي انگريزيءَ سان گڏوگڏ اردو پڻ پڙهائي ويندي. انهيءَ دوران هڪڙي مرڪزي اردو اڪيڊمي (Central Urdu Academy) قائم ڪئي ويندي جيڪا اردوءَ جي لاءِ اصطلاحن ۽ لفظن جو ترجمو به ڪرائيندي ته انهن کي اختيار ڪري انتظاميا جي ٻوليءَ طور پڻ اڳتي آڻيندي. (10)

هڪ طرف اردوءَ تي زور ڏيڻ جي ڪري مختلف ادارن مختلف شعبن ۾ جتي جتي لفظن ۽ اصطلاحن جي کوٽ هئي، ان لاءِ لفظ گهڙيا ته ٻئي پاسي انگريزيءَ جي برتري ۽ اهميت تبديل ڪانه ٿي. جنرل ايوب خان، جيڪو سينڊهرسٽ (Sandhurst) مان تربيت ورتل فوجي آفيسر هو جڏهن 1958ع ۾ اقتدار تي قبضو ڪيو ته هن انگريزيءَ کي هڪ طاقتور ٻولي بنائي ڇڏيو. ان طرفان تعليم جا معاملا ڏسڻ لاءِ قائم ڪيل شريف ڪميشن پنهنجي رپورٽ 1959ع ۾ آندي جنهن ۾ رٿ ڏني وئي ته مادري ٻولي پنجين درجي تائين تعليم جو ذريعو رهندي. اهو واضح ڪيو ويو ته پشتو ۽ سنڌي ترتيبوار پشاور جي علائقي ۽ سنڌ ۾ پرائمري سطح تائين تعليم جو ذريعو رهنديون. جيتوڻيڪ تعليم جي ذريعي طور مادري ٻوليءَ جي اهميت کي مڃيو ويو هو ان جي

باوجود شريف ڪميشن، وڏي اطمينان سان پنجاب ۽ بلوچستان ۾ اردوءَ کي تعليم جو ذريعو قبول ڪيو.

جيئن تہ شريف ڪميشن، اولهہ پاڪستان ۾ قومي ٻوليءَ-اردوءَ تي گهڻو زور ڏنو جنهن کي ان هڪڙو رابطي وارو عنصر تي سمجهيو ان ڪري ان سفارش ڪئي تہ اردوءَ کي ٽئين درجي ۾ ئي متعارف ڪرايو وڃي تہ جيئن ان کي ڇهين درجي کان ٻارهين درجي تائين تعليم جو ذريعو بنائي سگهجي. انهيءَ اهو بہ مڃيو تہ پشاور واري علائقي ۾ اڳ ۾ ئي ائين هو پر اهو خصوصي طور چيو ويو تہ 1963ع کان سموري صوبي ۾ ڇهين درجي کان تعليم جو ذريعو اردوءَ کي ڪيو ويندو. (11) انهيءَ جي نتيجي ۾ سنڌ ۾ تمام گهڻي ناراضگي پيدا ٿي، جتي اردو ٻوليءَ جا اسڪول کلڻ شروع ٿي ويا. انگريزيءَ کي ان نظام ۾ مستقل جاءِ ڏيڻ لاءِ اهو تجويز ڪيو ويو تہ انگريزي ٻولي ڇهين کان ٻارهين تائين ۽ گريجوئيٽ سطح تائين هڪڙي لازمي مضمون طور پڙهائي وڃي. پر ان جي ابتڙ انهيءَ اوچي طبقي وارن اسڪولن ۾ انگريزيءَ کي تعليم جي ذريعي طور استعمال ڪرڻ جو تحفظ ڪيو ڇو تہ انهيءَ کي ئي 'جدت' ۽ 'قابليت' آڻڻ جي قابل سمجهيو ٿي ويو. تنهن هوندي بہ انهن اسڪولن کي بہ قومي ٻولي هڪ لازمي مضمون طور پڙهائڻي هئي. (12)

شريف ڪميشن جي رپورٽ مان ظاهر پئي ٿيو تہ انهن کي ملڪ ۾ مٿئين طبقي جي اسڪولن ۾ انگريزيءَ کي تعليم جي ذريعي طور جاري رکڻ جي حڪمت عمليءَ جي سماجي پهلوئن جو بلڪل ڪو ادراڪ ڪونہ هو. انهيءَ معاملي کي بلڪل بہ هٿ ڪونہ لاتو ويو جنهن اڳتي هلي پاڪستان جي سماج ۾ طبقاتي فرق پيدا ڪرڻ ۾ وڏو ڪردار ادا ڪيو.

1964ع ۾ يونيورسٽي آرڊيننس ناهڻ جي خلاف پيدا ٿيل شاگردن جي هلچل جي باري ۾ جاچ ڪرڻ لاءِ حمود الرحمان ڪميشن قائم ڪئي وئي. انهيءَ مٿئين طبقي جي اسڪولن جي باري ۾ ڪي واضح هدايتون ڪونہ ڏنيون پر اهو ضرور چيو تہ پنجاب ۽ بلوچستان ۾ اردو پهرئين درجي کان 10 درجي تائين تعليم جي ٻولي آهي، جڏهن تہ پشاور جي علائقي ۾ پشتو پنجين درجي تائين ۽ اردو ان کان پوءِ رکيل آهي. ساڳيءَ طرح سنڌ ۾ سنڌي

تعليم جو ذريعو هئي پر اردو لازمي مضمون طور رکي وئي هئي. حمود الرحمان ڪميشن کي يونيورسٽيءَ ۾ ميڊيم بدلائي اردو ڪرڻ تي ڪا خاص خوشي محسوس ڪانہ ٿي ۽ مضبوط دليل ڏئي ان انگريزي ٻوليءَ جي تعليم ۾ ڪردار جو بچاءُ ڪيو. انهيءَ اردو جي آڙ لاءِ تڪڙي تبديلي ڪرڻ جي خلاف خبردار ڪيو ۽ رڳو ڏني تہ ماهرن جي هڪ ڪميٽي قائم ڪري ان کي يونيورسٽي تعليم جي لاءِ تعليم جي ذريعي بابت فيصلو ڪرڻ ڏنو وڃي. ان اها تجويز بہ ڏني تہ جيستائين اهڙي تبديليءَ جي ڏس ۾ اها ڪنهن فيصلي تي پهچي تيستائين ان تي عمل نہ ڪرڻ ڏنو وڃي. تعليم ۾ ٻوليءَ جي باري ۾ اهڙي رويي ۾ مونجهاري جي ڪري ٻوليءَ جي صورتحال مبهم رهجي وئي. (13)

1969ع ۾ شاگردن جي طرفان هلايل عوامي هلچل ۽ گڙٻڙ جي نتيجي ۾ ايوب خان کي اقتدار ڇڏڻو پيو ۽ هڪ ٻئي فوجي جنرل يحيٰ خان اقتدار حاصل ڪيو ۽ وري هڪ ٻي ڪميشن وزير تعليم نور خان جي ماتحت قائم ڪئي وئي، جيڪو ايئر فورس جو رٽائرڊ چيف آف ايئر اسٽاف هو. ان جي 1969ع ۾ پيش ڪيل رپورٽ تعليم جي وزارت جي اندر ٿيل تحقيق تي ٻڌل هئي. انهيءَ ٻوليءَ جي حوالي سان ڪافي بنيادي رٿون پيش ڪيون ۽ انهن رڪاوٽن جو ذڪر ڪيو جيڪي ملڪ ۾ قومي يڪجهتيءَ جي فروغ ۾ رنڊڪ هيون جن ۾ ٻولي ۽ مراعتن لاءِ رڪاوٽون شامل هيون. (14) انهيءَ ڪميشن معيارن تي واضح بيان ۾ چيو تہ انگريزي ٻوليءَ جي لاڳيتي استعمال جو ڪو جواز نٿو ٿي سگهي. ان ڪميشن سختيءَ سان گهُر ڪئي تہ انگريزي ميڊيم مشنري اسڪولن کي قومي ملڪيت ۾ ورتو وڃي، جنهن لاءِ ان الزام هنيو تہ اهي مت ڀيد وارا ويچا پيدا ڪري رهيا آهن. ان اهو بہ اعلان ڪيو تہ انگريزيءَ کي هڪ ٻوليءَ طور پڙهائڻ کان سواءِ ان جو مستقل استعمال ڪرڻ جائز ڪونهي، ڇو جو انهيءَ سان تعليم جي درست ذريعن جي استعمال واري مقصد ۾ ناڪامي حاصل ٿيندي، اردو سمورن اسڪولن ۾ سيني سطحن تي تعليم جو ذريعو هوندي (15)

عوام جي راين جي روشنيءَ ۾ چڱي طرح نظرثانيءَ کان پوءِ نور خان ڪميشن واري رپورٽ ۾ ٻوليءَ بابت هڪ وسيع رويو اختيار ڪيو ويو.

ڪميشن ڪنهن قوم جي تعليمي، سماجي، ثقافتي ۽ سياسيءَ زندگيءَ ۾ ٻوليءَ جي پاليسيءَ اندر موجود گهرا مقصد سمجهڻ جو اظهار ڪيو. انهيءَ کي بنيادي معيار بہ مقرر ڪيا- ڪي چڱا سمجهہ وارا، تعليم جي ذريعي جي چونڊ بابت معيار ڏنا تہ جيئن ٻولي شاگردن کي بنا گهٽي تڪليف جي چاڻ حاصل ڪرڻ ۾ مددگار بہ ثابت ٿئي تہ انهن کي وضاحت ۽ موروضيت سان رابطي لاءِ بہ تيار ڪري ۽ ساڳئي وقت سندن تخليقي سوچ کي بہ حرڪت ۾ آڻي. نور خان ڪميشن اهو بہ ڄاڻايو تہ قومي ۽ علائقائي ٻولين ڪيترن معاملن ۾ سڄي ملڪ ۾ سيڪنڊري سطح تي انگريزيءَ جي جاءِ وٺي ڇڏي آهي. پر اصلوڪي ڊرافٽ جي ابتڙ، نظرثاني ٿيل رپورٽ اردوءَ کي اولهہ پاڪستان ۾ تعليم جو ذريعو بنائڻ کان رهائي ڇڏيو. ان ڳالهہ کي تسليم ڪيو ويو تہ مٿين سطح تي انگريزيءَ کي ترڪ ڪرڻ جو سڌو تعلق سرڪاري حلقن ۾ انگريزيءَ جي استعمال سان هو. انهيءَ لقاءَ کي سمجهڻ لاءِ هڪڙي ڪميشن 1972ع ۾ بہ قائم ٿيڻي هئي. اوستائين تعليم جي ذريعي بابت ڪنهن پاليسيءَ کي ترساڻو هو. (16)

انهيءَ رپورٽ جي سفارشن مٿان اوير پاڪستان ۾ ٿيل واقعا ڇانئجي ويا، جن ملڪ کي ٽوڙي ڇڏيو ۽ بنگلا ديش قائم ٿي ويو. 1971ع جي ڊوڙ ويهڻ سان جيڪو پاڪستان ظاهر ٿيو اهو پاڪستان پيپلز پارٽي هلائي رهي هئي، جنهن ماڻهن کي "روٽي، ڪپڙا اور مڪان" جو آسرو ڏنو هو. جنهن جو اهو بہ مطلب هو تہ آباديءَ کي بهتر تعليم جا موقعا بہ ملندا. ذوالفقار علي ڀٽي جي سرڪار طرفان اعلان ڪيل تعليمي پاليسي بظاهر عوام دوست هئي، جنهن جو مکيہ سهارو خانگي تعليمي ادارن کي حڪومتي انتظامن هيٺ وٺڻ واري پاليسيءَ تي ٻڌل مفت ۽ لازمي تعليم واري اصول تي هو. حڪومت طرفان سمورا اسڪول (قومي ملڪيت ۾) ڪونہ ورتا ويا، ان پاليسيءَ جو زور اصل نقطي بدران ظاهري شڪل تي هو. دلچسپ ڳالهہ اها هئي تہ اها پاليسي تعليم جي ذريعي طور ٻوليءَ جي استعمال بابت بلڪل خاموش هئي. جيڪڏهن تعليمي پاليسي جوڙيندڙن کي واقعي عوام جي تعليم جو اونو هو تہ اهو سڀ کان اهم سوال هئڻ کپندو هو جنهن تي سوچيو وڃي ها. عملي طور تي ديسي ٻولين ۽ انگريزيءَ جي وچ ۾ وڇوٽي اڃا بہ وڌي

وئي ڇو تہ مٿئين طبقي جي اسڪولن انگريزي اختيار ڪئي. جڏهن تہ سرڪاري اسڪولن ۾ اردو يا ڪا هڪ علائقائي ٻولي تعليم جو ذريعو هئي. جيڪي گهٽ في وٺندڙ خانگي اسڪولن کي قومي تحويل ۾ وٺڻ ڪانپوءِ تعداد ۾ وڌي ويا هئا. وڌن مهانگن اسڪولن کي ڇڏي باقي ڪن اسڪولن کي قومي تحويل ۾ وٺڻ سان حڪومت طبقن جي وچ ۾ ٻوليءَ جي رڪاوٽ لاءِ جواز پيدا ڪري ڇڏيو.

سنڌ ۾ سنڌي ڳالهائيندڙ ٻارن لاءِ اردو هڪ مضمون طور لاڳو ڪئي وئي ۽ انهي تعليمي پاليسي مطابق اردو ڳالهائيندڙ ٻارن لاءِ سنڌي پڙهڻ لازمي بڻائي وئي. گڏوگڏ انهن کي انگريزي پڻ پڙهڻي هئي. جن اسڪولن تعليم جو ذريعو انگريزي ٻولي رکي انهن کي اردو توڙي سنڌي پڙهائڻي هئي. "سنڌ (سکيا، فروغ ۽ استعمال) وارو 1972ع وارو ايڪٽ جيڪو سنڌ اسيمبليءَ 7 جولاءِ 1972ع تي پاس ڪيو اهڙو فارمولو ڏنو جنهن سان سنڌين ۽ مهاجرن جي وچ ۾ موجود ڇڪتاڻ جو خاتمو ٿئي. ان جو سڌو اثر اسڪولن ۾ پڙهائجڻ واري ٻوليءَ تي پيو. تعليمي نظام ۾ ٻنهي ٻولين کي ترقي ڏيارڻ جي ڪوشش ۾ اهو فيصلو ڪيو ويو تہ سنڌي لازمي مضمون طور اردو ڳالهائيندڙن کي چوٿين درجي کان پڙهائي ويندي ۽ ساڳيءَ طرح اردو وري سنڌي ڳالهائيندڙن کي لازمي مضمون طور پڙهائبي. (18)

1976ع ۾ تعليمي پاليسيءَ جو ڪيل تجزيو ٻڌائي ٿو تہ ان تي عمل درآمد جو سلسلو عموماً اطمينان بخش رهيو. (19) اها رپورٽ عمومي ڳالهين ۽ انگن اکرن تي ٻڌل آهي. ان ۾ تعليم جي معيار جو ڪو تجزيو ڪونہ هو ۽ نہ ئي بينڪيٽ واري ذهنيت ختم ڪرڻ جي ڏس ۾ ٻوليءَ جي اثر بابت ڪجهہ چيل هو جنهن کي 1972ع واري پاليسيءَ ۾ اهم مقصد قرار ڏنو ويو هو. صرف هڪڙو ئي حصو هو جتي ٻوليءَ جو ڪو ذڪر ڪيو ويو هو تنهن جو عنوان هو 'قومي پبليڪيشن پروگرام'. ان ۾ لکيو ويو هو تہ ڪتاب ۽ پئمفليٽ دانشور طبقي، شاگردن ۽ عام ماڻهن لاءِ انگريزي، اردو ۽ علائقائي ٻولين ۾ لکيا ويندا. (20) 1972ع واري تعليمي پاليسي تعليم کي ائين عام نہ ڪري سگهي، جيئن نيت هئي ۽ ساڳئي وقت جيڪو معيار ان وقت تائين حاصل ڪيو ويو هو سو بہ بنهہ ڇٽ تي ويو.

جنرل ضياء طرفان انگريزيءَ کان پاسو ڪيو ويو ۽ پاڪستان ۾ تعليم جي باري ۾ اعلان جيڪي 1979ع ۾ ڪيا ويا هئا، تن تعليم ۾ اردوءَ جي حمايت ڏانهن واپس موٽ ڪاڏي، ڇو ته ان وقت (اردو) ٻوليءَ کي اسلامي يڪجهتيءَ ۽ نظريي جي علامت سمجهيو ويو. (21) ۽ جيڪو پاليسي بيان ڏنو ويو ان ۾ اردوءَ کي "مسلم ڪلچر" جو وڏو خزانو رکندڙ ۽ رابطي جي زبان قرار ڏنو ويو جيڪا مختلف ٻولين ڳالهائيندڙ ماڻهن جي وچ ۾ هڪ تعلق جي نمائندگي ڪري رهي هئي. (22) تنهن ڪري اردوءَ کي قومي ٻوليءَ طور مضبوط ڪرڻو هو. هن کان پوءِ اهو چئي سگهجي ٿو ته پاليسي جوڙڻ وارا تعليم جي ذريعي بابت ۽ علائقائي ٻولين جي ڪردار بابت مونجهاري جو شڪار هئا. اهو واضح طور بيان ڪيو ويو ته پرائمري سطح تي مادري ٻوليءَ ۾ ئي سڀ کان بهتر نموني سان ابلاغ ٿي سگهي ٿي ۽ اها هڪڙي سٺي تعليمي سرگرمي ٿيندي، جيڪڏهن مڃيل صوبائي ٻوليءَ ۾ پرائمري تعليم ڏياري وڃي. اهڙيءَ ريت علائقائي ٻولين جي اهميت کي تسليم ڪيو ويو ۽ لساني گهڻ رنگائيءَ جي مڃتا ٿي. تعليمي ماهرن کي جڏهن چيو ويو ته تعليم جي ذريعي طور قومي ٻوليءَ ڏانهن تبديلي ئي اصل مقصد آهي ته اردو ٻوليءَ کي وڏي اهميت ۽ هٿي ملي. (23) انگريزيءَ کي به تسليم ڪيو ويو ڇاڪاڻ جو علم جي دنيا ۾ ان جي حيثيت مڃيل آهي، پر اها صلاح ڏني وئي ته انگريزيءَ کان اردوءَ يا علائقائي ٻوليءَ ۾ تبديلي يڪدم نه ڪئي وڃي.

اهڙي ريت سڀني صوبن کي اهو اختيار ڏنو ويو هو ته پرائمري سطح تي تعليم جي ذريعي طور صوبائي ٻوليءَ جي چونڊ ڪري سگهيا ٿي، پر ان کان پوءِ علائقائي ٻوليءَ جي حيثيت بابت ابهام رهجي ويو. 1979ع ۾ سمورن انگريزي ميڊيم اسڪولن کي پهرئين درجي کان تعليم جي ذريعي کي انگريزيءَ مان اردوءَ ۾ تبديل ڪرڻ لاءِ چيو ويو. اهو به چيو ويو ته جيڪڏهن صوبائي حڪومت چاهي ته اها اردوءَ جي بدران صوبائي ٻوليءَ جي استعمال جو فيصلو ڪري سگهي ٿي. حڪومت پاڪستان، قومي ٻوليءَ طور اردوءَ کي ترقي ڏيارڻ لاءِ مقتدره قومي زبان (National Language Authority) قائم ڪرڻ جو به فيصلو ڪيو. (24)

جيئن پاڪستان ۾ ٿيندو رهيو آهي اها پاليسي زبردست مزاحمت سبب ڪاغذي مرحلي کان اڳتي وڌي نہ سگهي. جڏهن انهيءَ ميدان ۾ ٻيو تجربو ڪيو ويو ۽ 1992ع ۾ نواز شريف جي حڪومت تعليمي پاليسيءَ جو اعلان ڪيو تہ تعليم جي ذريعي جي معاملي بابت ڪجهہ لچڪدار رويو رکيو ويو. پاليسيءَ ۾ چيو ويو تہ پرائمري سطح تي تعليم جي ذريعي طور صوبائي ٻولين، قومي ٻوليءَ يا انگريزيءَ مان ڪا هڪ ٻولي هوندي (25) ان ۾ ان ڳالهہ جي تسليمي هئي تہ پاڪستان هڪ گهڻ-ٻوليائي سماج وارو ملڪ آهي. اهو صوبن تي ڇڏيو ويو تہ اهي جيڪا ٻولي چاهين اها اختيار ڪري سگهن ٿا. جيئن تہ زور ان ڳالهہ تي هو تہ "اسلامي سماجي سائنس (جي علمن) کي اڳتي آڻجي تہ جيئن شاگرد اسلامي عالمي نقط نظر کي سمجهي سگهن" ۽ مسلم امہ جي فردن جي حيثيت ۾ پنهنجا ثقافتي ٻنڌڻ مضبوط ڪري سگهن. ان جو مقصد اهو ڪونہ هو تہ ٻارن ۾ تنقيدي سوچ پيدا ڪجي جنهن سان اهي سوال اٿاري سگهن. (26)

1998ع ۾ نواز شريف جي ٻي حڪومت وري هڪ ٻي تعليمي پاليسي ان وقت اختيار ڪئي، جڏهن اڃا پهرين پاليسيءَ جو سلسلو پورو ڪونہ ٿيو هو. ان وقت تائين حڪومت طرفان اسلامي رخ وڌيڪ زورائتو ٿي چڪو هو. هن پاليسيءَ ۾ نج اسلامي ۽ سيڪيولر قسم جي تعليم ۾ وچوٽيءَ کي گهٽائڻ جي ڳالهہ هئي، جنهن جي نتيجي ۾ آخرڪار ٻنهي نظامن جو بامقصد ميلاپ ٿي سگهي. (27) ان سان گڏو گڏ پاليسيءَ ۾ اهو بہ چيو ويو تہ مستقبل جي اقتصادي زندگيءَ کي متيرو ڪرڻ ۽ پنهنجن ماڻهن کي سائنس، تجارت ۽ واپار ۾ آڻي، خاص طور سٺي رٿابنديءَ وارن ڪارخانن وغيره ڏانهن مائل ڪري سگهجي. (28)

انهيءَ قسم جي شين ۾ ٻوليءَ کي نظرانداز ڪيو ويو ۽ جڏهن تعليم بابت بحث مباحثا هلي رهيا هئا تہ ان (ٻوليءَ) بابت سوچيو ئي ڪونہ ويو. 2005ع تائين تعليم ۾ لساني پاليسي حڪومت طرفان واضح ۽ پختو موقف نہ هئڻ جي ڪري مڪمل طرح سان غير مربوط رهي. اهو ئي وقت هو جڏهن 9/11 (نائين اليون) جي ڪري آمريڪا ۽ برطانيا طرفان جنرل پرويز مشرف تي تمام وڏو دٻاءُ وڌو ويو تہ پاڪستان جي تعليمي نظام ۾ سڌارا آڻيو ڇو جو

ائين سمجهيو ويو تہ اهو نظام نوجوانن ۾ عسڪري ذهنيت پيدا ڪري رهيو آهي، جنهن سان دهشت گرديءَ کي هٿي ملي ٿي.

نتيجي طور حڪومت، خاص ڪري وفاقي وزير تعليم جنرل جاويد اشرف قاضي جيڪو آءِ. ايس. آءِ جو رٽائرڊ ٽيل سربراهہ هو انهي انگريزي جي پاڪستان ۾ سکيا تي تمام گهڻو زور ڏنو. پر انهن جو مفروضو غلط هو تہ جيترو جلد ڪنهن ٻار کي انگريزيءَ سان متعارف ڪرائبو اوتري هن جي تعليم سٺي ٿيندي. ان حقيقت تي ڪو توجهہ نہ ڏنو ويو تہ جيڪڏهن اهڙا استاد غلط نموني انگريزي پڙهائيندا جن کي پاڻ بہ اها ٻولي پوري نٿي اچي تہ ان سان ٻار جي سکڻ جي صلاحيت تي اهڙو اگرو اثر پوندو، جنهن جو ڪو ازالو نہ ڪري سگهبو. ان وقت جنرل پرويز مشرف جي حڪومت ان معاملي ۾ ڏاڍي حساس هئي تہ هو پاڪستان کي هڪ جديد رياست طور ظاهر ڪري. ان مقصد لاءِ انگريزي هڪ بهترين ذريعو هئي. انگريزيءَ جي استعمال جو ڪارنامو ڪري حڪومت پاڪستان اعتدال پسندي (moderation) ۽ روشن خيالي (enlightment) جي سَنَدَ وٺڻ ٿي چاهي.

2005ع ۾ قومي تعليمي پاليسيءَ جي هڪ نظرثانيءَ واري ٽيم (National Education Policy Review Team) تشڪيل ڏني وئي ۽ چنائپيٽيءَ جي ذريعي مير ٿ تي هڪ رٽائرڊ بيورو ڪريٽ جاويد حسن عليءَ جي چونڊ ڪري، ان کي تعليمي نظام تي نظر وجهي سڌارن لاءِ ڪي رٿون ڏيڻ جو ڪم ڪرڻ لاءِ ڪنسلٽنٽ مقرر ڪيو ويو. حسن عليءَ تعليم جي ميدان ۾ ۽ وسيع عمل جي ذريعي مختلف هدفن جون ترجيحون طي ڪرڻ وارو ڪم ڪيو تہ جيئن هڪ چڪتاڻ کان پاڪ سماج ۽ معلومات تي آڌاريل معيشت بابت پڪ ٿئي. جيئن هر هڪ فرد کي پنهنجي اندروني صلاحيتن کي مڪمل طور استعمال ڪرڻ جي اجازت هجي. (29) گهڻين ڪوشش کان پوءِ جاري ڪيل اڇو چٺو (White Paper) جيڪو هڪ ئي ماڻهوءَ طرفان صرف ڪن نوجوانن جي مدد سان ڪيل ڪوشش جو نتيجو هو (جيڪي پڻ سندس ٽيم جا ميمبر ڪونہ هئا)، انهيءَ ۾ پاڪستان ۾ تعليم ۾ ٻوليءَ واري پهلوءَ جو جامع ادراڪ ملي ٿو. ان جو حوالو هتي ڏيڻ ضروري آهي:

"ملڪ ۾ (ٻولين ۽ ثقافتن جي) گهڻ رنگائيءَ (diversity) کي ڏسندي ظاهر آهي تہ انهي مونجهاري جو حل ٻار جي ماحول مطابق ضرور مختلف هوندو. شهري آباديءَ جي ڳتيل علائقن ۾ ٻار جو سماجي ماحول، ميڊيا ۽ گهر جي ٻوليءَ کانسواءِ هڪ کان وڌيڪ ٻولين سان واسطو پوي ٿو. ٻين هنڌن تي جتي سماجي ڍنگ گهٽو ڪري هڪ ڪرو هوندو آهي، خاص ڪري ٻولين جي حوالي سان. اتي اهڙي جوڙجڪ ۾ ٻار گهٽو ڪري بنيادي طرح رڳو مادري ٻوليءَ سان مانوس هوندو آهي. جڏهن ڪو ٻار انهيءَ ٻوليءَ ۾ پڙ ٿئي ٿو تہ چئن يا پنجن سالن جي عمر ۾ هو اسڪول ۾ داخل ٿئي ٿو تڏهن هن مان اميد رکجي ٿي تہ هو هڪ اهڙي ٻوليءَ ۾ سکيا وٺي جيڪا حقيقي ماحول ۾ صرف درسي ڪتابن ۾ وجود رکي ٿي. اهڙين جاين تي خود استاد بہ درسي ڪتابن جي ٻوليءَ کان قطع نظر پنهنجن سمجهاڻين لاءِ گهٽو ڪري مادري ٻولي استعمال ڪندا آهن. ٻار جون سکڻ واريون صلاحيتون، نوان خيال سکڻ بدران هڪ نئين ٻوليءَ جي سکڻ تي زور ڏيڻ سان، رنڊجي پون ٿيون. (30)

هن ٽيم سفارش ڪئي تہ جتي بہ ممڪن هجي پهريان ٽي سال تعليم جو ذريعو مادري ٻولي هئڻ گهرجي. جتي اردو مادري ٻولي ڪانهي تہ اتي اها پهرئين درجي کان (هڪ مضمون طور) پڙهائڻ گهرجي. انگريزي هڪ مضمون طور ٽئين درجي کان متعارف ڪرائجي، سو بہ 2008ع کان پوءِ، تيستائين انگريزيءَ جي استادن جي وڏي انگ کي تربيت ڏئي تيار ڪرڻو پوندو. انگريزي سائنس ۽ حسابن جي مضمونن لاءِ ڇهين درجي کان تعليم جو ذريعو هوندي (31)

اڃا اها ٽيم انهيءَ موضوع تي ڪم ڪري رهي هئي تہ وفاقي حڪومت جي تعليم واري وزير انگريزيءَ جي حمايت ۾ ڪيترا بيان ڏئي ڇڏيا. جڏهن بحث مباحثي لاءِ وائيٽ پيپر جاري ٿيو تہ ان جي ٻوليءَ بابت سفارشن، جيڪي ڪافي عقلي هيون۔ تعليم واري وزير کي پريشان ڪري ڇڏيو. جنهن ان ٽيم جي چيئرمئن کي هدايت ڪئي تہ "اها پڪ ڪئي وڃي تہ اهو اهڙيون ڪي سفارشون نہ ڪري جيڪي سندن شروع ڪيل سڌارن جي خلاف هجن، جن جي توهان کي خبر آهي." (32)

اصل ۾ اُهو جذبو ئي ڪونہ هو جنهن سان پاليسيءَ جي نظرثانيءَ وارو عمل ٿي رهيو هو. وائيٽ پيپر حڪومت جي پاليسيءَ جي نمائيندگي نہ پئي ڪئي پر اها اهڙن موضوعاتي مضمونن جي بنياد تي هئي جن ۾ "سمورن واسطيدار طبقن" (Stake Holders) سان ان معاملي جي بنياد ۾ وسيع جاگرافيائي بنيادن تي ڪيل صلاح مصلحت شامل هئي.' ان کان پوءِ هڪ بي مثال طريقي سان اهو وائيٽ پيپر لاڳاپيل ماڻهن کان رايا وٺڻ لاءِ ورهايو ويو. اهو سرڪاري پاليسي جوڙڻ جو هڪ نئون ۽ شفاف طريقو هو جنهن سان هڪ مثال قائم ٿي سگهيو ٿي. ان ۾ واضح ڪيو ويو هو تہ اهي رايا اچڻ کان پوءِ پاليسي دستاويز جو هڪ ڊرافٽ ٺاهي ان ۾ پاليسيءَ جا مقصد ڇاڻٽائي پيش ڪيو ويندو پوءِ حڪومت جي مرضي اها ان کي قبول ڪري يا رد ڪري.

بدقسمتيءَ سان وزير اهڙي ڪنهن صورتحال کي منهن ڏيڻ نٿي چاهيو جتي هن کي ٻوليءَ جي معاملي تي ٽيم طرفان پيش ڪيل رٿن کي رد ڪرڻو پوي. هن چيئرمئن کي هڪ نوٽ لکيو تہ "اوهين ڪم جاري رکو پر اهڙن ڪن پهلوئن جي وڪالت نہ ڪريو جيڪي اڳ ۾ منظور ٿيل/لاڳو ٿيل سڌارن جي ابتڙ هجن". يعني انگريزي ٻولي اڳئي پهرئين درجي کان متعارف ٿي چڪي آهي. (33)

انگريزيءَ کي ٽئين درجي کان پڙهائڻ واري شق کي نظر ثاني ٿيل وائيٽ پيپر مان خارج ڪيو ويو ۽ جاويد حسن عليءَ جنوري 2007ع ۾ پنهنجي استعفا جمع ڪرائي ۽ نوڪري ڇڏي ڏني. (34)

انهيءَ واقعي مان پڌرو ٿئي ٿو تہ پاڪستان ۾ انگريزيءَ واري لابي ڪيتري طاقتور آهي. تعليم جي وزير تہ اهڙي سفارش کي عام ڪرڻ ئي ڪونہ چاهيو جنهن ۾ مادري ٻوليءَ جي حق کي برقرار رکيو ويو هجي. اڳيان ٻہ سال قومي تعليمي پاليسي مايوسي واري رهي، جو ان وقت ملڪ پاڻ کي سياسي بحران مان ڪڍڻ ۾ مصروف هو. انهيءَ ئي وائيٽ پيپر ۾ ڪنهن پرڏيهي ڪنسلٽنٽ کان ڪرايل نظرثانيءَ کان پوءِ ڪجھ نوان نڪتا وجهرايا ويا ۽ اهو ان وقت تائين گهٽائي پيرا ڏسڻ ۾ ايندو رهيو تان جو ان کي 2009ع جي آڪٽوبر ۾ قومي تعليمي پاليسيءَ طور اختيار ڪيو ويو. ان ۾

چيل آهي تہ 'نصاب ۾ پهرئين درجي کان انگريزي (هڪ مضمون طور) اردو ۽ هڪ علائقائي ٻولي (۽) حساب (ميٿميٽڪس) ۽ ڪنهن لاڳاپيل مضمون سان شامل رهندي'

تعليم جو ذريعو پنجين درجي تائين صوبائي تعليم کاتي جي مرضيءَ تي ڇڏيو ويو. پر اهو دستاويز پنهنجو پاڻ ۾ اختلاف رکندڙ هو جو ان ۾ چيل هو تہ انگريزي چوٿين درجي کان اڳتي سائنس ۽ حساب پڙهائڻ جو ذريعو هوندي، جڏهن تہ ان لساني پاليسيءَ تي عملدرآمد سائنس ۽ حسابن جي صورت ۾ پنجن سالن لاءِ (نہ ان کان وڌيڪ) (2014ع تائين) مؤخر رهندو. (35)

ڪولمئن اهو ڄاڻائي ٿو تہ جيڪڏهن ڇهين درجي کان تعليم جو ذريعو انگريزي هوندي، ۽ جيڪڏهن سائنس ۽ حساب چوٿين درجي کان انگريزيءَ ۾ پڙهائبا تہ پوءِ ڪنهن واضح سمجهاڻي جي غير موجودگيءَ ۾ صوبا کهڙيءَ ريت ميڊيم يا تعليم جي ذريعي جي چونڊ ڪندا. (36)

انهن روز روز جي روين جي تبديلين سان ظاهر ٿئي ٿو تہ هڪ صاف ۽ واضح لساني پاليسي ڏيڻ جي ضرورت اڃا باقي آهي. تعليم کاتي جا مختيار ڏٺي انهيءَ معاملي ۾ ڪو چٽو فيصلو وٺڻ جي ذميواريءَ کان لنوائي رهيا آهن. انهيءَ دوران عوامي دٻاءُ انگريزيءَ جي حمايت ۾ وڌي رهيو آهي. هاڻي تہ هڪ عام ماڻهو بہ انگريزي سکڻ ٿو چاهي ڇو تہ هن کي انهيءَ مفروضي ۾ يقين آهي تہ اوچي طبقي جي ٻولي سکڻ ۾ ئي هن جو بچاءُ آهي. هو اهو نٿو سمجهي تہ اوچي طبقي کي جيڪي مراعتون مليل آهن ۽ ٻين کي اهي نہ ٿيون ملن، تہ ان جو سبب ڪو انگريزي ميڊيم تعليم جي ڪري حاصل ٿيل اعليٰ ذهني ۽ دانشوريءَ واري ڪا قابليت ڪانهي، بلڪ اهو معاشي، سياسي ۽ سماجي برتريءَ جي ڪري آهي. مٿيون طبقو جن هميشہ پنهنجو اثر ۽ اقتدار مضبوط ڪرڻ جا ذريعا تلاش ڪيا آهن، ائين هنن هڪڙو طريقو هي بہ ڳولي لڌو آهي جنهن موجب انگريزيءَ جي سيني اسڪولن ۾ همت افزائي ڪئي ٿي وڃي، پوءِ اتي پڙهندڙ شاهوڪار هجن، وچولي طبقي جا يا غريبن جا ٻار انگريزي پڙهائيندڙ استادن جو انگريزي پڙهائڻ، يا سائنس انگريزيءَ ۾ پڙهائڻ لاءِ ڪو بہ مناسب بندوبست موجود ڪونهي. ان ڪري اسڪول هاڻي گهٽ تربيت يافتا انگريزيءَ جي استادن جي رحم ڪرم تي هوندا آهن جن کي

ٻارَ بہ ان ٻوليءَ جي پوري ڄاڻ ڪانهي، جيڪا هو پڙهائي رهيا آهن.
انگريزي ٻوليءَ جي ڪنسلٽنٽن (صلاحڪارن) جا مزا ٿي ويا آهن. استادن
کي ٻن يا ٽن هفتن جا انگريزي پڙهائڻ لاءِ ورڪشاپ ڪرايا وڃن ٿا ۽ اهي
سمجهن ٿا تہ ائين ڪرڻ سان انگريزي ٻوليءَ جون مهارتون وڌي وينديون.
ٻارن جا اڻ پڙهيل مائٽ سمجهن ٿا ۽ خوش آهن تہ ٻار انگريزيءَ جي تعليم
حاصل ڪري رهيا آهن. ائين هنن سان دوکو ٿي رهيو آهي. انهن جا ٻار
جيڪڏهن ٿوري گهڻي انگريزي سکي ٿا وٺن تہ اهي خوش ٿيو وڃن تہ هو اها
ٻولي ڄاڻن ٿا. جيڪا سندن مائٽ ڪڏهن سکي نہ سگهيا. پر ڪوبہ اها
ڳالهہ نٿو سمجهي تہ جيڪا انگريزي هو سکي رهيا آهن اها ايتري تہ گهٽ
معيار جي آهي جو اها ڪين ڪٿي بہ ڪانہ پهچائيندي. نہ ئي هو سمجهن ٿا
تہ هن ٻوليءَ کي مڙهڻ سان هو سندن ذهانت جي ترقيءَ کي روڪي رهيا آهن
ڇو تہ اها سماجي اڀياس، حسابن ۽ سائنس جهڙن ڪيترن مضمونن جي
مناسب سکيا جي دراصل خلاف وڃي ٿي يعني اها ٿيڻ ئي نٿي ڏئي.

گهٽ آمدنيءَ وارن علائقن جي ڪيترن اسڪولن جي دورن جي دوران
مون ڏٺو تہ اهي تمام گهٽ في ٿا وٺن ۽ شاگردن جي تعليم جا ڪي اعليٰ
قسم جا يا استادن جي ترقيءَ جا پروگرام ڪرائڻ جي مالي سگهہ نٿا رکن.
اهڙن سڀني هنڌن تي هڪڙي يڪسان مبهم لساني پاليسي موجود هئي.
درسي ڪتاب انگريزيءَ ۾ آهي پر استاد ٻارن کي مواد ۽ خيال اردوءَ ۾ ٿا
سمجهائين، جيڪي پوءِ حافظي جي بنياد تي انگريزيءَ جو متن ياد ڪري ٿا
وٺن. اڄڪلهہ انگريزيءَ ۾ اهڙا بہ ڪتاب ڇپجن ٿا جن ۾ اردو ترجمو بہ گڏ
موجود آهي، جيڪو اهڙي طرح ترتيب سان رکيل آهي جو ساڳئي صفحي
تي ٻئي يعني انگريزي ۽ اردو لڳو لڳ ۾ موجود آهن. ڇا اڳ ۾ اهي مسئلا
اهڙيءَ طرح حل ٿي سگهيا آهن؟ جيڪي اڄ اسان جي تعليم جي پاليسيءَ
۾ ٻوليءَ جي حوالي سان سامهون آهن؟ مون کي ان ۾ شڪ آهي.

هاڻي وقت اچي ويو آهي تہ اسان جا تعليمي ماهر ٻوليءَ جي معاملي ۾
ڪا سنجيده ۽ عقلي سوچ اختيار ڪن تہ جيئن سندن تعليمي پاليسي ڪو
تہ اثر ڏيکاري، جيڪڏهن طبقاتي رڪاوٽون هٽائڻيون آهن تہ حڪومت کي
اڳتي اچڻو پوندو ۽ ان کي ٻوليءَ جي سکيا جي باري ۾ واضح موقف اختيار

ڪرڻو پوندو خاص طرح تعليم جي ذريعي جي ڏس ۾. تعليمي پاليسيءَ جي نظرثانيءَ جي عمل انهن سمورين خامين جي نشاندهي ڪئي، جيڪي ٻوليءَ جي پاليسيءَ ۾ متضاد ڳالهين جي ڪري پيدا ٿيون آهن... تعليم جي ميدان ۾ طبقاتي ورهاست موجود آهي، جنهن جو سبب هڪ عقلي لساني پاليسي ناهڻ ۽ ان تي عمل ڪرڻ ۾ ناڪامي آهي. تنهن ڪري وائيٽ پيپر هڪ "نئشنل لئنگئيج ڪميشن" جوڙڻ جي تجويز ڏني تہ جيئن ٻولين جي حالت جي خبر پوي، مختلف ٻولين کي ترقي ڏيارڻ لاءِ طريقا طي ٿين، ڪهڙي مادري ٻوليءَ ۾ سکيا ڏجي ۽ اردو ۽ انگريزيءَ ۾ قابليت حاصل ڪرڻ لاءِ ڪهڙو بهترين طريقو آهي؟ اهو معلوم ٿي سگهي. (37)

ڪولمئن پنهنجي 2012ع واري رپورٽ ۾ زوردار سفارش ڪئي ۽ پاڪستان ۾ تعليم جي ذريعي جي باري ۾ تحقيق ڪرڻ جي سفارش ڪئي آهي. (38)

جيتوڻيڪ گهڻا ماڻهو پاڙيسري ملڪ هندستان جا مثال ڏيڻ واري خيال جي مخالفت ڪندا آهن، پر مون کي تہ اها بيوقوفي لڳندي آهي تہ اسين ان ملڪ ۾ انهن معاملن تي ٿيندڙ تحقيق جو اڀياس نہ ڪريون، جيڪي ساڳيا اسان وٽ بہ موجود آهن. هندستان ۾ ٿيل تحقيق ۽ خصوصاً انهن سوالن تي ڪوجنا جيڪي سماجي ثقافتي سببن ڪان سڌو سنئون متاثر ٿيل هجن ۽ سماج تي وڏو اثر وجهن، اسان لاءِ بہ اوترو ئي فائديمند آهي. ڇو جو اسين سندن حاصل ڪيل نتيجن کي ڇنڊي ڇاڻي ان مان اهڙي معلومات حاصل ڪري سگهون ٿا، جيڪا اسان جي حالتن سان بہ ٺهڪي اچي ٿي.

2005ع ۾ هندستان جي تعليمي تحقيق ۽ تربيت واري قومي ڪائونسل (Indian National Council of Education Research and Training) هڪ اهڙو قومي نصاب جو خاڪو جوڙيو جيڪو پاڪستان جي قومي تعليمي پاليسيءَ جهڙو ئي آهي. مون خاص طور ٻولين واري باب کي جاچيو اهو معاملو هندستان جي تعليمدانن لاءِ اسان کان وڌيڪ للڪار وارو آهي. آءٌ انهي دستاويز مان ڪي خاص ٽڪرا پيش ڪندس، جڏهن تہ منهنجا هندستاني دوست چوندا آهن تہ تعليم ۾ ٻوليءَ وارو سندن مسئلو بنهہ اسان جهڙو ئي آهي: تہ تعليم جي ذريعي جي استعمال جي چونڊ جو عمل ملڪ ۾ انگريزيءَ

جي مٿيرائيءَ سبب بگڙي چڪو آهي، ڇو تہ انگريزيءَ کي سرڪاري حلقن ۾ تمام اهم حيثيت حاصل آهي. هندستان جي قومي نصابي خاڪي وارو دستاويز ٻوليءَ جي صلاحيت کي تسليم ڪري ٿو ٻار اسڪول شروع ڪرڻ کان بہ اڳ حاصل ڪري وٺن ٿا. انهن ٻارن مان ڪي تہ اسڪول اچڻ وقت اڳئي ڳالهائڻ ۽ سمجهڻ جي حد تائين ٻن يا ٽن ٻولين کان واقف هوندا آهن. انهن ٻولين کي اهي نہ صرف بلڪل درست پر تز نموني استعمال ڪري سگهندا آهن. ان دستاويز ۾ ٻوليءَ ۽ سياڻپ کي گهرائيءَ سان ڳنڍيل ڄاڻايو ويو آهي ۽ خبردار ڪيو ويو آهي تہ ٻار کي مادري ٻوليءَ کان محروم ڪرڻ يا مرڳو ان کي ختم ڪري ڇڏڻ، ٻار جي خودداريت يا خود آگاهيءَ جي احساس سان هٿ چراند برابر آهي. ٻولي ٻار کي ماڻهن، خيالن ۽ سندس چوڌاري موجود دنيا سان ڳنڍي ڇڏي ٿي. پر هندستان ۾ تہ تمام گهڻيون ٻوليون آهن تہ پوءِ انهن مان ڪهڙيون ٻوليون اسڪول ۾ پڙهائجن؟

(نصاب جو) خاڪو يا ڍانچو اهو قبول ڪري ٿو تہ گهڻ-ٻوليائيءَ (Multilingualism) هئڻ جا پختا فائدا آهن ۽ اهو ٽن ٻولين تي مشتمل فارمولو (Three Language Formula) پيش ڪري ٿو. ان ۾ جيڪي نڪتا پيش ڪيا ويا آهن، اهي هي آهن:

- ٻوليءَ جي سکيا گهڻ-ٻوليائي هئڻ گهرجي ۽ نہ صرف ٻارن کي جيڪي ٻوليون سيکارجن، انهن جو انگ اهم آهي پر اهڙيون حڪمت عمليون جوڙڻ بہ ضروري آهن. جيڪي گهڻ ٻوليائي ڪلاس ۾ هڪ سرمايو تي استعمال ٿين.
- ٻارن جي گهر جي ٻولي يا ٻوليون ئي اسڪولن ۾ تعليم جو ذريعو هجن.
- جيڪڏهن ڪنهن اسڪول ۾ مٿين سطح تي ٻار جي گهر جي ٻولي يا ٻوليون پڙهائڻ جو بندوبست نہ هجي تہ بہ پرائمري اسڪول جي تعليم سندس گهر جي ٻوليءَ يا ٻولين ذريعي ٿيڻ گهرجي. اهو لازمي آهي تہ ٻار جي گهر جي ٻولي يا ٻولين جو احترام ڪيو وڃي.
- ٻار بلڪل شروع کان گهڻ-ٻوليائي تعليم حاصل ڪندا. ٽن ٻولين وارو فارمولو پنهنجي پوري روح سان لاڳو ڪرڻ جي

ضرورت آهي، جنهن سان هڪ گهڻ ٻوليائي ملڪ ۾ رابطي لاءِ گهٽيون ٻوليون ڄاڻڻ جي صلاحيت وڌندي.

انگريزيءَ جي باري ۾ هندستاني قومي نصابي خاڪو ان ڳالهه جي لاءِ زور ڏئو ٿو ته انگريزي ۽ ٻين مضمونن جي وچ ۾ توڙي انگريزي ۽ ٻين هندستاني ٻولين جي وچ ۾ موجود رڪاوٽون دور ڪيون وڃن. اها تجويز ڏني وئي آهي ته ابتدائي مرحلن ۾ انگريزيءَ کي هڪ ٻوليءَ طور سکيا جي عمل ۾ استعمال ڪري، ٻار ۾ دنيا جي باري ۾ ڄاڻ کي وڌائي سگهجي ٿو پوءِ وارن مرحلن ۾ انگريزي ٻين مضمونن جي نسبت سان توڙي خود ٻوليءَ جي حيثيت ۾ درجي بدرجي پڙهائي وڃي. اهڙي ريت 'ٻولي بحيثيت هڪ مضمون' ۽ 'ٻولي بحيثيت تعليم جو ذريعو' جي وچ واري ويڇوٽي ختم ٿي ويندي. ان جو آخري مقصد اهو آهي ته هڪ اهڙو نظام هجي جيڪو 'ٻولي پڙهائڻ' ۽ 'ٻوليءَ جي هڪ ذريعي طور' استعمال ۾ ڪو فرق نه ڪري.

هندستاني تحقيق جو هڪ ٻيو مثال به بيان ڪرڻ جهڙو آهي، سو سائنس ۽ حساب پڙهائڻ واري ٻوليءَ بابت آهي. انهن مضمونن کي يڪسان هڪجهڙا مضمون چئبو آهي ڇو ته انهن جي ڄاڻ ۽ مهارت امڪاني طور تي ٻوليءَ تي مدار نٿي رکي، (ته اها ڪهڙي هجي يا ڪهڙي نه هجي). پاڪستان جي 2009ع واري قومي تعليمي پاليسيءَ ۾ تجويز ڪيل آهي ته سائنس ۽ حساب جا مضمون چوٿين درجي کان اڳتي انگريزيءَ ۾ پڙهايا وڃن. هڪڙو هندستاني سائنس جو ماهرِ تعليم ونود رائنا، جنهن پنهنجي يونيورسٽيءَ جي عهدي تان ان لاءِ استعيفيٰ ڏني هئي ته جيئن صفا هيٺين سطح تي ٻارن سان ڪم ڪري سگهي. تنهن اتي عوامي سائنس تحريڪ People's Science Movement هلائي ٻارن لاءِ متبادل اسڪولي نصاب تيار ڪرڻ جو ڪم هٿ ۾ کنيو. اهو ان ڏس ۾ ٻي راءِ رکي ٿو. هو هندستان ۾ هوشنگ آباد پراجيڪٽ جو حصو هو جنهن ملڪ ۾ اسڪولي تعليم ۾ بهتري آڻڻ لاءِ طور طريقا سمجهڻ لاءِ 1972ع کان 2002ع تائين 1500 ڳوناٽن سرڪاري اسڪولن ۾ ڪيترائي تجربا ڪيا. سائنس جي سکيا لاءِ ڪيئي سوال اٿاريا ويا ته ڇا اهو ضروري آهي ته (نصاب جو) مواد ٻار جي سماجي ۽ ثقافتي مقام کي سامهون رکي؟ ۽ جي انهيءَ سان ڪو فائدو ٿئي ته پوءِ

سندس سکيا جي عمل ۾ زراعت، صحت ۽ دوائن بابت مقامي ڄاڻ کي بہ کيئن شامل ڪجي، ۽ سڀ ڪان وڌيڪ اهو تہ ان لاءِ ٻار کي سائنس پڙهائڻ لاءِ ڪهڙي ٻولي استعمال ڪرڻ گهرجي؟ رائنا لکي ٿو تہ سائنس جي سکيا جو اهو مطلب ڪونهي تہ ڪي (سائنسي) حقيقتون گڏ ڪري پوءِ ٻار کي اهي رٽويا ياد ڪرائجن. رائنا هڪ اهڙي عمل جي وڪالت ڪري ٿو جتي ٻار پڻ اصل ۾ سائنس جا تجربا ڪري ۽ اهڙن تجربن مان پاڻيهي سکي. هو ان کي "اٿين سکندو جيئن ڪو سائنسدان سکندو آهي" وارو طريقو ٿو سڏي اهو ٿي طريقو هوشنگ آباد ۾ استعمال ڪيو ويو جتي فطري ماحول مان زمين، نديءَ، جانورن ۽ وڻن ٻوٽن کي تجربيگاهہ وانگر استعمال ڪري نباتات (Botany)، حياتيات (Zoology)، جاگرافي، شمسي نظام (Solar System)، زرعي سائنس وغيره جي عملي سکيا ڏني وئي.

ٻارن معلومات حاصل ڪرڻ ۽ تنقيد ڪرڻ جي سکيا ۽ ان ڄاڻ جو استعمال صرف تڏهن ڪري سگهندا آهن، جڏهن کين اهي انگريزيءَ ۾ پڙهائجن؟ اهو سوال بہ پڇي سگهجي ٿو. ونود رائنا سمجهي ٿو تہ:

"اها ڳالهہ بہ چڱي طرح سان طئي ٿيل آهي تہ ٻار جي سکيا اڪيلي سر ڪانہ ٿيندي آهي، هڪ ريسرچ سائنسدان وانگر انفرادي ڪانہ هوندي آهي. بلڪ اها هڪ مضبوطيءَ سان جوڙيل بنياد تي انحصار رکندي آهي، جيڪو سندس ساٿين سان لهہ وچڙ استاد ۽ ٻين سهڪاري وڏڙن جي تعاون سان وجود ۾ ايندو آهي. ۽ انهيءَ مضبوط بنياد ۾ ٻولي مرڪزي حيثيت رکي ٿي. جيئن ٻار ٻاڻ ۾ کيڏڻ مهل گهڻو ڳالهائيندا آهن، تيئن (سکيا جي عمل دوران) سچو وقت ٻاڻ ۾ ڳالهائڻ جي ضرورت هوندي آهي.... ساختياتي طرز اندر ان ڳالهہ کي تسليم ڪيو ويو آهي تہ ادراڪي اوسر بابت پياجٽ (Piaget_ سئيزرلينڊ جو نفسياتي ماهر) جي خيالن کان وڌيڪ وائگوتسڪي (Vygotsky_روس جو لساني نفسيات جو ماهر) جي سماجي ساختيات طرفان ٻار جي لساني ۽ ثقافتي مقام جي وڌيڪ اهميت بيان ڪئي وئي آهي، جنهن جي گهرج اها آهي تہ سائنس جي سکيا لاءِ ٻوليءَ جو ڪردار سنجيدگيءَ

سان ورتو وڃي. هندستان جهڙي گهڻ-ٻوليائي ملڪ ۾ ان جي سڀ کان وڏيڪ اهميت آهي." (40)

مٿئين تاريخي بيان مان بنا شڪ اها پختي راءِ جڙي ٿي تہ پاڪستان ۾ تعليمي پاليسيءَ ۾ ٻوليءَ جي معاملي ۾ تعليم جي ماهرن ڪيئن لاغرضيءَ واري روش اختيار ڪئي آهي. ٻوليءَ جي معاملي کي جنهن سنجيدگيءَ جي ضرورت آهي اها ان کي ڪڏهن بہ ڪانہ ملي آهي ۽ محض عارضي رويو اختيار ڪيو ويو آهي، ان مان اختيار ڪٽين جي تعليم ڏانهن لاغرضي ظاهر ٿئي ٿي. ڪنهن بہ سٺي تعليمي نظام جو بنياد هڪ منصفاڻي لساني پاليسيءَ سان جڙندو آهي.

## Notes

1. For a more comprehensive account see Tariq Rahman, Language, Education and Culture (Karachi, OUP, 1999).
2. Sabiha Mansoor, Language Planning in Higher Education (Karachi: OUP, 2005), 65.
3. Tariq Rahman, Language and Politics in Pakistan (Karachi, OUP, 1998), 14.
4. Hywel Coleman, Teaching and Learning in Pakistan; The Role of Language in Education (Islamabad: British Council, 2010), 15.
5. Proceedings of the Pakistan Educational Conference held at Karachi from 27 Nov. to 1st Dec, 1947, (Karachi: Government of Pakistan, 1947) 11.
6. Ibid, 19-22.
7. Ibid.
8. First Advisory Board (1948) Language and Education – Selected Documents 1780-2003, Tariq Rahman Compiler and editor (Islamabad, National Institute of Pakistan Studies, Quaid-i-Azam University, 2004), 266.
9. Proceedings of the Educational Conference held at Karachi on 4th and 5th Dec. 1951, (Karachi: Government of Pakistan 1956), 16.
10. Ibid, 5-6.
11. Report on the Commission on National Education, (Karachi: Ministry of education, Government of Pakistan 1959), 292.
12. Ibid
13. Report of the Hamoodur Rahman Commission on Students, Problems and Welfare (1966), Language and Education-Selected Documents 1780-2003, Tariq Rahman, compiler and editor (Islamabad: National Institute of Pakistan Studies, Quaid-i-Azam University, 2004), 520-1.
14. Proposals for a New Education Policy, (Islamabad: Ministry of Education, Government of Paksitan, July 1969), 2-5.
15. Ibid, 16-17.
16. The New Education Policy of the Government of Pakistan (Islamabad: Minsitry of Education and Scientific Research, March 1970), 18-19.
17. The Education Policy, 1972-80, (Islamabad: Ministry of Education, Government of Pakistan, March 1972).
18. Government of Pakistan, Regulation 118, (The Privately Managed School and Colleges (Taking Over) Regulation 1972).
19. The Education Policy, 1972-80: Review of Implementation and measures for Further Reforms (Islamabad: Ministry of Education, Government of Pakistan, 1976), 4.
20. Ibid, 11.
21. President Ziaul Haq's Policy Statement, in Language and Education-Selected Documents 1780-2003, Tariq Rahman, Compiler and Editor (Islamabad: National Institute of Pakistan Studies, Quaid-i-Azam University, 2004), 547.

22. Ibid.
23. Ibid, 549.
24. Ibid, 550-1.
25. National Education Policy 1992-2002 (Islamabad: Ministry of Education, Government of Pakistan, 1992).
26. Ibid.
27. National Education Policy 1998-2010 (Islamabad: Ministry of Education, Government of Pakistan, 1998), vi.
28. Ibid, 5.
29. Javed Hasan Aly, Education in Pakistan: A White Paper (Islamabad: National Education Policy Review Team, December 2006), 3.
30. This recommendation on English was made by Javed Hassan Aly in Original White Paper, 32.
31. Ibid, 31-2.
32. Minister of Education, Javed Ashraf Qazi's hand written note on the Margin of a Dawn Clipping fixed on 8 January 2007 to Javed Hasan Aly.
33. Handwirtten note by the Education Minister on letter by Javed Hassan Aly of 11 January 2007 (No.1012/07 Cons).
34. Javed Hasan Aly, Education in Pakistan, A White Paper (Islamabad: National Education Policy Reviews Team, February 2007).
35. National Education Policy 2009 (Islamabad: Ministry of Education, Government of Pakistan, 2009), 27.
36. Hywel Coleman, Teaching and Learning in Pakistan, The Role of Language in Education (Islamabad: British Council 2010) 18-19.
37. Javed Hasan Aly, Education in Pakistan: A White Paper (Islamabad: National Education Policy review Team, February 2007), and Thematic Papers, National Education Policy Review Process, 2006-07, Equity in Education Part VI (Islamabad: Ministry of Education, Government of Pakistan)
38. Hywel Coleman and Tony Capstick, Language in Education in Pakistan, Recommendations for Policy and Practice (Islamabad: British Council 2012).
39. National Curriculum Framework, 2005 (New Delhi: National Council of Educational Research and Training 2005) http://www.ncert.nic.in/html/pdf/schoolcurriculum/framework 05/prelims.pdf> Accessed on 3 June 2013.
40. Vinod Raina, 'Between Behaviorism and Constructivism: Quality Education in a Multicultural Context', paper presented at an International Symposium on Education and Cultural Studies at Lingnan University, Hong Kong, 22 May 2008.

# باب چوٿون

## ٻوليءَ جو حصول

پاڪستان ۾ ٻوليءَ جو سوال عام طرح سان سياست، ثقافت، قومپرستي، نسلي سڃاڻپ ۽ اقتصادي سرگرميءَ جي حوالي سان اپياس هيٺ ايندو آهي. اهي سڀئي زندگيءَ جا تمام اهم پهلو آهن ۽ انهن جو تمام گهڻو اثر ان ٻوليءَ تي پوندو آهي، جيڪا ماڻهو ڳالهائيندا، پڙهندا ۽ لکندا آهن. تنهن هوندي بہ تعليم ۾ ٻوليءَ کي ثانوي سمجهيو ويندو آهي ۽ ان کي هڪ اهڙي وسيلي (tool) طور سمجهيو ويندو آهي، جيڪو ڪوبہ سنو استاد ٻين مضمونن وانگر پڙهائي سگهي. جيتري قدر منهنجي تجربي مون کي ڏيکاريو آهي تہ اصل ۾ ڳالهہ ائين ڪانهي.

گهڻائي سال اڳ هڪڙو مڪراني بلوچ چوڪرو بشير، جنهن جو پيءُ اسان وٽ چوڪيدار هو مون وٽ انگريزي پڙهڻ ايندو هو. هن پنهنجي سيڪنڊري اسڪول سرٽيفڪيٽ (ميٽرڪ) جي امتحان جي تياري پئي ڪئي ۽ هڪ سرڪاري اسڪول ۾ داخل هو. بشير کي انگريزي پڙهائڻ منهنجي لاءِ مايوس ڪندڙ مشق هئي. هن کي ٻوليءَ جي صفا سطحي ڄاڻ هئي، جيڪا هن کي هڪ استاد کان ملي هئي، ۽ اهو صاف ظاهر هو تہ سندس استاد کي انگريزيءَ ۾ بنهہ گهٽ قابليت هئي. جيتريقدر سندس مائٽن جو سوال هو تہ اهي بنهہ اڻ پڙهيل هئا ۽ صرف بلوچي ۽ اردو ڳالهائي ٿي سگهيا. اهي ئي ٻوليون هيون جيڪي بشير کي پنهنجي سماجي دائري ۾ ڳالهائڻيون هيون.

بشير کي انگريزي ٻوليءَ سان مانوس ڪرڻ جون اجايون ڪوششون ان وقت ختم ٿي ويون، جڏهن هن اهو سڀ ڪجهہ رٽڻ شروع ڪيو جيڪو آءٌ هن کي سيکارينديءَ هئس ۽ بنا ڪجهہ سمجهڻ جي جيڪي پڙهندو هو ان کي ياد پيو ڪندو هو. ان جو متن هن لاءِ تمام ڏکيو هو ۽ مون کي پڪ آهي تہ هن جهڙن ٻين هزارين ٻارن لاءِ پڻ ائين ئي هو جن جي لاءِ انگريزي هڪ ڌارين ٻولي هئي. مون کي حيرت ان وقت ٿي جڏهن هو امتحان ۾ پاس ٿيو. ان ڪري نہ تہ ڪو هن ٻولي سکي ورتي هئي پر ڪراچيءَ جي بورڊ آف سيڪنڊري ايجوڪيشن جي انوکي ۽ ناقص امتحاني نظام جي ڪري ائين

تي سگهيو. اهو بہ ممڪن آهي تہ بشير نقل ڪيو هجي، جيئن اسان جا اڪثر شاگرد ڪرڻ جا عادي آهن.

ان ڪان پوءِ ڪي ٻيا اهڙا ٻار بہ آهن، جيڪي برطانيا ۾ رهندڙ پاڪستاني مائٽن جا ٻچا آهن ۽ صرف اردو، پنجابي يا پشتو ڳالهائيندا آهن، چو جو سندن مائرن کي انگريزي ڳالهائڻ نٿي اچي. اهي ٻار انگريزي ان وقت سکندا آهن، جڏهن هو پاڙي ۾ ٻين ٻارن سان لهہ وچڙ ۾ ايندا آهن. اهو سندن اسڪول ۾ وڃڻ يا اسڪول جي استاد سان پهريون ڀيرو ملڻ کان اڳ بہ ٿي سگهي ٿو. انهن جي لاءِ بہ انگريزي ڏارين ٻولي آهي، پر اهي ان ۾ چڱا هوندا آهن اهي انگريزي سکڻ لاءِ استاد جا محتاج ڪونہ هوندا آهن. بلڪ اهي اها ماحول مان حاصل ڪندا آهن.

جڏهن مون ان معاملي تي سوچيو تہ ٻوليءَ جي سکيا جو هڪ ٻيو رخ بہ معلوم ٿيو جيڪو آهي صوتيات (Phonology) يا آوازي اصول ۽ ڪيترائي سوال منهنجي ذهن ۾ جاڳي پيا. ڪن ماڻهن جو لهجو (accent) ايترو ڳرو ڇو هوندو آهي؟ ائين ڇو آهي تہ ڪي آواز جيڪي هڪ ٻوليءَ سان وابستا ماڻهو سولائيءَ سان اچاري سگهي ٿو پر ٻئي لاءِ اهي اچارڻ ڏکيا هوندا آهن؟ آخر ڇو ڪي ماڻهو ڪا ٻولي ننڍپڻ ۾ ڪنهن اصلوڪي/مقامي ماڻهوءَ کان سکي ساڳئي انهيءَ اچار سان ڳالهائي ويندا آهن. پر جيڪي ماڻهو اها ئي ٻولي هڪ ڏارين ٻوليءَ طور زندگيءَ ۾ ٿورو دير سان سکندا آهن تہ اهي ڳالهائڻ مهل هڪڙو ڏاريون لهجو ڳالهائيندا آهن؟ جيڪڏهن اهو معاملو صرف ڪنهن سٺي استاد تائين هجي ها تہ پوءِ منهنجو انگريز دوست لفظ "غيرت" کي "گيرت" ڇو چوي ها؟ ڇا جي ڪري اردوءَ جو ڪاڪڙي مان ادا ٿيندڙ آواز 'ق' اڪثر ماڻهو نہ اچاري سگهندا آهن ۽ ان کي 'ڪ' وانگر اچاريندا آهن؟ ۽ آءُ پاڻ ڇو نہ ٿي ڪي سنڌي گهُٽا آواز اُچاري سگهان، جيئن اصلوڪا سنڌي ڪندا آهن؟

## ٻولي نج سائنس ڪانهي؟

اها ڳالهہ صاف آهي تہ انساني سماج ۾ رهندڙ هر شخص قدرتي طور ٻولي ڳالهائڻ سگهي ٿو. مکيہ سوال آهي- ڪهڙي ٻولي؟ اهو ضروري آهي تہ ٻوليءَ جي حصول جو عمل سمجهيو وڃي، تہ جيئن اهڙا جيڪي بہ طريقا

اسڪولن ۾ اختيار ڪيا وڃن تہ اهي تعليم ۽ ٻوليءَ جي حصول ۾ ڌيان ۾ رکجن. جيئن اهي فطري عمل ۾ مددگار ٿي سگهن. ظاهر آهي تہ ٻوليءَ جو هڪ جسماني پهلو بہ آهي، جنهن کي پاڪستان جي پاليسي جوڙيندڙن ۽ تعليمدانن مڪمل طور نظرانداز ڪيو آهي. اها ٻوليءَ جي حصول جي حياتياتي ساخت آهي، جيڪا هر ٻار ۾ ڄمڻ سان هوندي آهي. مشهور آمريڪي ماهرِ لسانيات نوم چومسڪي ان کي ٻوليءَ جي حصول جو آواز (Language Acquisition Device-LAD) ٿو سڏي، جنهن کي ڪيئي ڏاهاڪا اڳ ماريا مانٽيسوريءَ سڃاتو هو. هن ان کي پنهنجي ڪتاب ۾ Language Mechanism سڏيو هو جنهن جو نالو آهي The Absorbent Mind (ڇهندڙ يا جذب ڪندڙ دماغ) جنهن ۾ هوءَ نفسياتي ۽ سماجياتي حوالي سان ان کي چٽيءَ طرح سمجهائي ٿي. (1) هن مطابق اهو ميڪانڪي عمل ڪنهن ماڻهوءَ جي ڪا ٻولي ڳالهائڻ جي صلاحيت کي ڪنٽرول ڪري ٿو. عقل جي تقاضا اها آهي تہ ان جي اهميت کي سمجهيو وڃي ۽ لساني پاليسيون جوڙڻ مهل ان کي غور هيٺ ضرور رکجي. اهڙي طريقي سان پنهنجي ٻولي مضمون طور پڙهڻ يا پنهنجي ٻوليءَ جي ذريعي پڙهڻ دوران ٻارن کي ٽيندڙ فائدي کي اڃا بہ وڌائي سگهجي ٿو. ان سان تعليم جي رٿابندي ڪندڙن طرفان پڙهائڻ جي چونڊيل طريقيڪار کي بہ بهتر ڪري سگهجي ٿو.

انهيءَ طريقي سان مون ٻوليءَ جي سکيا يا ٻوليءَ جي حصول ۾ سيني کان بهتر طريقي جي ڳولا وارو سفر شروع ڪيو جنهن جي لاءِ ضروري هو تہ هر قسم جي لسانيات ۽ نيورالاجيءَ جي ماهرن جي ڪيل تحقيق جي ڳولا ڪجي. هن وقت تائين دماغ تي، جيڪو هڪ منفرد عضوو آهي، انساني بدن جي هڪ حصي طور سڀ کان گهٽ کوجنا ٿي آهي. ظاهر آهي تہ اهڙو ڪو بہ جراحي (وڍ ڪٽ وارو) طريقو ڪونهي، جنهن کي استعمال ڪري هڪ زنده دماغ جي اڀياس ۾ مدد وٺبي، ڇو جو انساني دماغ، ٻين عضون جي ڀيٽ ۾، جانورن جي دماغ کان بنهہ مختلف آهي. پر تشخيص جي نئين ٽيڪنالاجيءَ جي ايجاد اهو ممڪن بڻايو آهي تہ انسان جي دماغ جي اندروني وٿين (gaps) بابت معلوم ڪري سگهجي.

اها ڳالهہ هاڻي بنا شڪ جي تسليم ڪئي وئي آهي تہ دماغ جي اوسر رڳو هن عضوي جي جينياتي جزن سان نہ پر ماحول ۾ ٿيل تجربن سان پڻ ٿئي ٿي، جن مان اهو گذري ٿو. اها ڳالهہ بہ هاڻي طي ٿي چڪي آهي تہ ڄمڻ کان فوراً پوءِ دماغ جي طبعي ساخت ۾ ان وقت تبديل ٿئي ٿي، جڏهن اهو حاصل ٿيل معلومات تي عمل ڪري ٿو. هڪ ننڍڙي کير پياڪ ٻار جي دماغ جي اوسر تي جيڪي تجربا اثر وجهن ٿا ، انهن ۾ ٻين ڳالهين سان گڏ آواز، ڳالهائڻ، سندس چوڌاري ماڻهن جي سماجي ثقافتي لهہ وچڙ ۽ رابطو شامل آهن ۽ اها ڳالهہ اهم آهي. اهڙا گهڻا ماهر جيڪي ان نتيجي تي پهتا انهن رڳو مفروضي واري تحقيق جي بنياد تي ائين ڪيو ۽ ٻارن تي سچ پچ بنا ڪم ڪرڻ جي اهي نتيجا ڏنا. مانٽيسوريءَ کي سندس طب جي ڄاڻ سبب فائدو ٿيو هو اٽليءَ جي پهرين فزيشن (ڊاڪٽر) هئي ۽ هن کي ٻنهہ ننڍڙن ٻارن سان ڪم ڪرڻ ۽ سندن مشاهدو ڪرڻ جو موقعو مليو.

ٻوليءَ جي حصول بابت هاڻي ڪيترائي نظريا اچي ويا آهن. انهن مان سڀ کان اهم جيڪي تسليم ڪيا ويا آهن سي آهن: روين تي آڌارت (Behaviorist)، فطري يا ڄائي ڄم کان (Innateness)، ادراڪي/فهم وارو (Cognitive) ۽ هڪٻئي سان لهہ وچڙ وارو (Interactionist) نظريو- جن کي ترتيبوار بي ايف اسڪنر (B. F Skinner)، نوم چومسڪي، جين پياجيٽ (Jean Piaget) ۽ جيروم برنر (Jerome Burner) قبول ڪيو آهي. روين تي آڌارت (Behaviorist) نقطہ نظر وارن جو چوڻ آهي تہ هڪ ٻار پنهنجي مائٽن يا سنڀاليندڙن جي ڳالهائڻ جو نقل ڪندو آهي. هن کي جيئن تہ سندس طرفان ڳالهايل لفظ جي ڪري ڪجهہ ملي ٿو ان ڪري هر وڌيڪ ڳالهائڻ لاءِ همٿائجي ٿو. فطري صلاحيت (Innateness) واري نظريي جا پوئلڳ ان راءِ جي وڪالت ڪن ٿا تہ انسانن ۾ ٻولي حاصل ڪرڻ جي ڄائي ڄم کان فطري صلاحيت موجود هوندي آهي ۽ اهو عمل حياتياتي طور طي ٿيل آهي. چومسڪي هڪ اهڙي يڪسان يا آفاقي گرامر جي ڳالهہ ڪري ٿو جيڪو ٻار کي ڪابہ ٻولي حاصل ڪرڻ ۽ ان جي نحوي بناوت کي جهٽڻ جي قابل بنائي ٿو تنهن هوندي بہ پنهنجي صفا هاڻوڪي ڪتاب ۾ هن لکيو آهي ـ سندس نظريي کي سمجهڻ ۾ غلطي ڪئي وئي آهي. (2) پياجيٽ جي

ادراڪي يا سمجهہ واري نقطہ نظر موجب ڪنهن ٻار طرفان ٻولي حاصل ڪرڻ جو عمل ٻار جي ذهني (ادراڪي) اوسر جو هڪ حصو آهي. ٻار سڀ کان پهرين ڪنهن خيال يا تصور (Concept) کي سمجهڻ سکي ٿو ان کان پوءِ هو انهيءَ جو اظهار ڪرڻ لاءِ ٻولي سکي ٿو. لهہ وچڙ يا رابطي جي نظريي وارا ان ڳالهہ کي وڌيڪ اهميت ڏين ٿا تہ ٻار پنهنجي چوڌاري ماڻهن جي گفتگو مان ٻوليءَ کي جذب ڪري وٺي ٿو. جيئن تہ ٻوليءَ جو مقصد هڪٻئي سان رابطو آهي ان ڪري ان کي انهي ابلاغي حوالي سان سکيو وڃي ٿو.

ڪيترن ئي نقادن انهن نظرين جو ڇيد ڪيو آهي ۽ انهن جون خاميون ٻڌايون آهن. انهن مان ڪو بہ نظريو اهو نٿو ٻڌائي ۽ مناسب نموني نٿو سمجهائي تہ آخر ٻار ٻوليءَ جون مهارتون ڪيئن ٿو جهٽي؟ ان مان ٻوليءَ جي حصول جي صلاحيت جي موجودگيءَ ڏانهن ڌيان وڃي ٿو جنهن جي ڳالهہ فطري صلاحيت واري نظريي جا پوئلڳ ڪندا آهن. پر انساني لهہ وچڙ کانسواءِ اها صلاحيت ڪڏهن بہ فعال ڪانہ ٿيندي. ساڳيءَ طرح مشاهدو ٻڌائي ٿو تہ ذهن ۽ ٻولي هميشہ گڏ ڪونہ هوندا آهن. لهہ وچڙ وارو نظريو بہ ٻوليءَ جي حصول بابت سمجهائڻ لاءِ اڻپورو آهي. ڇو جو ٻار ٻولي سکڻ جي لاءِ ساڳين مرحلن مان گذرن ٿا. جيتوڻيڪ ڪجهہ ٻين ثقافتن ۾ اهو انداز ڪجهہ مختلف آهي ۽ سندن لهہ وچڙ جو انداز پڻ جدا جدا هوندو آهي. ان ڪري اهو چوڻ صحيح ٿيندو تہ ٻوليءَ کي حاصل ڪرڻ جو عمل هڪ پيچيده عمل آهي ۽ اهو مختلف عوامل جي گڏ ٿيڻ سان ٿيندو آهي. تشخيصي طب ۾ ٽيڪنالاجيءَ جي ايجادن، هاڻي اهو ممڪن بڻائي ڇڏيو آهي تہ هو ان جي ڇڪاس ڪري انهن نظرين کي صحيح ثابت ڪن.

واشنگٽن ڊي سي جي گلاڊيٽ (Gallaudet) يونيورسٽيءَ ۾ ادراڪي نيورو سائنسدان لارا اين پٽيٽو (Laura-Ann Petitto) دماغ جي ۽ ٻوليءَ جي حصول بابت هڪ بلڪل نئين تحقيق ڪئي آهي. هڪ ٻولي ڳالهائيندڙ ۽ ٻہ ٻوليون ڳالهائيندڙ ٻن ٻارن جي مٿن ۾ چاريءَ جهڙا حساسيت جاچيندڙ اوزار (sensors) لڳائي هنن جي دماغن جي ان وقت جي سرگرميءَ کي ڏٺو جڏهن هو ڏنل متن ڪمپيوٽر تي پڙهي رهيا هئا. اهڙيءَ ريت پٽيٽو ٻار ۾ ٻوليءَ کي حاصل ڪرڻ واري عمل بابت جاڻڻ ۾ ڪاميابي حاصل ڪئي. (3)

ماهرن طرفان ٻار جي ٻوليءَ جي حصول بابت معلومات گڏ ڪرڻ لاءِ هڪ ٻيو طريقو اهو رهيو آهي تہ گونگن يا ڳالهائي نہ سگهندڙ ٻارن جو مطالعو ڪيو وڃي ۽ اهو طي ڪيو وڃي تہ اهي ڪهڙا عنصر آهن، جن جي غير موجودگيءَ ٻارن ۾ ٻوليءَ جي رواجي اوسر کي روڪي ڇڏيو آهي. انهيءَ ڳالهہ جو امڪان آهي تہ ٻوليءَ کان نندي هوندي محروميءَ سبب دماغ جي انهن حصن جي ٻوليءَ سان واسطو رکندڙ اوسر تي اثر پوندو هجي. جنهن جي ڪري انهن جي ٻوليءَ واري سرگرميءَ تي بہ ناڪاري اثر پئجي وڃي. انهيءَ ڳالهہ جي نشاندهي لنڊن جي هڪ اسپتال ۾ ٻارن جي نفسيات تي تحقيق ڪندڙ هڪ ماهر ڪئي آهي.

هاڻي اهو وسيع پيماني تي تسليم ڪيو ويو آهي تہ فطرت ۽ پالنا ٻنهي جو ٻار جي ٻوليءَ واري اوسر ۾ ڪردار هوندو آهي. ڪراچيءَ جي هڪ ٻوڙن ۽ نابينن جي اداري ايڊاريو اسڪول اينڊ ڪاليج (Ida Reiu School and College) ۾ ڪم ڪندڙ هڪ آوازي ماهر (audiologist)، جيڪو ٻارن جي ڪنن ۾ ٻڌڻ جا آلا لڳائيندو هو هڪ پيري ان ڳالهہ جي تصديق ڪئي تہ ٻارن لاءِ ننڍڙي عمر ۾ ٻڌڻ جي (صلاحيت) چڪاس ڪرڻ جي اهميت آهي، جيڪڏهن تمام جلد ان ٻڌڻ واري مسئلي کي جاچي، ان جي علاج لاءِ ڪوشش نہ ڪئي وڃي، تہ ٻار ڳالهائڻ جا عضوا (Vocal Chords) بلڪل صحيح هئڻ باوجود ڳالهائڻ نہ سگهي سگهندو.

## ماريا مانٽيسوريءَ جو رهنمائي ڪندڙ ڪم

هن وقت جيڪي نظريا سمجهايا پيا وڃن، انهن جو هڪ گڏيل اظهار اڳ ۾ ئي ماريا مانٽيسوري (1962ع_1872ع) پنهنجي تصنيف ۾ ڪري چڪي هئي، هي پهرين عورت هئي، جنهن ٻار جي ڳالهائڻ واري ميڪانڪي عمل (Mechanism) کي جاچيو. پاڻ هڪ ڊاڪٽر ۽ تعليمي ماهر هئي جنهن اهڙن ٻارن تي تمام گهڻا تجربا ڪيا، جن کي 'ذهني معذور' چيو ويندو هو ۽ اهي 1907ع ۾ قائم ڪيل سنڊس اداري ڪاسادي بمبيني (Casa Dei Bambini) ۾ رهيا. جيڪو لورينزو (Lorenzo) روم جو غريب علائقو هو. اها ڏاڍي ڏکوئيندڙ ڳالهہ آهي تہ الائجي ڇو اهڙا لساني ماهر جيڪي گهڻو گهڻو

پوءِ آيا ۽ اهڙا نظريا ڏنائون، جيڪي ماريا مانٽيسوري ڪئين. ڏهاڪا اڳ ڏٺي چڪي هئي ۽ هن اهي نظريا اهڙي ٻوليءَ ۾ ڏنا هئا، جيڪا اهڙي منجهيل نه ڪانہ هئي، پوءِ بہ هن کي ان کيتر ۾ ڪا ميجتا ڪانہ ڏني وئي. ائين ٿو لڳي تہ مردن جي دنيا ۾ هڪ عورت هئڻ جي ڪري هوءَ نقصان ۾ رهي.

هن جي تحقيق هن کي ان نتيجي تي وٺي آئي تہ هر انسان وٽ هڪ ٻوليءَ جي اوزارن جو نظام آهي، جيڪو تنتن جي خلين تي دماغ جي مٿئين تهہ(cortex) جي مرڪزن تي مشتمل آهي، ٻوليءَ جو حصول ٻن مشيني عملن تي منحصر هوندو آهي، هڪڙو ڳالهائڻ ۽ ٻڌڻ سان ڳنڊيل هوندو آهي ٻيو خود ڳالهائڻ جي عمل (Vocal Chords) سان. هوءَ وڌيڪ لکي ٿي تہ "اهي ٻہ مرڪز جدا جدا اسرندا آهن. هڪڙو جسماني پاسي ۽ ٻيو نفسياتي پاسي.

ٻڌڻ جا عضوا جڻ تہ ذهني زندگيءَ جي ٻيهڪ سان ڳنڊيل هوندا آهن، جتي ٻار جي ٻولي ان جي غير شعوري ذهن جي گهرائيءَ ۾ اسرندي آهي. (5) مانٽيسوريءَ جي چوڻ موجب نئين چاول ٻار وٽ نہ ٻڌڻ ۽ نہ ڳالهائڻ (جي صلاحيت) هوندي آهي. سندس ٻولي وارا اوزار 'معصوم' هوندا آهن جن تي ڪي بہ آواز ۽ ڪنهن خاص ٻوليءَ سان واسطو رکندڙ وراثتي اثر پيل ڪونہ هوندا آهن. پر ان ميڪانيڪي عمل ۾ ٻوليءَ جهٽڻ ۽ ان صلاحيت کي مڪمل ترقي ڏيارڻ جي طاقت هوندي آهي.

مانٽيسوري ٻهريون فرد هئي، جنهن لکيو تہ هڪ ماءُ شعوري طور پنهنجي ٻار کي ٻولي ڪانہ سکاريندي آهي. اهو عمل پاڻمرادو ذهن جي غير شعوري سطح تي ٻار جذب ڪري وٺندو آهي. اهڙو فطري ميڪانڪي سرشتو هر انسان ۾ هوندو آهي ۽ اهو مانٽيسوريءَ جي بقول غير شعوري حالت (unconsciousness) جي بنهہ اونداهي ڪڏ ۾ انهيءَ عمل کي شروع ڪندو آهي. اها غير شعوري ۽ خاموش سرگرمي جيڪا ڳالهائڻ لاءِ تيار ڪري ٿي، ان جي ڄاڻ اسان کي ڪانہ هوندي آهي، ان کان پوءِ وارو شعوري عمل ڏسڻ ۾ اچي ٿو. هوءَ لکي ٿي:

"اُهو ان کي اوسر تي چوان، سکيا نہ ٿي چوان، چو تہ ماءُ ٻار کي ٻولي سيکاريندي ڪانهي. اها فطري طور اسري ٿي، ڪنهن پاڻ مرادي تخليق وانگر. ان ڪانسواءِ اها اوسر ساڳين مقرر اصولن جي پوئواري ڪندي آهي

جيڪي سيني ٻارن ۾ هڪ جهڙا هوندا آهن. ٻار جي زندگيءَ جا مختلف مرحلا جنهن سطح تي پهچندا آهن, اهي سيني ۾ هڪ جهڙا نظر ايندا ۽ دنيا جي سيني ٻارن ۾ ساڳيا هوندا آهن, پوءِ چاهي سندن ٻولي سادي هجي يا پيچيده... سمورا ٻار هڪ اهڙي دور مان گذرندا آهن, جڏهن اهي صرف پد اچاريندا آهن, ان کان پوءِ هو مڪمل لفظ ۽ پوءِ آخرڪار اهي گرامر ۽ نحويات جي سمورن اصولن جي مڪمل پوئواريءَ سان ڳالهائيندا آهن. (6)

انهيءَ سموري عمل ۾ هن جي خيال ۾ وقت جي وڏي اهميت آهي. هوءَ ان کي 'حساس دور' تي سڏي (اهو اصطلاح ڊچ حياتيات جي ماهر هيوگو ڊي وريز (Hugo De Vries)کان اڌارو ورتل آهي. ٻيا ان کي "ڏکيو دور" چون ٿا) انهيءَ لقاءَ کي ڪراچيءَ ۾ مانٽيسوري جي تربيت ڏيندڙ فريده اڪبر مختصر ۽ جامع انداز ۾ سمجهايو آهي.

"اهو عام طرح سمجهيو ويندو آهي ته ٻارن جي اوسر وڏن جي هٿ ۾ هوندي آهي, ۽ ٻار ائين ئي ٿيندا آهن جيئن وڏا کين ناهيندا آهن. اهو به سمجهيو ويندو آهي ته ٻارن کي سکيا ڏيڻ وڏن جو ڪم آهي, ۽ سندن غلطين کي درست ڪرڻ ۽ کين سکڻ لاءِ ترغيب ڏيڻ به انهن جو ڪم آهي... جيڪڏهن اسين ڪجهه وقت ڪيڊي ڪنهن ٻار جون حرڪتون ويهي ڏسنداسين ته معلوم ٿيندو ته هن جون ڪي دلچسپيون تمام ازخود (پاڻمراديون) هونديون آهن. اهي تمام شديد ۽ وڏن کان مختلف هونديون آهن, جيڪي ڪو ماڻهو صرف ٻاهران نٿو ڪري سگهي. ان مان صاف ظاهر ٿئي ٿو ته ٻارن ۾ ڪن خاص سرگرمين ۽ تجربن جي تلاش ڪرڻ جي هڪڙي اندروني ضرورت هوندي آهي.(7)

ماريا مانٽيسوريءَ اهڙين سرگرمين جي اهميت سڃاتي ۽ پنهنجي مشاهدي جي مدد سان يقين ٿيس ته ٻار ۾ پنهنجو پاڻ کي ناهڻ (self-construction) جي زوردار خواهش موجود هوندي آهي. ٻار پنهنجي ماحول کي سمجهڻ سان از خود اهو مقصد حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو آهي, مانٽيسوريءَ دليل ڏنو ته اهو سمجهڻ غلط آهي ته ٻار جيئن آهي ائين ان جا وڏا کين ناهين ٿا. هن جو چوڻ آهي ته ٻار پاڻمرادو پنهنجو پاڻ کي پختو ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو آهي. اها گهرج حساس دورن

جي هڪ سلسلي مان پيدا ٿيندي آهي جيڪا نئين ڄاول ٻار جي ذهني اوسر کي ڪو رخ ڏيندي آهي. تنهن ڪري اهو واضح آهي تہ اهو پنهنجو پاڻ کي ٺاهڻ وارو خودڪار عمل ڪنهن ٻار تي مڙهي نٿو سگهجي، جيڪو ذهني اوسر ۾ مختلف دورن، حساس دورن کي موٽ ڏيندو آهي. اهي دور سڀ کان پهرين تجرباتي طور ڳڀ جي اڀياس (Embryology) مان سڄاتا ويا جنهن ۾ اهو معلوم ٿيو تہ اوسر جي انهن دورن ۾، جيڪي ڳڀ جي ٽڪڙي واڌ سان گڏ گڏ هئا، هڪڙو جزو يا عضوو ڪن مخصوص اثرن ڏانهن حساس هو. حيرت جي ڳالهہ اها هئي تہ اهي اثر انهيءَ عضوي تي اوسر جي ٻين مرحلن دوران بلڪل نہ پوندا هئا. ساڳي ڳالهہ ڄمڻ کان پوءِ واري اوسر سان بہ لاڳو ٿئي ٿي.

مانٽيسوريءَ لکيو تہ:

> ٻار پنهنجو دماغ درجي ب درجي جوڙي ٿو ايستائين جو انهيءَ ۾ يادگيري، سمجهڻ جي قوت ۽ سوچڻ جي صلاحيت پيدا ٿيو وڃي. (8)

هاڻي اها ڳالهہ اهميت رکي ٿي تہ هر هڪ حساس دور جي دوران پهرين هڪ اندروني تخليق ٿئي ٿي ۽ هڪڙي ذهني صلاحيت جڙي ٿي. اهو زندگيءَ جي بنهہ شروعات ۾ ٿئي ٿو ۽ هڪ خاص عرصي ۾ اهڙي چڱي اندروني تخليق ٿي وڃڻ کان پوءِ ٻار اهڙو رويو ظاهر ڪندو آهي، جنهن مان خبر پوندي آهي تہ اهو 'فعل' قائم ٿي ويو آهي. اهو مرحلو تنتي سرشتي جي اوسر سان گڏوگڏ ٿئي ٿو. دماغي (neural) اوسر بہ انهن ئي دورن ۾ ٿئي ٿي، جن جي سکيا جي عمل ۾ وڏي معنيٰ آهي.

هڪ ٽيج پياڪ ٻار ۾ ٻوليءَ وارو حساس دور تمام جلدي شروع ٿيندو آهي ۽ جنهن سان ٻار آواز ۽ ٻوليءَ سان لهہ وچڙ ۾ اچڻ جو روپ وٺي ٿو جيڪي آواز هن تائين پنهنجي اوسي پاسي مان پهچن ٿا. هاڻي اهو سمجهيو وڃي ٿو تہ جڏهن ٻار ماءُ جي پيٽ ۾ هوندو آهي تہ سندس دماغي اوسر (neurological development) ٿي وڃڻ کان پوءِ هو ماحول جي آوازن ڏانهن حساس هوندو آهي. اهو طي ڪرڻ مشڪل آهي تہ ٻوليءَ وارو حساس دور ڪهڙو ۽ ڪيترو ٿيندو آهي ، پر اهڙا ٻار جن کي اسڪول وڃڻ کان اڳ واري عمر ۾ ڪن جي وچيئن حصي ۾ بيماري ٿي هجي تہ انهن جي ڳالهائڻ

۾ نقص (هڪڙائڻ) ٿيندو آهي، جيڪو دائمي هوندو آهي، ڇاڪاڻ جو هن جو اهو حساس دور هوندو آهي جنهن ۾ گهربل (آواز) شيءِ نہ ملي، جنهن جي ان دور ۾ ضرورت هئي. ان جي برعڪس اهو تجربو (ٻوليءَ جي معاملي ۾ ٻڌڻ جو) جيڪڏهن ٻار کي اسڪول واري عمر کان اڳ ۾ مهيا ڪيو وڃي تہ پوءِ ٻار فطري طور ان کي جذب ڪري وٺندو آهي.

مانٽيسوريءَ جي تحقيق دلچسپ بہ آهي ۽ توجهہ طلب بہ سندس تعليم ۽ ٻارن ۾ دلچسپيءَ سبب هن کي اها مهارت حاصل ٿي تہ هوءَ اهڙن ٻارن جو اڀياس ڪري، جن کي عام طور ’ڪمزور ذهن‘ وارا ڇيو ويندو آهي. انهن سان ڪجهہ وقت گذارڻ کان پوءِ مانٽيسوري ان نتيجي تي پهتي تہ انهن کي تدريس جو مختلف انداز گهربل هو. ان ڪري هن کين پڙهائڻ لاءِ نوان طريقا استعمال ڪيا ۽ گڏوگڏ سندس سنڀال هيٺ جيڪي ٻار هئا انهن جي واڌ ويجهہ ۽ اوسر جو بہ اڀياس ڪندي رهي. انهن ٻارن جيڪا اڳڀرائي ڏيکاري اها مثالي هئي ۽ انهن مان ڪيترن ٻارن امتحان ۾ نارمل ۽ هوشيار ٻارن کان بہ بهتر گريڊ حاصل ڪيا.

ٻوليءَ جي سکيا جو عمل اڳواٽ طي ٿيل هڪ اصول تي هلندو آهي. پهريون مرحلو آواز ٻڌڻ آهي، جنهن کي مانٽيسوري اها نازڪ چرپر چوي ٿي جنهن کي ڇيڙڻ سان جواب ڏيڻ وارو عمل پيدا ٿئي ٿو ۽ نتيجي ۾ دماغ جيڪي آواز گڏ ڪيا هوندا، انهن جو هڪ بنيادي تهہ تخليق ٿي وڃي ٿو جنهن سان ٻار پنهنجي دماغ ۾ موجود آوازن جي ذخيري مان لفظ ٺاهي پيش ڪري سگهي.

نوم چومسڪي ٻوليءَ جي حاصل ڪرڻ واري عمل تي گهڻو لکيو آهي پر سندس لکڻيون، مانٽيسوريءَ جي سکيا واري طريقي جي تيار ٿيڻ ۽ ٻوليءَ جي حصول بابت ٻڌائڻ کان گهٽ ۾ گهٽ اڌ صدي پوءِ ظاهر ٿيون. چومسڪي پنهنجو يڪسان يا ساڳئي گرامر وارو نظريو پيش ڪيو جنهن کي پوءِ وري ٻيهر سمجهايائين ۽ هاڻي سندس گهڻو فوڪس ٻوليءَ جي حصول واري عمل تي آهي. مانٽيسوريءَ جيڪا ڳالهہ هڪ صدي اڳ ڪئي هئي، هيءُ بہ گهڻي ڀاڱي اها ئي ساڳي ڳالهہ ٿو ڪري پر هن ميدان ۾ ڪيل سندس بنيادي ڪم جو ڪو حوالو نٿو ڏئي. هن جو اهو نئون ڪتاب جيڪو

ڊيوڊ بارسمئن (David Barsamian) جو تفصيلي انٽرويو آهي، ان ۾ چومسڪي لکي ٿو:

هڪ نئين ڄاول ٻار کي ڪيترن ئي محرڪن ئي منهن ڏيڻو پوي ٿو جنهن لاءِ وليم جيمس جي اها ڳالهه گهڻي مشهور آهي ته اهو هڪ وڏو ڦهلجندڙ ۽ ٻون ٻون ڪندڙ مونجهارو آهي، جنهن مان ٻار فوراً ٻوليءَ سان تعلق رکندڙ معلومات ڪٺي وٺي ٿو. حقيقت ۾ هاڻي ته اسان کي اها به خبر پئجي وئي آهي ته اهو عمل ٻچيدانيءَ ۾ به ٿيندو رهندو آهي. نئون ڄاول ٻار پنهنجي ماءُ جي ٻوليءَ جون خاصيتون ٻين ڪن ٻولين کان جدا ڪري سگهي ٿو. ان کان پوءِ هڪ لاڳيتي عمل سان هو وڌيڪ پيچيدي ڄاڻ حاصل ڪري ٿو. جنهن مان گهڻي سندس دماغ جي فوري عمل جي موٽ سبب هوندي آهي. سڪيا ڏيڻ سان گهڻو فرق نٿو پوي. ننڍڙو ٻار صرف ماحول مان ان کي ڪٺي رهيو هوندو آهي. (9)

چومسڪي جينياتي (Genetics) سائنس جي نئين ڄاڻ اچڻ سبب، جيڪا ويهين صديءَ جي ٻڇاڙيءَ ۾ اڀري آهي، اهو سمجهي ٿو ته ٻار طرفان ماحول ۾ انوماني آوازن کي جهٽڻ جي صلاحيت جينياتي سببن ڪري هوندي آهي. دراصل هاڻي اها ڳالهه چڱي طرح معلوم ٿي چڪي آهي ته ٻچيدانيءَ ۾ موجود ڪچو ٻار ماءُ جي گفتگوءَ مان آواز جهٽي سگهي ٿو. ان جي ڇڪاس لاءِ نئين ٽيڪنيڪ کي آندو ويو آهي. ٻوليءَ جي تجربيگاهن (Language Laboratories) ۾ اهو ثابت ٿي چڪو آهي ته نوان ڄاول ٻار- صرف ٻن ڏينهن جا ٻار- پنهنجي ماءُ جي ٻوليءَ کي ٻي ڪنهن ٻوليءَ کان ڌار سڃاڻي سگهن ٿا. ٻار جي اوسر ۾ ٻوليءَ جا سمورا اهم مرحلا ماءُ جي پيٽ ۾ شروع ٿين ٿا. (10)

ابتدائي سالن جي عمر ۾ ٻوليءَ جي هڪ نئين تنظيم ۽ ترتيب شروع ٿئي ٿي جو ان عمر تائين ٻار کي اٽڪل 200 لفظن جي ڄاڻ هوندي آهي. ٻار نوان نوان لفظ ۽ مڪمل جملا ناهڻ سکي ڇهن سالن جي عمر تائين صحيح ٻولي ڳالهائڻ لڳي ٿو جنهن لاءِ هو اوسي پاسي جي ماحول مان ٻوليءَ جا سمورا اصول جهٽي وٺي ٿو. (11) هي اهو مرحلو آهي جتي ٻار اڳئي ٻولي

ڳالهائي رهيو هوندو آهي ۽ نحوي بناوت (جملن جي جوڙجڪ) مان واقف هوندو آهي، ان کان پوءِ اهو لفظي خزانو وڌائڻ شروع ڪري ٿو ۽ ٻوليءَ جي اوسر جي ڦهلاءَ واري مرحلي تي پهچي وڃي ٿو جنهن جي ڪري هو پنهنجي ضرورتن ۽ خواهشن جو اظهار ڪري سگهي ٿو ۽ ٻين سان مناسب نموني زباني ڳالهائي ٻولهائي به سگهي ٿو. اسڪول جي عمر کان اڳ ٻار ڪي ڪافي مواد حاصل ٿي وڃي ٿو. اهو عمل ڄمڻ سان شروع ٿئي ٿو پر ستاءَ واري ٻوليءَ جي صورت ۾ نظر نٿو اچي. هاڻي اهو پنهنجو پاڻ ڪي غير رسمي طرح سان نحويات (گرامر)، صوتيات (آوازن جي تنظيم)، معنويات (معنائون، خيال ۽ اظهار جي تعلق، متن جي مقصد) سان مانوس ٿيڻ جي عمل ۾ هجي ٿو. (12)

ٻار جي اوسر واري ميدان ۾ ماريا مانٽيسوريءَ طرفان هڪ وڏي هلچل پيدا ٿيڻ کان پوءِ، ٻين نفسيات جي ماهرن به ان موضوع بابت اڀياس ڪرڻ شروع ڪيو خاص ڪري ٻوليءَ جي حوالي سان. جين پياجٽ (1980ع-1896ع) ! (13) جيڪو سئيزرلينڊ جو رهاڪو ۽ نفسيات جو ماهر آهي، جنهن مانٽيسوريءَ جي نگرانيءَ ۾ ڪم ڪرڻ سان ڇڱو لاڀ پرايو هو ۽ ٻارن جي نفسيات ۾ تحقيق ڪرڻ سبب نالو ۽ مشهوري ماڻي هئي. هن ۽ سندس هڪ ساٿيءَ جنيوا جي هڪ اداري Maison des Petits de l'Institute Rousseau ۾ ڪم ڪيو هو جتي ٻن ٻارن کي اسڪول ۾ جانچ هيٺ رکيائون ۽ سندن ڳالهائڻ کي نوٽ بڪ ۾ لکي محفوظ ڪيو ڇو جو 1920ع واري ڏهاڪي ۾ جنهن وقت اهو تجربو ڪيو ويو اهڙا ٽيپ رڪارڊر ڪونه هئا. جيڪي هڪ جاءِ کان ٻيءَ جاءِ تي کڻي وڃجن. پوءِ گڏ ڪيل انهن انگن اکرن جو ٻارن جي ٻوليءَ ۽ سمجهه جي اوسر جي اڀياس ڪري ۾ تجزيو ڪيو ويو. پياجيٽ جي ريسرچ مان واضح طور اهو نتيجو نڪري ٿو ته ٻار جي دماغ جي اوسر ٻن ميدانن ۾ ڇڱيءَ طرح ٿئي ٿي، پهريون جنهن ۾ ٻار جو ذهن جڙي ٿو سو آهي سندس اندروني احساسن ۽ خواهشن وارو. ٻيو ميدان ان پهرئين جي مٿان انحصار رکندي معروضيت (ٻاهريان اثر وغيره). ڳالهائڻ ۽ منطقي خيال جي اوسر وارو آهي. پياجيٽ اهو به معلوم ڪيو ته ڪنهن خاص عمر تائين ٻار پنهنجي ذات جي محور جي اندر سوچي ٿو. سندس گفتگو گهڻو ڪري

پنهنجي پاڻ بابت ٿي هوندي آهي ۽ جيئن جيئن ميل ميلاپ وڌي ٿو ته ٻولين، سوچ ۽ ذهني سرگرميءَ جي وچ ۾ تعلق جڙي وڃي ٿو. پيياجٽ موجب اهو سلسلو ستن سالن جي عمر تائين ٽيندو رهي ٿو.

هڪ ٻئي نفسيات دان ليو وائگوٽسڪي (1934ع-1896ع) جي ٻوليءَ ۽ سماجي ثقافتي نفسيات بابت ڏنل نظرين جي اسان لاءِ به اهميت آهي ڇو جو اهي ٻار جي ٻولي ۽ چوڌاري ماحول سان سندس تعلق تي روشني وجهن ٿا. هن روسي ماهر وائگوٽسڪيءَ ٻوليءَ کي ٻار جي سمجهه يا ادراڪ جي اوسر تي مرڪوز رکيو هو. هن جو خيال هو ته ٻولي صرف رابطي جو اوزار ڪونهي: هو ٻوليءَ ۽ خيال کي انساني شعور سان ڳنڍي ٿو. خيال کان ڳالهائڻ تائين هڪڙو پيچيدو عمل ٿئي ٿو ڇو جو ان جو مطلب اندر جي ڳالهه کي ٻاهرين ٻوليءَ ۾ تبديل ڪرڻ آهي. هن جي بقول ٻار جي اندر ٻولي هن جي خيالن جي مواد ۽ نموني سان چٽيءَ طرح اٽيل هوندي آهي. ٻولي ٻارن کي پنهنجي انفرادي تجربن، خيالن ۽ مسئلن جي حل بابت اظهار ونڊڻ ۾ مدد ڪري ٿي. ٻوليءَ کي خيال سان مدغم يا جذب ڪرڻ جو عمل ٻار جي ذهني اوسر ۾ مدد ڪري ٿو.

وائگوٽسڪي ٻوليءَ کي ٻه ڪم ڪرڻ جو ذريعو سمجهي ٿو. هڪڙو نفسياتي ۽ ٻيو ثقافتي. پهرئين معاملي ۾ اها خيالن کي ترتيب ڏيڻ، رٿابندي ڪرڻ ۽ نظرثاني ڪرڻ واري پيچيده عمل ۾ استعمال ٿئي ٿي. ٻئي طرف هڪ ثقافتي ذريعي طور اها ساڳين ثقافتي طور طريقن ۽ قدرن واري (ڪميونٽي) جاتيءَ جي فردن سان لهه وچڙ جي عمل کي سولو بڻائي ٿي. انهيءَ جو هڪ پاسي ماڻهوءَ جي خيالن تي اثر پوي ٿو ڇو جو هو ٻين سان تعلق ۾ اچڻ سان انهن جي خيالن کان به متاثر ٿئي ٿو ۽ ٻئي پاسي هو پاڻ ۾ پنهنجو اثر پنهنجن ساٿين تي وجهي ٿو ۽ سندس خيال به انهن کي متاثر ڪن ٿا. (14)

ڇا پاڪستان ۾ ڪو ماڻهو اهو تصور ڪري سگهي ٿو ته "ڪو ٻار ڪنهن غير مانوس پرڏيهي ٻوليءَ ۾ سوچي يا رٿابندي ڪري؟ ڇا ڪو اهڙو ٻار پنهنجي مادري ٻوليءَ ۾ اظهار جي اوسر کان محروم رهجي وڃڻ باوجود ٻين سان ثقافتي سطح تي لهه وچڙ ڪري سگهندو؟"

هنن ماهرن طرفان پيش ڪيل نظرين ۾ سڀ کان اهم ڳالهه اها آهي تہ اهي ٻوليءَ ڪي ٻار جي ماحول سان جوڙين ٿا. ايتريقدر جو ميسوچوسيٽس انسٽيٽيوٽ آف ٽيڪنالاجي (MIT) جو لسانيات جو پروفيسر نوم چومسڪي، جيڪو چوي ٿو تہ ٻار ۾ "ٻوليءَ جي حصول جو هڪ آدرشي هنر" هوندو آهي، جيڪو سندس ٻوليءَ واري قدرتي عضوي ۾ موجود آهي، چومسڪي انهيءَ ڳالهہ سان متفق آهي تہ اهو عضوو ابتدائي تجربن ۽ ٻار جي ماحول سان رابطي ۾ هوندو آهي.

لارا اين پٽيٽو جا نتيجا ان ڪري اهم آهن. جو هن ٻوليءَ جي حصول واري اوسر ڪي ڏور- وار يا وقت موجب ڳولي لڌو. جنهن جي لاءِ Functional Near-Infra-red Spectroscopy(FNIRS) کان ڪم ورتو ويو جنهن سان هن ٻار ۾ ٻوليءَ جون تنتي پاڙون (neural roots) ڳولڻ جي ڪوشش ڪئي. سندس چوڻ مطابق اهو عمل دماغ سان عضون ذريعي ڳنڍيل آهي ۽ مخصوص وقتن تي اڳ ڪٽيل ترتيب موجب ڪم ڪري ٿو. هن جو چوڻ آهي تہ 'اهو نفسياتي طرح حقيقي آهي، رڳو ڪا لساني مشق ڪانهي'. ان جو مطلب اهو ٿيو تہ ان ڪي ٻاهريان سبب تبديل ڪري نٿا سگهن. هن جي تحقيق ڏيکاري ٿي تہ 'ٻوليءَ جي حصول وارو معجزو' ٻار جي ٽن سالن جي عمر تائين ڪامياب ٿي وڃي ٿو.

پٽيٽو جو چوڻ آهي تہ لسانيات جي سفر جا نشان (ميل جا پٿر Linguistics Milestones) صوتيات، صرفيات، گرامر، معنويات، گفتگو ۽ لساني عمل دخل هڪڙو تمام سخت تائيم ٽيبل رکن ٿا. "ڇهن مهينن جي عمر ۾ ٻار ٻاتائڻ شروع ڪندو آهي. 12 مهينن ۾ پهريون لفظ چوندو آهي، 18 مهينن ۾ پهريان ٻہ (ٻتا) لفظ ظاهر ٿيندا آهن، 24 مهينن ۾ پهريان صرفي اهڃاڻ ڏسبا آهن. 30 مهينن جو ٿيڻ تائين ٻار بنيادي طور جملن جي جوڙجڪ مڪمل ڪري وٺندو آهي. جنهن کان پوءِ ان ۾ سڌارا پيا ايندا آهن. (15)

## ماحول مان آيل معلومات

1970ع جي ڏهاڪي ۾ تحقيق جو رخ انهيءَ جاچ ڏانهن ڦري ويو جيڪا ٻار پنهنجي اردگرد جي ماحول مان حاصل ڪري ٿو. ان جو زور ان ڳالهہ تي

هو تہ ننڍڙي ٻار سان مائٽ جيڪا ٻولي ڳالهائين ان جو تجزيو ڪجي، جنهن ۾ گرامر جي پيچيدگيءَ کي سادو سولو ڪري، ان کي رابطي جي ذريعي طور استعمال ڪندا آهن. اهڙي طرح ٻار سان ڪيل اهو لفظي رابطو ڪيس ٻولي سکڻ ۾ مددگار ثابت ٿئي ٿي. ساڳئي طرح ماريا مانٽيسوريءَ طرفان ڪئين ڏهاڪا اڳ ۾ بيان ڪيل 'ٻار کي مدد ڪندڙ ماحول' واري نڪتي کي آخرڪار ٻار جي اوسر ۾ اهميت وارو تسليم ڪيو ويو. جيڪا ٻولي ٻار پنهنجي ماحول ۾ ٻڌندو آهي اها صرف کيس متاثر نٿي ڪري پر اصل ۾ ٻولي سکڻ واري عمل کي بہ ڪو رخ ڏئي ٿي.

اهو چوڻ درست آهي تہ ٻوليءَ جو حصول ٻار لاءِ هڪ ڪارنامي مثل آهي. زندگيءَ جي پهرين ڪجهہ مهينن ۾ اهو پنهنجي ويجهن مٽن مائٽن تي، پنهنجي ڪائڻ ۽ پيئڻ جي شين تي ڌيان رکي، ٻاتا ٻول ٻولڻ جي ڪوشش ڪندو آهي. اهو پنهنجي چوٿين سالگره تي آڪاٽيون ٻڌائي سگهي ٿو سوال پڇي سگهي ٿو ۽ ضد ڪري پنهنجا مطالبا مڃائڻ جي ڪوشش ڪري سگهي ٿو. پال فليچر (Paul Fletcher) جيڪا لسانياتي علمن جي پروفيسر آهي، ان جو چوڻ آهي تہ "اهو مڃي سگهجي ٿو تہ ٻار کي انهيءَ مهارت ۾ وڏن سان برابري ڪرڻ لاءِ اڃا گهڻو ڪجهہ سکڻو لکڻو ۽ پڙهڻو هوندو آهي پر انهن چئن سالن ۾ ڳالهائڻ واري ٻوليءَ ۾ ترقي ڊرامائي ٿئي ٿي. "

## انسانن سان رهڻ جي تجربي کان محروم ٻار

ماهرن پنهنجن لساني نظرين کي ثابت ڪرڻ لاءِ اهڙن ٻارن کي مثال بنائڻ جي ڪوشش ڪئي، جن کي رواجي انساني تجربن کان پري رکيو ويو. فطري ماحول ۾ رهندڙ ٻار جيڪي جهنگ ۾ انساني ماحول کان پري رهيا، انهن ۾ هڪ ڇوڪري ازابيلا نالي هئي، جنهن کي ان جي ڏاڏي سندس گونگي ۽ ذهني معذور ماءُ سان بند ڪري ڇڏيو هو. هڪ ڇوڪرو وڪٽر اويران (Aveyron) جي ٻيلن مان 11 سالن جي عمر ۾ لڌو هو مدناپور (Midnaporc) جون امالا ۽ ڪمالا پڻ 8 سالن جي عمر ۾ جنگل مان هٿ آيون هيون_انهن سيني کي ڳالهائڻ نٿي آيو ۽ بعد ۾ رواجي انساني ماحول ۾ رهڻ باوجود صحيح طرح ڳالهائڻ سکي نہ سگهيا. جيتوڻيڪ هنن ڪجهہ لفظ

سکيا ۽ تورو گھڻو پڙهڻ به سکيائون، پر سندن ڳالهائڻ عام رواجي نه ٿي سگھيو. انهن مان ڪن ڪجھ سڌارو ڏيکاريو پر تمام سخت تربيت جي باوجود هو چالو ٻوليءَ واري قابليت به ماڻي نه سگھيا. (17)

هڪڙي 13 سالن جي ڇوڪري جينيءَ جو ڏاڍو غير معمولي ڪيس هو. جيڪا 1970ع ۾ لڌي هئي. اها جسماني طرح گھٽ ڪاڏي جي ڪري ڪمزور هئي ۽ صرف ويهارو کن لفظ ڄاڻندي هئي. هن کي گاريال ۽ ڊپريشن جي شڪار سندس پيءُ هڪ ڪمري ۾ بند ڪري ڇڏيو هو. جينيءَ جي مثال مان ثابت ٿيو ته ٻار جيڪڏهن پنهنجي شروعاتي زندگيءَ جي ٻوليءَ واري حساس دور ۾ ٻولي سکڻ کان محروم رهي ٿو ته پوءِ هو صحيح طرح سان ٻوليءَ سکڻ جي قابل ئي نٿو رهي. (18)

ايرڪ لينبرگ (Eric Lenneberg) (1975ع_1921ع) جيڪو هڪ لسانيات ۽ اعصابي سرشتي جو ماهر (Neurologist) هو ان مطابق 'ٻولي سکڻ جي صلاحيت اندروني ۽ فطري آهي ۽ اهڙن ٻين اندروني نظامن وانگر، ٻولي به وقت جي حدن جي پابند هوندي آهي. جيڪڏهن ڪو ٻار بالغ ٿيڻ تائين ڪا ٻولي نٿو سکي ته پوءِ اهو ٻوليءَ تي ڪڏهن به عبور حاصل ڪري نه سگھندو.' (19)

ممڪن آهي ته اهو اصول هميشه صحيح نه به هجي پر اهو عمومي طرح ٽينڊڙ عمل ائين ئي آهي ۽ جيئني ڪڏهن به ٻوليءَ تي عبور حاصل ڪري نه سگھي.

## انساني دماغ

جيتوڻيڪ دماغ جسم جو اهو عضوو آهي، جنهن تي گھٽ ۾ گھٽ کوجنا ٿي آهي، تنهن هوندي به ٻوليءَ جي حصول جي سلسلي ۾ وڏي سائنسي معلومات موجود آهي، جيڪا تعليمي ماهرن ۽ پاليسي جوڙيندڙن جي رهنمائي ڪري سگھي ٿي. هڪ برطانوي لسانيات جي ماهر پيٽر ايچ. ميٿيوز (Peter H. Matthews) (ڄمر 1934ع) جي چوڻ مطابق نيورالاجسٽن (اعصابي سرشتي جا ڊاڪٽر) دماغ ۾ ڳالهائڻ جا سرچشما سڃاتا آهن جيڪي ٻوليءَ، لهجي ۽ انداز تي اثر وجهن ٿا. انهن سرچشمن مان ٻن کي

رسندڙ ڪو بہ ڏڪ وغيره ماڻهوءَ جي ڳالهائڻ جي انداز ۾ فرق آڻي سگهي ٿو. ميٿيوز (نارويجين) ناروي جي رهندڙ هڪ عورت جي باري ۾ لکيو آهي، جنهن کي اوسلو ۾ 1941ع ۾ هڪ هوائي حملي ۾ دماغي ڏڪ لڳو هو. شروع ۾ هوءَ بي هوش ۽ فالج ۾ ورتل هئي، پر پوءِ آهستي آهستي هوش ۾ آئي پر ڳالهائي يا هلي نٿي سگهي. پوءِ وري ڪجهہ وقت کان پوءِ ٺيڪ ٿي هلڻ لڳي ۽ آخر ڳالهائڻ لڳي. اسپتال جي رپورٽ ۾ لکيائون تہ:

”هن جي ڳالهائڻ ۾ تبديلي محسوس ڪئي وئي، خاص ڪري ٻوليءَ جي جهيلار ۾۔ اصل نمونو بدليل هو هن کي جڏهن گهڻن لفظن کي هڪ جملي ۾ ڳنڍڻو ٿي پيو تہ سندس لهجو قدرتي نارويجين لهجي جهڙو ڪڏهن ڪونہ ٿيو. نتيجي طور جملي جي آخر ۾ جتي ماڻهوءَ جو لهجو گهٽ ٿي ويندو آهي اتي هن جو آواز بلند ٿي ويندو هو.“ (20)

اعصابي سرشتي جي ٻن سائنسدانن، پال بروڪا (Paul Broca) (1880ع۔1824ع) ۽ ڪارل ورنڪي (Carl Wernicke) (1905ع۔1848ع) انساني دماغ ۾ سچ پچ تہ ٻوليءَ جا سرچشما سڃاڻي ورتا. اهي ڳالهائڻ وارن سرچشمن کان جدا هئا ۽ ٻوليءَ تي ضابطو رکندڙ هئا، جيڪي ان کي عمل ۾ آڻي سمجهڻ لائق بڻائين ٿا. تشخيصي (diagnostic) ٽيڪنالاجيءَ ۾ لاجواب ترقيءَ سان (Computerized Tomography) CT Scan ،(Magnetic Resonance Imaging) MRI ۽ الٽرا سائونڊ ذريعي سائنسدانن لاءِ ممڪن ٿيو تہ اهي انساني دماغ جي طبعي ساخت جي جاچ ڪري ان جي ڪمن جو اڀياس ڪري سگهن.

## پاڪستان جي اسڪولي تعليم ۾ لساني نظرين جي ڳجهي معنيٰ

ائين ٿو لڳي تہ اسان جون تعليمي پاليسيون جوڙيندڙن ۽ ٻوليءَ جي اوسر جو اڀياس ڪندڙن کي سائنسي نظريا ڇُهي بہ نہ سگهيا آهن، ايتريقدر جو عملي مشاهدن کي بہ نظرانداز ڪيو ويو آهي. مون پڙهندڙن کي ماهرن جي مشاهدن ڏانهن ڇڪي ڪين ڪجهہ سوچڻ لاءِ مواد ڏنو آهي. مون گهڻو ڪري نيورو سائنس ۾ ٿيل نئين دريافت ۽ دماغ طرفان ٻوليءَ جي حصول جي سلسلي ۾ حاصل ٿيل نتيجن جي باري ۾ لکيل ڪتابن مان گهڻو ڪجهہ پڙهيو ۽ پرايو آهي ۽ ننڍڙن ٻارن جو اسڪول جي ماحول ۾ پڻ مشاهدو ڪيو آهي.

جيڪي ادارا پاڻ کي مانٽيسوري اسڪول سڏائين ٿا ۽ پاڪستان جي وڏن شهرن ۾ ڪُنڀين وانگر نڪري آيا آهن. انهن کي تہ ماريا مانٽيسوريءَ جي فلاسافيءَ جي خبر بہ ڪانهي، ۽ جيڪڏهن اٿن بہ تہ اهي ان کي سچائيءَ سان لاڳو بہ نٿا ڪن. ڪن کي تہ اها بہ خبر ڪانهي تہ اها ڪير هئي. ڪي وري تجارتي مقصدن سان وڏيڪ ۽ ماريا مانٽيسوريءَ جي سکيا واري طريقي سان گهٽ. هٿ ٺوڪيا مانٽيسوري اسڪول يا تربيت گاهہ جا مرڪز ڪم ڪن پيا. ايتريقدرجو ڪيترائي اعليٰ تعليم يافتہ ماڻهو بہ مانٽيسوري ۽ ڪنڊرگارٽن (Kindergarten) کي هڪ ڪري سمجهندا آهن.

بهرحال اها ڳالهہ هاڻي وسيع پيماني تي قبول ڪئي وئي آهي، جيڪا ماريا مانٽيسوري هڪ صدي اڳ ۾ لکي هئي تہ هڪ ٻار کي لکڻ پڙهڻ جي سکيا انهيءَ ٻوليءَ ۾ ضرور ڏيڻ گهرجي، جيڪا سندس "جذب ڪندڙ دماغ" پنهنجي ماحول مان حاصل ڪئي آهي. اها ئي ٻولي سندس خيال جي عملي سلسلي ۾ دماغ جي اوسر کي ضابطي ۾ رکي ٿي. هن وقت تائين پاڪستان جو مشهور تعليمي ماهر طارق رحمان واحد ماڻهو آهي، جنهن کي مون ڏٺو آهي تہ هو ننڍڙي ٻار کي سندس مادري ٻوليءَ ۾ پڙهائڻ جي وڪالت ڪري ٿو تہ جيئن ان تي ٻي اهڙي ٻوليءَ جو بار نہ پئجي وڃي، جنهن کان هو بنهہ مانوس نہ هجي.

ٻاهرين ملڪن ۾ بہ ڪيترائي اهڙا تعليمي ماهر آهن جيڪي ننڍڙي ٻار کي پڙهائڻ لاءِ مادري ٻوليءَ جي استعمال تي زور ڏين ٿا. انيتا رام پال جيڪا هندستان جي دهلي يونيورسٽيءَ جي ايجوڪيشن فيڪلٽيءَ جي پروفيسر ۽ ڊين آهي، لکي ٿي تہ:

"انگريزيءَ جا درسي ڪتاب سکيا جي عمل ۾ نقصانڪار ثابت ٿين ٿا. ۽ جيئن اسان کي خبر آهي تہ ان سان (ٻارن ۾) خاموش رهڻ جو لاڙو پئجي سگهي ٿو خاص ڪري انهن ۾ جيڪي ان ٻوليءَ ۽ ڪلچر ۾ هريل يا ان کان واقف نہ هجن. جيڪڏهن ٻار کي پنهنجي ٻوليءَ جي پڙهائيءَ ۾ پڙ ڪيو وڃي (جيڪو بدقسمتيءَ سان اسان جي اسڪولن ۾ نٿو ٿئي چو تہ خود مادري ٻوليءَ جي سکيا جو طريقو بہ غلط آهي) تہ پوءِ اهو ٽئين يا چوٿين ڪلاس ۾ انگريزي ٻي زبان طور سکڻ شروع ڪري سگهي ٿو (جنهن جي لاءِ هوڻ تہ ڏاڍا مناسب پڙهڻ ۽ پڙهائڻ جا طريقا

موجود آهن پر اسان جي اسڪولن ۾ استعمال نٿا ڪيا وڃن). ان ڪانسواءِ ٻار ڪي عمر جي لحاظ کان تيار ڪيل هڪ تمام سٺي، پڙهڻ لائق مواد جي گهٽتي ضرورت پوندي آهي، تنهن کان پوءِ ڪلاس ۾ ابتدائي طور پڙهڻ لاءِ، تصويرن وارن آڪاٽين جي ڪتابن واري لائبرري پڻ هئڻ گهرجي. اهڙي ماحول ۾ ٻار بهتر انگريزي سکي وٺندا آهن، بنسبت انهن ٻارن جي جن ان کي تعليم جي ذريعي طور اسڪول ۾ پڙهيو هجي. ان ڏس ۾ الاهي تحقيق موجود آهي. (21)

ايترن سارن تعليمي ماهرن جي چوڻ جي باوجود الائجي ڇو اسان جي سڄي تعليمي نظام کي انگريزيءَ ۾ تبديل ڪرڻ ضروري ٿو سمجهيو وڃي؟ يا وري گهٽين ٻولين جو عجيب ڪچڪول ناهيو ٿو وڃي؟ اهو طريقو ٻار جي ذهني ۽ سمجهه واري وسعت کي روڪي ٿو ڇڏي اها انهن ٻارن سان ناانصافي آهي، جن کي ڄمڻ کان وٺي انگريزيءَ سان ڪا واقفيت ڪانه هوندي آهي. انهن مان ڪيترا تمام هوشيار آهن ۽ گهڻو ڪجهه چوڻ چاهين ٿا، پر انهيءَ ٻوليءَ ۾ جيڪا کين چڱي طرح اچي ٿي ۽ هو ان ۾ سولائي ٿا محسوس ڪن، اها آهي سندن مادري ٻولي.

مون اسڪولن ۾ اهڙا به ننڍڙا ٻار ڏٺا آهن، جن کي رڳو انگريزي ڳالهائڻ لاءِ چيو ويندو آهي، انهن سان جڏهن انگريزيءَ ۾ ڳالهائبو آهي ته اهي ماٺ رهندا آهن. بس رڳو توهان انهن سان سندن مادري ٻوليءَ ۾ ڳالهائڻ جي ڪوشش ڪريو ته پوءِ ڏسو ته اهي ڪيڏا ڳالهائو ٿا ثابت ٿين. اها ئي ڳالهه گهڻن وڏن سان به لاڳو ٿئي ٿي. انهيءَ جي هوندي به، تدريس جو جيڪو به طريقو اختيار ڪيو وڃي، استاد ۽ شاگردن جي وچ ۾ ڳالهه ٻولهه ۽ لهه وچڙ جو معيار تعليمي نظام جي ڪاميابيءَ جي ڪنجي آهي. جيڪڏهن خود استاد پاڻ به ان ٻوليءَ ۾ رواني نٿي رکي، جيڪا تعليم جي ذريعي طور ڪيس استعمال ڪرڻي آهي ته پوءِ ڇا اها ٻار کي ڪجهه گهڻو سيکاري سگهندي. ڇا اها سندس ذهني ۽ سماجي ثقافتي اوسر ۽ واڌ ويجهه ۾ مددگار ٿي سگهندي؟ ۽ جيڪڏهن اسين وائگوتسڪيءَ جي طرفان ٻولي ۽ خيال جي باري ۾ ڏنل راءِ کي قبول ڪريون ۽ ٻوليءَ کي سکيا ۽ اظهار جي وسيلي طور ورتايون، ته پوءِ اهڙو ٻار نقصان ۾ رهندو جنهن کي سندس پنهنجي ٻوليءَ جي استعمال کان محروم رکيو وڃي.

واڱگوٽسڪيءَ جي راءِ هن ريت آهي:

انسانذات ۾ خيال ۽ ڳالهائڻ جا مختلف بنياد (roots) آهن. شروعاتي مرحلي ۾ خيال کي زبان کانهي ۽ ٻولي بہ ذهني (عمل) ڪونهي. پر انهن جي اوسر جون ليڪون پور وچوٽيون نہ پر بار بار هڪٻئي مٿان گذرنديون آهن. ٻن سالن جي عمر تائين، ڪنهن لهجي ۾ خيال ۽ ڳالهائڻ جي ڌار ڌار ويندڙ انهن ليڪن جا موڙ پاڻ ۾ ملي ٿا وڃن. جنهن سان هڪ نئين قسم جو رويو پيدا ٿئي ٿو اهو تڏهن ٿئي ٿو جڏهن خيال کي زبان مليو وڃي ۽ ڳالهائڻ عقلي ٿيو پوي. شروع ۾ لڳي ٿو تہ ٻار ٻوليءَ کي سطحي قسم جي ڳالهہ ٻولهہ لاءِ استعمال ڪري ٿو پر ڪنهن مرحلي تي اها ٻولي هيٺيئن تهہ ۾ وڃي ٻار جي سوچڻ جو سڌاءُ بڻجي پوي ٿي. (22)

نئين تحقيق هاڻي ثابت ڪيو آهي تہ جنهن وقت ٻار ڄمي ٿو تہ سندس دماغ جي اعصابي جوڙجڪ (Neurological Structure) موجود هوندي آهي. اها پهرين ڪجهہ سالن ۾ تبديل ٿئي ٿي. اهي تبديليون ڪيئن ٿيون ٿين؟ هڪڙي ڪتاب How Babies Think (ٻار ڪيئن ٿا سوچين) ۾ ليکڪ واضح ڪيو آهي تہ "اهو (دماغ) ڪنهن تجربي جي نتيجي ۾ بدلجي ٿو. ٻين لفظن ۾ ائين چئبو تہ دماغ بہ سکي ٿو. اها سکيا خاموش يا غيرفعال ڪانهي. دماغي سرگرميءَ وقت دماغ درست واسطن جي چڱي طرح پڪ ڪري ٿو ۽ انهن واسطن يا تعلقن کي ڪٽي ڇڏي ٿو جيڪي گهٽا استعمال ٿيا ٿين. دماغ پاڻ کي بدلائي ڇڏي ٿو. (23)

اهو هڪڙو مسلسل ۽ گڏيل عمل آهي. دماغ نون تحرڪن جي جواب ۾ پاڻ پنهنجي ٻيهر جوڙجڪ ڪري ٿو. نيوران جو هڪٻئي سان تعلق وڌائڻ وارو عمل جن ڳالهين سان متاثر ٿئي ٿو سي آهن ٻار جي حسياتي عضون جي ذريعي ٿيندڙ نوان تجربا. اهڙيءَ ريت دماغ جي ٻيهر جُڙڻ سان ٻار ۾ ادراڪي اوسر کي تحرڪ ملي ٿو. انهيءَ سموري رٿا ۾ ٻوليءَ کي اهم حيثيت مليل آهي، ڇاڪاڻ جو انساني ذهن جو وڏو حصو ٻوليءَ جي عمل ۾ مصروف رهي ٿو. (24)

اهو ضروري آهي تہ ننڍي عمر ۾ ذهن جي سکڻ واري قابليت کي گهٽ نہ سمجهيو وڃي. هاڻي تہ اها دعوي ٿي ڪئي وڃي تہ "ٻار دنيا جي باري ۾ ايترو

سکن ۽ ڄاڻن ٿا جيترو اسان ڪڏهن سوچيو بہ ڪونہ هو. اهي سوچين ٿا، نتيجا ڪڍن ٿا، اڳڪٿيون ڪن ٿا، سمجهاڻيون گهرن ٿا، ايتريقدر جو تجربا بہ ڪن ٿا." (25) اهي سيئي ٻوليءَ سان تعلق رکندڙ سرگرميون آهن، جيڪي ٻوليءَ جي حصول جو حصو آهن.

پاڪستان جي حوالي سان ٻوليءَ جي حصول وارن نظرين جي تجزيي بابت ڪوشش ڪرڻ جو انهن شاهوڪارن جي ٻارن سان ڪوبہ تعلق ڪونهي، جيڪي مهانگن خانگي اسڪولن ۾ پڙهن ٿا. جيئن تہ اهي ٻار اڳئي ننڍي عمر کان انگريزيءَ سان واقفيت هجڻ ڪري ٻہ-ٻوليائي آهن. انهن کي اسڪول ۾ انگريزي سکڻ مهل اهڙن مسئلن کي منهن ڏيڻو نٿو پوي، جيئن عوام جي ٻارن کي پوي ٿو. جڏهن انهيءَ طبقي جا ٻار اسڪول وڃڻ شروع ڪن ٿا تہ سندن دماغ اڳئي ٻن ٻولين کي سمجهڻ لاءِ ڄاڻ رکن ٿا، جيڪا اسڪول جي تعليم وڌڻ سان وڌندي رهي ٿي. هاڻي انهن کي پاڪستان جي عام رواجي سراسري گهر جي ٻار سان ڀيٽي ڏسو. سواءِ انگريزيءَ جي انهن چند لفظن جي جيڪي هو ٻڌن ٿا پر انهن جي معنيٰ سان انهن جي تعلق جي خبر ڪانہ اٿن، هنن جي حقيقي ڄاڻ صرف ان ٻوليءَ واري آهي، جيڪا هو اسڪول ۾ اچڻ کان اڳ پنهنجي خاندان ۽ پاڙي ۾ ٻڌن ٿا. بجاءِ ان جي جو ان حقيقي ڄاڻ واري صلاحيت کي استعمال ڪري ٻار کي علم سان روشناس ڪرائي سگهارو ڪيو وڃي، اسان جون پاليسيون ماڳهين ڪيس پٺتي ڌڪيو ڇڏين ۽ ائين شاهوڪار طبقي جي انهن ٻارن جي ڀيٽ ۾ انهن کي جڏو ڪريو ڇڏين جيڪي ڄائي ڄم کان انگريزيءَ سان واقفيت رکندا ايندا آهن.

ٻوليءَ جي حصول سان اسڪول جي ٻوليءَ جو واسطو استادن جي مجموعي طرح سان خراب معيار کي ڏسندي، جيڪو نہ صرف انگريزي ٻوليءَ جي سکيا ۾ بلڪ مختلف مضمونن کي انگريزيءَ ۾ پڙهائڻ جي معاملي ۾ بنهہ چِٽ آهي، اسان علم جي حاصلات ۾ ناڪاميءَ جا ڪارڻ سمجهي سگهون ٿا. اڪثر ماڻهو اهو دليل ڏيندا آهن تہ استاد پنهنجي ٻوليءَ ۾ سکيا ڏيڻ ۾ وري ڪهڙي معياري ڪارڪردگي ڏيکارين ٿا؟ تربيت ۽ ترغيب جي غير موجودگيءَ ۾ ائين تہ ٿيڻو آهي. جيڪڏهن صورتحال ۾ تبديليءَ جي ڪوشش ڪرڻي آهي تہ پوءِ ڪاميابي صرف ان وقت ملندي

جڏهن خود استاد کي بہ سندس مادري ٻوليءَ ۾ تربيت ڏني وڃي ۽ کيس اها ئي ٻولي ڪلاس ۾ استعمال ڪرڻ لاءِ چيو وڃي. جيڪڏهن صحيح ۽ مناسب تعليم جي ذريعي جو استعمال نہ ڪيو وڃي تہ بهترين تدريسي طريقن جي باوجود نتيجا ابتڙ نڪري سگهن ٿا.

وائگوٽسڪيءَ جي طرفان ڏنل نظريي Zone of Proximal Development (رهنمائيءَ سان ۽ رهنمائيءَ بنا حاصل ڪيل سکيا ۾ فرق وارو نظريو) کي ڌيان ۾ رکندي لاهور جي 'اسڪول آف اڪنامڪس' جي 'سوشل سائنسز' جي پروفيسر شاهد صديقيءَ پاران سفارش پيش ڪئي وئي آهي تہ ڪلاس ۾ ساختياتي سکيا وارو نمونو اختيار ڪيو وڃي، جنهن ۾ استاد ۽ شاگرد گڏجي پاڻ ئي چارٽ وڏائيندا آهن. هن لکيو آهي تہ: "هن طريقي جي سکيا ۾ شاگردن جي پنهنجي معلومات تي ڌيان رکندي، انهن کي ذهني سطح تي للڪارجي تہ جيئن هو پنهنجي انهيءَ معلومات کي وڌائي ڏيکارين. جيڪا اڳ ۾ موجود چارٽ کان ڪجهہ مٿين سطح جي هجي." هو ڪلاس روم ۾ ٻارن جي سرگرمين ۾ جوش خروش سان حصي وٺڻ کي اهم سمجهي ٿو تہ جيئن اهي پنهنجن خيالن جي آزاديءَ سان اظهار جي ذريعي پاڻ ۾ اعتماد پيدا ڪري سگهن ۽ پاڻمرادو سوچيندڙ فرد بنجي سگهن. (26)

ڇا پاڪستان جي سرڪاري اسڪولن ۾ تعليم جي ذريعي طور انگريزي رکي، ڪلاس روم ۾ استادن ۽ شاگردن جي پاڻ ۾ گڏيل سرگرمين واري طريقي سان تعليم ڏئي سگهجي ٿي؟ ٻوليءَ جي حصول واري عمل جي مٿي بيان ڪيل تفصيل مان صاف ظاهر آهي تہ سٺي تعليم فطري عمل سان هم آهنگ هوندي آهي. اها ڪهڙي عقلمندي آهي تہ ٻار جيڪو ڪجهہ اسڪول کان اڳ وارن سالن ۾ سکي آيو آهي، ڪلاس ۾ اچڻ کان پوءِ انهيءَ مان ڪو فائدو نہ وٺجي. اسان جو طريقيڪار ئي ناقص آهي ۽ اسين انگريزي ميڊيم اسڪولن کي ئي بهترين سمجهي، پنهنجا سمورا وسيلا ان طرف موڙيو ڇڏيون ۽ اِهي ئي اسان جي سڄي توجهہ ۽ تعليمي تحقيق مان فائدو وٺندڙ بنجيو وڃن. ان ڪري ان ڳالهہ تي ڪا حيرت نہ ٿيڻ گهرجي تہ اهي اشرافيہ اسڪول بهتر کان بهترين ٿيندا وڃن ۽ ديسي ٻولين ۾ تعليم ڏيندڙ اسڪولن کان مٿيرا ٿي ويا آهن. انهيءَ ڳالهہ سان ان مفروضي کي هٿي ملي آهي تہ انگريزي ميڊيم اسڪول ئي اعليٰ معيار جي تعليم ڏئي سگهن ٿا.

جيڪي اسڪول انگريزي ميڊيم ڪونه آهن، تن تي گهٽ ۾ گهٽ سيٽ‌اپ ڪئي وڃي، سندن استاد به تربيت يافته نه هجن ۽ نه منجهن ڪا اهڙي ترغيب هجي، مثال ٽيڪسٽ بوڪ بورڊن جا تيار ڪيل ڪتاب به بي ربط بي ترتيب هجن ته ڇا پوءِ به اسان کي اهو نتيجو ڪڍڻ گهرجي ته رڳو اهڙي انگريزيءَ ۾ مليل سکيا سان ئي تعليم جو معيار وڌي سگهي ٿو؟

لاهور ۾ رهندڙ تعليم جي هڪ منتظم عصمت رياض مون کي ڏيکاريو ته ڪيئن انگريزيءَ تي زور هئڻ جي ڪري اسان جو تدريسي عمل ناقص بڻجي ويو آهي. هن پنهنجي برطانيا ۾ رهندڙ استاد (گائيڊ) سان گڏ لکيل ڪتاب مان حوالا ڏئي ٻڌايو ته سکيا جا جيڪي مختلف طريقا آهن، انهن مان پاڪستان ۾ جيڪو طريقو وڌ ۾ وڌ رائج آهي، اهو Reception Model (وصوليءَ وارو طريقو آهي). انهيءَ ۾ استاد طرفان ڏنل معلومات، هڪ غير متحرڪ شاگرد کي منتقل ٿيندي آهي (۽ هو ان کي وصول ڪندو رهندو آهي). ان جو مقصد صرف چارٽ وصول ڪري ان کي ياد ڪري وري پيش ڪرڻ آهي. هن ماڊل يا نموني ۾ بنيادي مهارتن تي زور ڏيندي، جذباتي ۽ سماجي پهلوئن کي ڌيان ۾ نٿو آندو وڃي. (27)

اهو ماڊل يا نمونو عصمت رياض جي بقول، انهن اسڪولن ۾ هن وقت به لاڳو آهي جيڪي جي. سي. او 'او ليول' جي شاگردن کي پڙهائين ٿا. اهو نمونو اهڙو آهي جنهن ۾ استاد ادراڪي سکيا جي عمل ۽ منطقي، معروضي ۽ لاڳيتي سوچ جي عمل ذريعي معلومات منتقل ڪرڻ جو پابند آهي. ان جي لاءِ گهربل مهارت حافظو يا ياد ڪرڻ جو عمل ۽ معلومات کي وري واپس پيش ڪرڻ جي صلاحيت هوندي آهي. ٻئي طرف جيڪو ساختياتي نمونو هوندو آهي، ان ۾ شاگرد ۾ ٻوليءَ جي غير معمولي صلاحيت ۽ ادائگي جو هنر گهربل هوندو آهي. جڏهن ته وصوليءَ واري نموني ۾ انهن جي ايتري ضرورت ڪانه هوندي آهي.

## ماريا مانٽيسوريءَ جو تدريس جو طريقو

عام تندرست ٻارن سان پنهنجي تجربي بابت ٻڌائيندي ماريا مانٽيسوريءَ لکيو آهي ته:

اهو 6 جنوري (1907ع) جو ڏينهن هو جڏهن ٽن کان ڇهن سالن جي وچ واري عمر جي نارمل ننڍڙن ٻارن لاءِ پهريون اسڪول کوليو ويو. آءٌ پنهنجي طريقيڪارن بابت ڪجهه چئي نٿي سگهان، جو ته اهي ان وقت اجا وجود ۾ ڪونه آيا هئا، پر اهو اسڪول جيڪو کوليو ويو هو ان ۾ منهنجو طريقيڪار جلد اچڻو هو. ان ڏينهن اتي پيو ڪجهه به ڪونه هو سواءِ اٽڪل ٥٠ انتهائي غريب ٻارن جي، جيڪي شرميلو ۽ ٿهڻو مزاج رکندڙ هئا. انهن مان گهڻا روئي رهيا هئا ۽ تقريباً انهن سيني جا مائٽ اڻ پڙهيل هئا. انهن کي منهنجي سنڀال هيٺ ڇڏيو ويو هو.

اهي ٻار روئڻهارڪا، ڊنل ۽ ايترا ته شرميلا هئا جو ڳالهرائڻ تقريباً ناممڪن هو سندن چهرا ڪنهن اظهار کان بلڪل وانجهيل هئا ۽ اکين ۾ اهڙي حيراني هئي، ڄڻ هنن پنهنجي زندگيءَ ۾ جڏهن ڪجهه به نه ڏٺو هجي... اهو معلوم ڪرڻ به دلچسپ ٿيندو ته اهي اصل حالتون ڪهڙيون ڪهڙيون هيون، جن هنن ٻارن ۾ ايتري غير معمولي تبديلي آندي، بلڪ جن هنن کي بنهه نون ٻارن جو روپ ڏئي ڇڏيو. انهن جي روحن پنهنجو پاڻ کي پڌرو ڪرڻ لاءِ اهڙي روشني ڦهلائي، جنهن سڄي دنيا کي روشن ڪري ڇڏيو. (28)

مانٽيسوريءَ جي سوچ يورپ ۾ جهنگ جي باهه وانگر پکڙجي وئي. 1909ع کان 1914ع تائين انهيءَ "مانٽيسوريءَ واري لقاءَ" بابت اٽڪل ٻه سو ڪتاب ۽ مضمون لکيا ويا. انهن خيالن ايٽلانٽڪ سمنڊ پار ڪري آمريڪا جي ماحول ۾ سجاڳي آندي ۽ انهن ماريا مانٽيسوريءَ جي فلسفي جي آجيان ڪئي. 1913ع ۾ اليگزينڊر گراهم بيل، ٿامس ايڊيسن ۽ آمريڪا ۾ سائنس جي وڏن نالن مانٽيسوريءَ کي آمريڪا ۾ تعليم بابت پنهنجي فڪر جي باري ۾ ٻڌائڻ لاءِ دعوت ڏئي گهرايو. سندس اهو ليڪچرن وارو دورو ڏسڻ وٽان ۽ ڪامياب دورو هو. پر ان کان پوءِ واري سال ۾ ڪولمبيا يونيورسٽيءَ جي اڳوٽي پروفيسر جان ڪلپيٽرڪ (John Kilpatric) (1965ع_1871ع) مانٽيسوريءَ تي سخت ڏکوئيندڙ حملو ڪيو. جان ڊيوئي (John Dewey) جي طريقيڪار جي حاميءَ جي حيثيت ۾ ۽ ان دور ۾ تعليم جي هڪ اهم ماهر جي حيثيت ۾ هن هڪڙو ننڍڙو ڪتابڙو لکيو The Montessori System Examined (مانٽيسوري نظام جي پرک). (29) اهو ڄڻ ته ٻن پهلوانن جو مثالي جهيڙو هو جنهن آمريڪا ۾ مانٽيسوري تحريڪ کي اهم موڙ ڏنو.

ڪلپئٽرڪ. مانٽيسوريءَ جي فلسفي کي 'اٽلي' جي هڪ عجيب عورت ڊاڪٽر جو غير سائنسي طريقو سڏيو ۽ انهيءَ کي هم عصر (پنهنجي دور جي) تدريسي طريقي جي خلاف هئڻ جو ڇٽي ان جي ننداڪئي.

يورپ ۾ مانٽيسوري تحريڪ سياسي تبديلين جي نذر ٿي وئي. مسوليني‌ءَ جي اٽلي‌ءَ ۾ فاشي ماحول ڪنهن اهڙي تحريڪ لاءِ سازگار ڪونہ هو. Flow Inc (فلو انڪ) جي سربراهہ جي لفظن ۾:

"ان هڪ اهڙو مربوط نظام جوڙيو هو جنهن ۾ ٻار هڪ تيار ڪيل ماحول ۾ پنهنجي سکيا جو پاڻ ذمو ڪندا هجن. مانٽيسوريءَ واري تعليم ڪامياب آهي، ڇو تہ ڪلاس ۾ استعمال ٿيندڙ سکيا جو مواد ۽ سامان خبرداريءَ سان تيار ڪيل آهي، مانٽيسوري رهنما تمام چڱيءَ ريت اهڙي ماحول جو انتظام ڪرڻ جا اهل آهن ۽ شاگردن کي نرميءَ سان تربيت ڏئي ڪامياب ۽ پنهنجو پاڻ پڙهندڙ فرد بنائين ٿا. هڪ هلندڙ مانٽيسوري ڪلاس روم اصل ۾ هڪڙو نهايت نفيس هنڌ آهي، جيڪو واقعي ڏسي اعتبار ڪرڻ جهڙو آهي. تصور ڪريو هڪڙي ڪمري جو جنهن ۾ ڇئن سالن جا ٻار سکڻ جي عمل ۾ رڌل هجن ۽ جيڪو وڏو (استاد) ماٿهواتي هجي سوپري هڪ پاسي وينو شايد ڪنهن هڪ ٻار کي ڪو نئون سبق ڏيندو هجي." (30)

ٻين لفظن ۾ ماريا مانٽيسوريءَ جو ڪم ٻنهي هڪ جمهوري بنياد وارو ۽ انفرادي محنت کي همٿائڻ وارو هو. اها ڳالهہ عظيم برطانوي فلسفي برٽرينڊ رسل (Bertrand Russell) (1970ع_1872ع) (31) طرفان ڪئي وئي، جيڪا ظاهر آهي تہ مسوليني‌ءَ جي حڪومت لاءِ اٽوندڙ هئي. هوءَ جلاوطن ٿي اسپين هلي وئي، جتي هوءَ 1936ع تائين رهي، جنهن کان پوءِ اسپين ۾ ٿيل گهرو لڙائيءَ جي شروع ٿيڻ سان هوءَ اتان لڏائي وئي. ان کان پوءِ 1939ع تائين هوءَ نيدرلينڊز ۾ رهي تان جو ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ جي دعوت تي هندستان هلي وئي. اهو جنگ جو زمانو هو جيڪو هن ان وقت تائين هندستان ۾ تجرباتي طور گذاريو جيستائين جنگ ختم ٿي. اهو موقعو ذڪرڻ ايشيا لاءِ هڪ نعمت ثابت ٿيو ڇو تہ سندس نندي ڪنڊ ۾ موجودگي ۽ سندس تدريس اسان جي هن خطي ۾ مانٽيسوري سرشتو متعارف ڪرايو. اها ڏاڍي مايوس ڪندڙ ڳالهہ آهي تہ اسان سندس فلسفي مان سکڻ ۾ ناڪام ويا آهيون.

## Notes

1. Maria Montessori, The Absorbent Mind (Karachi: Pakistan Montessori Association, 2000), 110-27.
2. Noam Chomsky, Power Systems: Conversations on Global Democratic Uprisings and the New Challenges to US Empire Interviews with David Barsamian (New York, Metropolitan Books, 2013), Chapter 7.
3. Joseph Hall, 'The Life of the Brain: First Words', Toronto Star, 17 July 2010.
4. Robert Goodman, 'The Developmental Neurobiology of Language' in William Yule and Michael Rutter (eds), Language Development and Disorders (Philadelphia: Mac Keith Press, 1987), 135.
5. Maria Montessori op, cit, 118.
6. Ibid, 119.
7. Farida Akbar, Sensitive Periods, Unpublished thesis submitted to AMI, Amsterdam, 1997, 1.
8. Maria Montessori, op, cit. 26.
9. Noam Chomsky, op, cit.
10. Roberta Michnik Galinkoff and Kathy Hirsh-Pasek, How Babies Talk: The Magic and Mystery of Language in the first three years of life (London: A Plume Book, 2000), 1-11.
11. David Crystal, 'Concepts of Language Development: A Realistic Perspective', in W. Yule and M. Rutter (eds.) Language Development and Disorders, op. cit. (Philadelphia: Mac Keith Press, 1987), 42-52.
12. Ibid.
13. Jean Piaget, The Language and Thoughts of the Child (London: Routledge, 1967) , 37-49.
14. Lev Vygotsky, Thought and Language (Cambridge: The MIT Press, 1996), 210-36.
15. Joseph Hall, op. cit.

16. Paul Fletcher, ‘Aspects of Language Development in the Preschool Years’, in Language Development and Disorders, op. cit. 71.
17. Steve Pinker, The Language Instinct (New York: Harper Perennial, 1995), 291-2.
18. Ibid.
19. Eric Lenneberg, Biological Foundations of Language, (New York: John Wiley, 1967).
20. Peter H. Matthews, Lignuistics: A Very Short introduction (Oxford, OUP, 2003), 117-8.
21. In an email to the author dated 10 April 2010.
22. Lev Vygotsky, op. cit.
23. Alison Gopink, Andrew Meltzoff, and Patricia Kuhl, How Babies Think, The Science of Childhood (London: Phoenix, 1999), 195.
24. Ibid, 196.
25. Ibid, 13.
26. Shahid Siddiqui, ‘Constructivist paradigm of learning’, Dawn, Karachi, 26 April 2010.
27. Eileen Carnell and Caroline Lodge, Supporting Effective Learning (London: A Sage Publication, 2002).
28. Maria Montessori, The Secret of Childhood (New Delhi: Orient Longman, 1936), 126.
29. John Dewey, The Montessori System Examined, published by William H. Kilputrick, 1914. http://archive.org/stream/montessorisystem00kilprich/montessorisystem00kilprichdjvu.tex> Accessed on 25 June 2013.
30. Michael Strong, ‘Montessori, of Learning in a stream of exploration flowing onward from childhood’, [The] Explorer’s Foundation, edited and updated 15 April 2010. http://explorerfoundation.org/glyphery/369.html> Accessed on 25 June 2013.
31. Bertrand Russell, On Education (New Delhi: Routledge, 1926), 17 and 20-1.

# باب پنجون

## ٻہ ٻولیائي هئڻ جا اسرار

انگریزي دنیا ۾ تڪڙي رابطي جي ٻولي بڻجندي پئي وڃي، سڄي ڌرتي هڪ ننڍڙو ڳوٺڙو (global village) ٿي وئي آهي. انگریزي هاڻي سائنس، طب، انٽرنيٽ ۽ سول ايوئيشن جي بہ ٻولي آهي. هر اهو ملڪ جيڪو ترقي ڪرڻ ٿو چاهي، پنهنجن شهرين کي انگريزي ضرور پڙهائيندو پلي ڪٽي سيني کي نہ، پر انهن کي جيڪي اعليٰ تعليم حاصل ڪرڻ چاهين ٿا ۽ اهي پڻ جيڪي ٻاهرين دنيا سان لهہ وچڙ ۾ آهن.

ڪيترن ملڪن پنهنجي آباديءَ کي انگريزيءَ جي سکيا ڏيڻ واري چئلينج کي منهن ڏيڻ لاءِ، انگريزيءَ کي ٻي ٻوليءَ جي حيثيت ۾ پڙهائڻ شروع ڪيو آهي جنهن کي لسانيات جا ڄاڻو L2 چون ٿا. اهو هڪ عقلمنديءَ وارو رويو آهي، ڇو جو ائين ڪرڻ سان تعليمي نظام مان اتي جي ٻهرين يعني مادري ٻوليءَ کي رد ڪري ڪڍي ڇڏڻو نٿو پوي.

اها ڳالهہ دلچسپ بہ آهي تہ معلوماتي بہ، تہ ٻنهہ ننڍڙي عمر ۾ ٻار ڪهڙيءَ طرح سان ڪابہ ٻولي ڳالهائڻ شروع ڪري ڇڏيندا آهن. ان مشاهدي بابت گذريل باب ۾ لکيو ويو آهي. هڪ ٻار جي ذهني اوسر جي خبر گهڻي قدر ان ڳالهہ مان پئجي ويندي آهي تہ هن کي ٻوليءَ جو حصول ڪهڙي نموني ٿيو آهي ۽ ڇا سندس ٻهرين ٻولي ئي اصل ۾ سندس سکيا جي ٻولي آهي؟

ٻوليءَ بابت ايترا تہ مفروضا موجود آهن، جو هاڻي تعليمي ماهر اها ڳالهہ ڌيان تي ئي نٿا آڻين تہ ٻولي تعليم جو وڏي ۾ وڏو عنصر آهي. هاڻي وقت اچي ويو آهي تہ اسين ان ڳالهہ تي سنجيدگيءَ سان سوچيون تہ تعليم جي ذريعي لاءِ ڪهڙي ٻوليءَ کي اختيار ڪيو وڃي؟ ماهرن جو خيال آهي تہ "ٻار جي زندگيءَ جي حساس دور" (ماريا مانٽيسوريءَ جو ڏنل اصطلاح جنهن موجب ڄمڻ کان ڇهن سالن جي عمر وارو دور جنهن کي ٻيا لسانيات جا ماهر "اهم ترين دور" بہ چون ٿا) ۾ سکيا جي ٻولي ۽ ماحول جي ٻولي ساڳي هجي تہ سندس لفظي ذخيري ۽ سمجهڻ جي قوت ۾ وڌ ۾ وڌ اضافو ٿئي ٿو. ان کي هاڻي گهڻو ڪري سمورا ٻوليءَ جا ماهر قبول ڪن ٿا. جيڪي چون ٿا تہ اهو ئي دور آهي جنهن ۾ دماغ جي پختگيءَ سان گڏ دماغ جي جنهن حصي

۾ ڪي خاص ڪم ٿين ٿا. اهو مڪمل ٿئي ٿو (Lateralization) ۾ اهو ٻوليءَ جي حاصلات واري عمل سان گڏوگڏ ٿئي ٿو. (1)

ان ڳالهہ تي ڪو بہ اختلاف موجود ڪونهي. جيتوڻيڪ ماهرن جي راين ۾ ٿورو ٿورو فرق ٿي سگهي ٿو تہ ان عمل جي ٿيڻ لاءِ آخر ڪهڙي عمر هوندي آهي. بيشڪ ٻيا ڪيترائي سبب آهن، جن جو ڪنهن ماڻهوءَ جي ذاتي ذهني لياقتن جي واڌاري سان سڌو سنئون تعلق آهي. ٻار جي ماءُ پيءُ ۽ خاندان جي ٻين وڏن جي تعليم جو ان سان تعلق آهي، جن سان ٻار جو سڀ کان پهريون واسطو پوي ٿو. پڙهائڻ جو معيار، ڪتاب، سکيا جا مددي ذريعا ۽ اسڪول جا ٻيا ڪيترائي عنصر، جنهن ۾ هو پڙهي ٿو سندس ذهني صلاحيتن جي تشڪيل ڪن ٿا.

## ٻہ ٻوليائي هئڻ وارو نظريو

ان ڳالهہ کي وڏي پيماني تي قبول ڪيو ويو آهي تہ جيڪڏهن ماڻهو دنيا ۾ ترقي ڪرڻ چاهين ٿا تہ انهن کي هڪ ٻي ٻولي ضرور سکڻ گهرجي جنهن کي L2 چيو وڃي ٿو. اهو ضروري آهي تہ اهڙا مفروضا واضح ڪيا وڃن. جيڪي ڪنهن ماڻهوءَ جي ٻي ٻولي سکڻ جي عمل سان جڙيل آهن. جنهن سان اهو ٻہ ٻوليائي بنجي ويندو آهي. تحقيق ڪندڙ نفسياتدان ڪرسٽين پڪرنگ (Christine Pickering) ۽ ٻارن جو نفسياتي ماهر مائيڪل رٽر (Michael Rutter) ٻہ ٻوليائي نظريي (جنهن ۾ ٻن ٻولين جو عام طور استعمال ڪيو وڃي) (2) جي باري ۾ پنهنجي اڀياس مان ڪن تمام دلچسپ نتيجن تي پهتا. جڏهن بلڪل ننڍي عمر ۾ ٻارن جو پنهنجي ماحول ۾ رائج ٻن ٻولين سان واسطو پوي ٿو تہ اهي ٻنهي ٻولين کي اختيار ڪن ٿا. ۽ وري جيڪڏهن هر هڪ ٻولي ڪنهن خاص ماڻهوءَ سان واسطو رکي ٿي تہ اهو ڏٺو ويو آهي تہ ٻار ان ماڻهوءَ سان اها ئي ٻولي ڳالهائيندو جيڪا هو ان سان اڳ ۾ ڳالهائيندو هوندو. ان عمل ۾ ٻار ممڪن آهي تہ اها ٻولي ڇڏي ڏي، جيڪا هن ڪنهن خاص ماڻهوءَ کان سکي هجي (جيڪا هڪ استاد، هڪ آيا يا ڪو نانو ناني ڏاڏو ڏاڏي هجن جيڪي اڳ ۾ اها ٻولي ڳالهائيندا هجن) اهو ان صورت ۾ ٿيندو آهي، جڏهن ڪجهہ وقت لاءِ ٻار کي انهن خاص ٻولي ڳالهائيندڙن ۽ ان ماحول کان پري رکيو وڃي. ٻين لفظن ۾ ائين چئجي

سگهجي ٿو تہ ٻار پنهنجي ماحول واري ٻوليءَ ۾ چند ماڻهن سان رابطي جي صورت ۾ ڳالهايل ٻوليءَ ۾ فرق ڪري سگهي ٿو. هن کي ان ٻوليءَ جي سڃاڻپ انهيءَ خاص ماڻهوءَ سان ڳنڍڻ جو هنر اچي ٿو جيڪو اها ٻولي ڳالهائي ٿو. اهوئي سبب آهي جو ٻہ ٻوليون پڙهائيندڙ اسڪولن ۾ ٻہ جدا جدا استاد رکيا ويندا آهن. جنهن مان هر هڪ جدا ٻولي پڙهائيندو آهي ۽ ائين ٻار انهن کي ٻوليءَ سان ڳنڍيندو آهي.

ٻوليءَ جي سکڻ جو عمل اڪيلي ٻولي ڳالهائيندڙ ٻار ۽ ٻہ- ٻوليون ڳالهائيندڙ ٻار ۾ مختلف ٿي سگهي ٿو. اهي تفاوت ڪيترن ئي سببن تي منحصر آهن. ان ڪري پڪرنگ ۽ رٽرڪي سخت نتيجا نٿا ڪڍن. مثال طور ڪن صورتن ۾ اهو ڏٺو ويو آهي تہ هڪڙو ٻار جيڪو ٻہ ٻوليون سکي رهيو هجي، اهو صرف هڪڙي ٻولي سکندڙ ٻار کان ٿورڙو ڍرو محسوس ٿئي ٿو ۽ انهن ٻن ٻولين جي سکيا ۾ سندس لفظن جي ذخيري ۾ تڪڙي واڌ نظر نہ ٿي اچي، پر پوءِ بہ اهو ٻئي ٻوليون چڱي طرح سکي وڃي ٿو. ڪن ٻين صورتن ۾ جيڪڏهن ڪو ٻار پنهنجي ٻوليءَ ۾ مهارت حاصل ڪرڻ کان پوءِ ٻي ٻولي سکي ٿو تہ هو اها L2 صحيح طريقي سان سيکارڻ جي صورت ۾ اوتري سٺي سکي ويندو.

اهو پڻ چيو ويندو آهي تہ ٻي ٻولي سکڻ جو بهترين نمونو (Immersion Method) يعني تِبي هڻڻ وارو مڪمل طرح ان عمل ۾ غرق ٿيڻ وارو طريقو هوندو آهي. جنهن ۾ ٻار کي ڳالهايل ٻوليءَ سان ويجهو ڪيو وڃي ۽ کيس ٻئي ٻوليون استعمال ڪرڻ جو موقعو ڏنو وڃي. ڪابہ ٻي ٻولي سکڻ لاءِ مائٽن طرفان توڙي سماج طرفان منظوري ضروري هوندي آهي. ٻہ ٻوليو هئڻ سان ٻار جي سمجهہ واري يا ادراڪي ترقيءَ تي ڪوبہ اثر پوڻ جو معلوم ڪونہ ٿيو آهي. سڀ کان اهم ضرورت ان ڳالهہ جي آهي تہ جيڪو ماڻهو اهڙن ٻارن کي سکيا ڏيئي اهو ٻنهي ٻولين جو ماهر هجي.

جاپان جي ڪاواگا يونيورسٽي (Kawaga University) جي ايسوسيئيٽ پروفيسر ڪٽ سومي ناگائي (Katsumi Nagai) انهيءَ نتيجي تي پهتي آهي تہ ٻار پنهنجي حساس دور ۾ ٻي ٻولي ٻنهہ مختلف رستي سکي ٿو بنسبت ان رستي جي جيڪو حساس دور گذري وڃڻ کان پوءِ اختيار ڪيو ويندو آهي.

ناگائي L2 جي سکڻ جي عمل کي هڪ طرف ڪلاس اندر ڪنهن وڏي استاد کان سکڻ واري سٽاءَ ۽ ٻئي طرف راند جي ڪنهن ميدان ۾ ٻين ٻارن سان گڏ فطري سٽاءَ سان پيٽي ٿي تہ جيئن اهو ظاهر ڪري سگهي تہ هر سکيا وئندڙ تي ان جو ڪهڙو اثر ٿئي ٿو؟ ان سلسلي ۾ اسين پنهنجي مشاهدي کي بہ سامهون رکون، جتي گهڻو ڪري ٻار L2 ڪلاس روم واري سٽاءَ ۾ سکندا آهن. ناگائي جو چوڻ آهي تہ هڪ عام ڪلاس روم جي ماحول ۾ ڪجهہ وڏي عمر جا ٻار گرامر جلدي سکي وٺندا آهن، جڏهن تہ سندن اچار يا تلفظ اصلوڪن ڳالهائيندڙن جهڙو ڪونہ هوندو آهي. انهيءَ ڪري ننڍا ٻار وڏن جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ ڪامياب ٿيندا آهن، ڇو جو اهي فطري ماحول ۾ سکندا آهن. پر آخر ۾ ناگائي ان ڳالهہ سان متفق ٿئي ٿي تہ ان ڳالهہ جي ڪا ضمانت ڪانهي تہ ڪير تڪڙو L2 سکندو ۽ ڪير بنهہ اصلوڪن ڳالهائيندڙن جهڙي ڪاميابي حاصل ڪندو ان ڏس ۾ ٿيل مختلف سروي ۽ تحقيق جا نتيجا غير تسلي بخش آهن. (3)

ايم. اي ڪي. هاليڊي (M.A. K. Holliday) (لساني نظريي جو هڪ ماهر) ۽ سندس ساٿي L1 ۽ L2 ۾ فرق ظاهر ڪندي ٻڌائين ٿا تہ جيڪا ٻولي ٻار رسمي تعليم شروع ڪرڻ کان اڳ پنهنجن ماٽن ۽ ٻين کان سکي ٿو اها L1 (پهرين ٻولي) آهي. ان وصف موجب جيڪڏهن باقاعدي تعليم ڪانسواءِ ڪو ٻار هڪ کان وڌيڪ ٻوليون ڄاڻي ٿو وٺي تہ اهي بہ L1 جي دائري ۾ اينديون. L2 وري اها ٻولي چئي وڃي ٿي، جيڪا ڪنهن پوئين مرحلي تي سکي وڃي، ۽ اهو سکندڙ اينتري سٺي طرح سان سکي جو ان کي ٻہ-ٻوليو (Bilingual) يا ٻن ٻولين جو ماهر (ambilinguial) چئي سگهجي ٿو ان لاءِ مثال طور پولينڊ جي جوزف ڪانريڊ (Joseph Conrad) ۽ روس جي ولاديمير نباڪوف (Vladimir Nabakov) جهڙن ليکڪن کي پيش ڪري سگهجي ٿو جن انگريزي ادبي دنيا ۾ وڏي شهرت ماڻي، جيڪا ٻولي انهن زندگيءَ ۾ دير سان سکي. جيڪڏهن L2 جي مهارت جي درجي جي ڪابہ حد مقرر ڪري نٿي سگهجي تہ بہ اها ڳالهہ صحيح آهي تہ اهڙي سطح تي پهچڻ جي گهٽ ڪوشش ڪئي ويندي آهي ۽ ان کي حاصل ڪرڻ تہ اڃا بہ وڌيڪ ڏکيو آهي. (4) لسانيات جي ماهرن طرفان اهو بہ چيو ويندو آهي تہ هڪ ٻار عام طرح سان پرائمري ٻولي (ابتدائي ٻولي) پوري

سکڻ کان پوءِ سيڪنڊري (ثانوي) ٻولي سکندو آهي. ٻار ٻي ٻولي ڪهڙي به مرحلي تي سکي سگهندا آهن پر جيترو جلد سکندا، سکڻ ۾ اوتري سولائي ٿيندي ائين. عام عقيدو اهو آهي ته ٻيون ٻوليون سکڻ لاءِ بلوغت کان اڳ دماغ وڌيڪ قبول ڪندڙ هوندو آهي ۽ پندرهن سالن جي عمر کان پوءِ ٻولي سکڻ جي صلاحيت گهٽ ٿيندي ويندي آهي. بهرحال چومسڪي اهڙن ماڻهن جو مثال ڏي ٿو جيڪي لسانيات جا ڄاڻو آهن ۽ اينتري وڏي عمر ۾ به ٻوليون سکي وٺن ٿا. اهي ٿورا مثال (Exception_استثنيٰ) آهن ۽ هو سمجهائي ٿو ته انساني دماغ جي اوسر ۾ اهو ڪي صلاحيتون وڃائيندو به رهندو آهي- يعني اهو ڪي حياتياتي (synaptic) تنتون ٽوڙي پاڻ کي سنواريندو سڌاريندو رهندو آهي، جنهن ۾ ڪي صلاحيتون وڌيڪ اثرائتيون ٿيو وڃن ته ڪي بنهه غائب ٿيو وڃن. هن جي بقول انساني ارتقا جي ڪنهن دير وار مرحلي تي انسان ۾ ڪي تخليقي صلاحيتون پيدا ٿيون. جيڪي انسان جي سمجهه يا ادراڪ، اخلاق ۽ جمالياتي فطرت جو بنياد بنجي ويون ۽ بلڪل انهيءَ جي مرڪز ۾ ٻوليءَ جي اسرڻ جو عمل شروع ٿيو. اصل ۾ اهو به ممڪن آهي ته ٻين صلاحيتن جي ظاهر ٿيڻ ۾ ٻوليءَ جو ڪردار به هو. ڪي ماڻهو ان مان اهو مطلب ڪيڍي سگهن ٿا ته هڪ کان وڌيڪ ٻوليون ڄاڻڻ سان مختلف تجزياتي ۽ حسابي (Computational) ميڪانيڪي عمل سڌري بهتر ٿيا هوندا، جيڪي ٻوليءَ جي حصول ڏانهن وٺي وڃن ٿا. (5)

جنهن وقت ٻار به ٻوليون سکي رهيو آهي، ان وقت سندس دماغ ۾ ڇا پيو وهي واپري؟ لسانيات جي ماهرن جو مڃڻ آهي ته ٻار جڏهن به ٻوليون (ٻار جي دماغ جي) حساس دور ۾ سکندو آهي ته ان وقت اهي ٻئي ٻوليون دماغ جي اندر جاءِ ناهي وٺنديون آهن. مائيڪل مرزينچ (Michael Merzinch) جيڪو دماغ جي (هر قالب ۾) نهڪڻ واري عمل تي رسرچ جي ميدان ۾ مشهور آهي، تنهن دماغ جي تصويرن (scan) کي استعمال ڪري ڏيکاريو ته به ٻوليون ڄاڻندڙ هڪ ٻار ساڳئي وقت جڏهن به ٻوليون سکي ٿو ته "ٻنهي ٻولين جا سمورا آواز هڪ وڏي نقشي ۾ ائين ايرن ٿا جڻ، ٻنهي ٻولين جي آوازن جي لائبرري هجي'(6) لارا اين پٽيٽو (Laura-Anne Pettito) پڻ هڪ بنهه ننڍڙي ٻار جي ان صلاحيت جي تصديق ڪري ٿي ته "اهو تمام نزاڪت سان جڙيل

آوازن کي جهڙي ٿو سگهي، ۽ اهو عمل دنيا جي سمورين ٻولين سان ساڳيو آهي، جتي هر هڪ جو پنهنجو اچار هوندو آهي. هوءَ اڳتي وڌيڪ چوي ٿي:

ڪنهن بہ ٻچي (پيٽ ۾ ڪچي ٻار) کي خبر ڪانہ هوندي آهي تہ اهو نيوجرسيءَ ۾ وڏو ٿيندو يا ٽوڪيو ۾، سو هڪ انساني ٻار ۾ ڄمڻ کان ڇهن مهينن جي عمر تائين دنيا جي ڪنهن بہ ٻوليءَ جي ڳالهائڻ وارن آوازن ۾ تفريق ڪرڻ جي آفاقي صلاحيت موجود هوندي آهي، جيڪڏهن اهي مختلف آواز ٻڌڻ جو ڪو امڪان هجي. سندس چوڻ موجب ٻار ۾ اها مختلف آوازن کي ڌار سڃاڻڻ واري صلاحيت ڇهن مهينن کان هڪ سال جي عمر دوران گهٽجي ويندي آهي. ساڳئي وقت پنهنجي ٻوليءَ ۾ موجود تبديلين کي سڃاڻڻ جي صلاحيت ٻار ۾ وڌي ويندي آهي. اهو فطرت ۽ پرورش جي وچ ۾ ٿيندڙ ناچ آهي.

پٽيتو جي تحقيق مان اهو نتيجو نڪري ٿو تہ جيڪي ٻار ٻن ٻولين سان لاڳاپي ۾ اچن ٿا، انهن ۾ "هر هنڌ ساڳئي قسم جي صوتي فرقن کي جهٽڻ جي صلاحيت ختم ڪانہ ٿي ٿئي." هوءَ اهو بہ چوي ٿي تہ 'اهي ننڍڙا ٻار جيڪي هڪ وقت بہ ٻوليون سکن ٿا، سي اصل ۾ هڪ ٻولي سکندڙ ساٿين کان وڌيڪ لفظن جو ذخيرو رکندا آهن. هوءَ وڌيڪ ڄاڻائي ٿي تہ جيترو جلد ٻار ٻن ٻولين وارو ٿئي ٿو اوترو وڌيڪ فائدو کيس اڳتي هلي زندگيءَ ۾ ملي ٿو خاص ڪري پڙهڻ (reading) ۾، جنهن جي لاءِ آواز سڃاڻڻ جي صلاحيت گهربل هوندي آهي. هن جي اڀياس مان اهو بہ ظاهر ٿيو تہ آمريڪا جي ٻنهي غريب پاڙن ۾ بہ ٻن ٻولين وارن ٻارن ۾ پڙهڻ واري صلاحيت اوتري ئي سني هئي، جيتري ملڪ جي شاهوڪار وسندين ۾ هڪ ٻولي ڳالهائيندڙ ٻارن جي هئي. (7)

هڪ ٻيو بہ ٻوليائي هئڻ وارو نظريو جيڪو پاڪستان سان بہ اوترو ئي لاڳو ٿئي ٿو سو آهي "ڊيول آئيس برگ واري ٻن ٻولين واري مهارت جي نمائندگي (Dual Iceberg Representation of Bilingual Proficiency) وارو نظريو."

عام طرح سان اهو مڃيو ويندو آهي تہ هڪ ٻن ٻولين واري شاگرد ۾ اهي بہ ٻوليون دماغ جي ٻن ڌار ڌار جاين تي هونديون آهن، جن کي هڪ ٻوليءَ کان ٻي ٻوليءَ ڏانهن منتقل ٿيڻ جي سهوليت هوندي آهي. يونيورسٽي آف ٽورانٽو جي جيمس ڪيومنس (James Cummins) لکيو آهي تہ عام طرح سمجهيو ويندو

آهي تہ جڏهن بہ ڪو ماڻهو ڪا ٻولي سکي ٿو تہ هر هڪ ٻولي سمجهہ يا ادراڪ جي هلندڙ نظام ۾ ڌار محفوظ ٿيندي آهي ۽ انهن مان هر هڪ ۾ مهارت بہ ڌارڌار هوندي آهي. ان کي هو Separate Underlying Proficiency (SUP) ماڊل چوي ٿو (مهارت جيڪا ڌار پيل هجي). ڪيومنس هڪ ٻيو ماڊل بہ پيش ڪري ٿو جنهن کي Common Underlying Proficiency (CUP) ماڊل سڏي ٿو (موجود مهارت جيڪا ساڳي هجي). انهيءَ جو حوالو هو مجازي نموني"ٻتي آئيس برگ" سان ڏي ٿو (معنيٰ سرد مزاج يا بي حس). هن جي بقول بہ ٻوليون ڳالهائيندڙ ساڳي يا ٻن ٻولين تي سلهاڙيل مهارت تي انحصار ڪري ٿو (گهڻو ڪري پڙهائي دوران پڙهڻ ۽ سمجهڻ سان لاڳاپيل) جيڪا هو سکي ٿو ۽ اهي مهارتون ڪن وڏين مهارتن جا صرف ننڍڙا نظر ايندڙ نمونا چئي سگهجن ٿا. انهيءَ تهہ جي هيٺان ٻوليءَ جي سمجهہ ٻري/ادراڪي علمي مهارت جو تمام وڏو ۽ يڪو جهان موجود هوندو آهي. L1 ۽ L2 انهيءَ تهہ منجهان نڪرنديون آهن. ڪيومنس دعويٰ ڪري ٿو تہ جيڪڏهن ٻنهي ٻولين کي ڌار نٿو ڪيو وڃي تہ پوءِ L2 وڌيڪ تڪڙي سکي سگهجي ٿي. هو چوي ٿو تہ حقيقت ۾ جڏهن ٻنهي ٻولين ۾ هڪ جيتري مهارت حاصل ٿئي ٿي تہ بہ ٻوليون ڄاڻندڙ اهڙي شاگرد کي واڌو فائدو حاصل ٿئي ٿو.

اهي نظريا پاڪستان سان لاڳو ڪرڻ ممڪن نٿو ٿي سگهي، ڇو جو ٻن ٻولين جي سکيا هڪ جهڙي مهارت گهري ٿي. لسانيات جي ماهرن کي گهرجي تہ اسان جي وايو منڊل ۾ ٻن ٻولين واري نظريي جي اثر جو مطالعو ڪن. ان حقيقت کي سامهون رکندي تہ اردو ۽ اسان جون ٻيون سڀ مقامي ٻوليون جيڪي رسم الخط استعمال ڪن ٿيون، انهن جو سرچشمو هڪڙو ئي آهي. جڏهن تہ انگريزيءَ جو بنهہ مختلف آهي؛ هاڻي اهو سوال ڪري سگهجي ٿو تہ جيڪڏهن اسان جو ٻار هڪ پنهنجي ۽ ٻي انگريزي ٻولي سکندو تہ انهن ٻنهي ٻولين جي جهان مان ڪيس ڪيتري ٿورڙي مهارت حاصل ٿيندي؟ اهڙيءَ طرح ٻنهي (ٻولين) جي اندروني مهارت واري صلاحيت پڻ هڪ جهڙي ۽ ڪا ايتري گهٽي بہ ڪانہ ٿي ٿي سگهي.

اهي اپياس جيڪي ٻن ٻولين واري نظريي بابت ڪيا ويا آهن، سي تمام ننڍڙن ٻارن جي شروعاتي عمر، شايد ڄمڻ جي شروعات کان ڪيل ٿا لڳن. تہ

پوءِ ڇا اهي نتيجا اسان جي سلسلي سان لاڳو ءِ استعمال ڪري سگهجن ٿا؟ جتي ٻارن جي اڪثريت انگريزيءَ سان اوڏي مهل واقفيت حاصل ڪري ٿي. جڏهن اهي پنجن ڇهن سالن جي عمر ۾ اسڪول وڃڻ شروع ڪن ٿا.

اسان کي ان صورتحال جو مطالعو ڪرڻ گهرجي، جيڪا ٿوري وڏي عمر ۾ ٻي ٻوليءَ جي سکيا جي عمل کان پوءِ پيدا ٿئي ٿي. جڏهن ٻوليءَ جي حصول وارو حساس دور ختم ٿي چڪو هوندو آهي. هاڻي جڏهن دماغ جي هر سانچي ۾ نهڪي اچڻ واري صلاحيت کي سائنسدانن قبول ڪيو آهي ته اهو چيو وڃي ٿو ته اهو عضوو نيوران ۾ بنيادي غير اختياري عملن کي سڃاڻي سگهي ٿو ان ڪري پنهنجن ڪمن يا عملن کي وڌائي سگهي ٿو ايتريقدر جو جڏهن ٻار ٽيڄ پيئڻ واري عمر کان وڏو به ٿيو وڃي ته به ائين ٿئي ٿو.

اڳي سائنسدان سمجهندا هئا ته ٻار ٽيڄ پيئڻ واري عمر ختم ٿيڻ سان پختو ٿي ويندو آهي جنهن کان پوءِ ڪنهن تبديليءَ جي گنجائش ڪانه رهندي آهي. پر دماغ جي هر سانچي ۾ نهڪڻ واري ڳالهه جي خبر پوڻ کانپوءِ، بالغ ٿيڻ تائين ٻوليءَ جي سکيا واري تصور ۾ تبديلي اچي وئي آهي. نيورو سائنسدانن (دماغ جا ڊاڪٽر) دماغ کي نوان ڪم ڪرڻ لاءِ مجبور ڪرڻ جهڙا معجزا به ڏيکاريا آهن. جيتوڻيڪ اها هڪ مثبت ڳالهه آهي جيڪا علاج معالجي جا نوان در کوليندي، پر ان جا ڪي نقصان به آهن. ڪنهن به قالب ۾ نهڪڻ واري عمل جي چٽاڀيٽيءَ جي ڪري دماغ ۾ تنتن جو هڪ لاڳيتو جهيڙو پيدا ٿيو پوي. هر ڪا مهارت جڏهن سکجي ٿي ته اها دماغ جي نقشي ۾ پنهنجي لاءِ جاءِ ناهي ٿي يا ڪنهن اهڙي ٻئي هنر يا مهارت جي جاءِ وٺي ٿي، جنهن کي استعمال ڪرڻ ڇڏي ٿا ڏيون. (10) اها بالغن جي لاءِ ٻي ٻولي سکڻ جي سلسلي ۾ رڪاوٽ به بنجي سگهي ٿي. ڊوئج (Doidge) جو خيال آهي ته:

> هاڻي روايتي سوچ اها آهي ته اها ذڪيائي انهيءَ ڪري پيدا ٿئي ٿي جو ٻوليءَ جي سکيا جي لاءِ ضروري 'اهم دور' گذريو وڃي ۽ اسان جو ذهن ايترو سخت ٿيو وڃي، جو وڏي پيماني تي ان جي ساخت ۾ تبديلي نٿي ٿي سگهي. پر ڪنهن به سانچي ۾ ڍارجڻ واري ڳالهه جي معلوم ٿيڻ کان پوءِ اڃا به ڪي ڳالهيون ٿي سگهن ٿيون. جيئن جيئن اسين عمر ۾ وڌندا ويندا آهيون، پنهنجي ديسي ٻولي وڌيڪ ڳالهائيندا آهيون، تيئن اها اسان جي ٻوليءَ واري نقشي ۾ موجود جاءِ تي حاوي ٿيندي ويندي

آهي. اهو ان ڪري بہ ٿئي ٿو جو اسان جو دماغ ٺهڪڻ جي صلاحيت رکي ٿو ۽ چو تہ اهو ٺهڪڻ جو عمل مقابلي ڪي جنم ڏي ٿو ان ڪري ڪا نئين ٻولي سکڻ مهل مادري ٻوليءَ جو زور ٽوڙڻ ڏکيو ٿيو وڃي. (11)

جيڪڏهن بالغ ٿيڻ کان پوءِ دماغ جي ٺهڪڻ واري خوبي ختم نہ ٿئي تہ بہ اهڙو مقابلو ٿيندو رهي ٿو جنهن سان ٻولي سکڻ جو عمل انهيءَ عرصي ۾ ڏکيو ٿي رهي ٿو. جيڪو دماغ جي حساس دور کان پوءِ وارو عرصو آهي. ان لاءِ دماغ جي ٻيهر جوڙجڪ ۽ نئين ترتيب جي ڪجهہ ضرورت پوي ٿي، چو جو دماغ ۾ ان جي نقشي ۾ ميسر جاءِ ائين نٿي وڌي يا اسريءَ جيئن ڇهن سالن کان ننڍي ٻار ۾ وڌندي آهي. حساس دور کان پوءِ ڇٺاپيتيءَ وارو عمل ئي طي ڪندو آهي تہ نئين مهارت کي دماغ ڪيئن قبول ڪندو؟ ٻين لفظن ۾ نئين عادت يا مهارت لاءِ دماغ جي نقشي ۾ جاءِ ناهڻ لاءِ ڪنهن اڳوڻي مهارت کي وساري ڇڏڻو پوندو پر ان سان اهو سمورو عمل ڏاڍو پيچيدو ٿيو پوي. ڊوئج جو چوڻ آهي تہ هڪڙو اصول تہ 'use it, or lose it' (استعمال ڪريو يا وڃائي ڇڏيو) واضح ڪري ٿو تہ انسان جي هن اهم ترين عضوي سان ڇا ٿو وهي واپري (12)

ڊوئج کي يقين آهي تہ وڏي عمر ۾ نئين ٻولي سکڻ، عام طرح 'حافظي يا يادگيريءَ کي قائم رکڻ ۽ بهتر ڪرڻ' جي لاءِ سٺو عمل آهي چو تہ ان ۾ تمام گهڻي ڏيان ڏيڻ جي ضرورت پوندي آهي، جنهن سان (دماغ جي) ٺهڪي اچڻ لاءِ موجود ضابطي جو نظام چالو ٿيو وڃي. ان مان اسين اهو نتيجو ڪڍي سگهون ٿا تہ هڪڙو ٻار جنهن پنهنجي حساس دور ۾ پنهنجي پهرين ٻولي سکي ورتي هجي، اهو ڪجهہ دير سان ٻئي مرحلي ۾ ٻي ٻولي بہ سکي سگهي ٿو ۽ ان مان بہ ساڳئي نموني فائدو وٺي سگهي ٿو.

ٻين لفظن ۾ اسان اهو چئي سگهون ٿا تہ جيڪڏهن اسان جي سماج ۾ ڪنهن ٻار کي پنهنجي ٻولي سکڻ واري حساس دور ۾ انگريزيءَ سان واسطو نہ پيو هوندو جيڪا سندس گهر يا ويجهڙائيءَ ۾ نٿي ڳالهائي وڃي، تہ پوءِ ان کي پريشانيءَ جو سبب نٿو بڻائي سگهجي. ٻار ۾ سندس زندگيءَ جي ڪنهن دير

واري مرحلي تي اها ٻولي سکڻ جي صلاحيت موجود ٿي سگهي ٿي، جڏهن سنڌس ڀيرين ٻوليءَ ۾ مهارت سان هن جو ٻوليءَ وارو ميڪانڪي نظام سرگرم ٿي چڪو هوندو آهي. ٻي ٻولي ’حاصل‘ نہ پر، تڏهن درجي بدرجي ’سکي‘ سگهجي ٿي، جڏهن ذهن پنهنجي مادري ٻوليءَ جي اتساهيندڙ وات وٺي چڪو هجي، جنهن سان هو ڄاڻ جي دنيا کي ڳولي لهڻ جي سگهہ ماڻي وٺي ٿو. ان کان پوءِ سکيل ٻولي هڪ ٻي ٻوليءَ طور سکبي آهي.

ڪنهن بہ ٻار جي هڪ ئي وقت ٻن ٻولين ۾ تعليم شروع ڪرڻ لاءِ، اهو بهانو ڏيڻ تہ مقامي ٻوليءَ سان گڏ انگريزي ٻولي پڻ متعارف ٿي وڃي، ان ڪري مضبوط دليل سان مخالفت جو شڪار ٿئي ٿو جو ان لاءِ وسيلن، انساني ۽ مالي ٻنهي جي کوٽ هڪ رڪاوٽ طور موجود هوندي آهي. ماهرن جو سختيءَ سان چوڻ آهي تہ ٻن ٻولين سکڻ واري نظام ۾ ڪڏهن بہ ٻئي ٻوليون هڪ ئي وقت گڏي سيکارڻ نہ گهرجن. هنن ڪيترائي مثال ڏئي سمجهايو آهي تہ ڪيئن هڪ ٻار هڪ کان ٻي ٻوليءَ ڏانهن ۽ واپس ساڳيءَ ٻوليءَ ڏانهن موٽي سگهي ٿو. ٻار جي ٻنهي ٻولين جي نموني ۾ فرق سڃاڻڻ واري مهارت ان وقت بهتر ٿئي ٿي، جڏهن هن کي ٻئي ٻوليون بہ مختلف ماڻهر سيکاريندا آهن. ذريعي جي اها ورهاست تمام اهم آهي ۽ ان ڳالهہ جي گهر ڪري ٿي تہ ٻار جي سکيا واريون ٻوليون بہ مختلف ماڻهو سيکارين ۽ ساڳيو ماڻهو ساڳي ٻولي سيکاري تہ جيئن ٻار هر هڪ کي سنڌس ڳالهايل ٻوليءَ سان سلهاڙي سگهي. صحيح معنيٰ ۾ ٻن ٻولين وارو نظام رکڻ لاءِ انهيءَ حڪمت عمليءَ جي پوئواري ڪرڻي پوندي، ان ڪانسواءِ هر هڪ استاد ان ٻوليءَ ۾ ماهر هجي جيڪا کيس سيکارڻي هجي. (13)

ڇا اسان پرائمري سطح تي استادن جو انگ وڌائي سگهنداسين تہ جيئن هر ڪلاس لاءِ وڌيڪ استاد هجن ۽ هر ٻوليءَ لاءِ ڌار استاد هجي؟ جيڪڏهن اسين فيصلو ڪري ڇڏيون تہ تعليم جو ذريعو انگريزي هوندي، تہ ڇا اسين انگريزيءَ جي سمورن استادن جي تربيت ڪرائي سگهنداسين؟ جيڪڏهن اسين ائين نٿا ڪري سگهون تہ پوءِ اسان کي اهو بہ سمجهڻ ڇڏي ڏيڻو پوندو تہ ٻن ٻولين واري نظام جي جن فائدن جو ذڪر اسان سان ماهرن ڪيو آهي، اهي اسان کي بہ حاصل ٿي سگهندا. اصل ۾ ٿئي ڇا پيو تہ اسين شاگردن کي خراب انگريزي سيکارڻ جي ڪري پنهنجن ٻولين کي تباهہ ڪري رهيا آهيون.

## Notes

1. Katsum Nagai, 'A Concept of Critical Period' for Language Acquisition-its implications for adult language learning'. http://www.ed.kagawa-u.ac.jp/-nagai/papers/kn7/kn7.htm> Accessed on 7 June 2013.
2. Christine Puckering and Michael Rutter, 'Environmental Influences on Language Development' in Language development and disorders. op. cit. 103-28.
3. Nagai op. cit.
4. M. A. K. Halliday, Angus McIntosh, and Peter Steverns, The Linguistic Sciences and Langauge Teaching (London: Longmans, 1964), 180.
5. Noam Chomsky, Power Systems: Conversations on global Democratic Uprisings and the New Challenges to US Empire Interviews with David Barsamian (New York: Metropolitan Books, 2013), Chapter 7.
6. Norman Doidge, The Brain that Changes Itself (New York: Penguin Books, 2007), 60.
7. Joseph Hall, 'The Life of the Brain: First Words', Toronto Star, 17 July 2010.
8. James Cummins, 'Teaching for Cross-Language Transfer in Dual Language Education: Possibilities and Pitfalls', TESOL Symposium on Dual Language Education: Teaching and Learning Two Languages in the EFL Setting, Bogazici University, Istanbul, Turkey, 23 september. 2005.
9. Doidge, op. cit.
10. Ibid, 59.
11. Ibid, 59-60.
12. Ibid, 60.
13. Roberta Michnik Golinkoff and Kathy Hirsh-Pasek, How Babies Talk: The Magic and Mystery of Language in First Three Years of Life (London: A Plume Book, 2000) 229-34.

# باب ڇهون

## انگريزي سکڻ جو تجربو

جيئن تہ ٻي ٻولي حاصل ڪرڻ جي معاملي ۾ متاثر ڪندڙ سبب ايترا تہ مختلف هوندا آهن جو ڪنهن ماڻهوءَ لاءِ اهو ممڪن ئي ڪونهي تہ اهو اڪيلي سر نفسياتي ماهرن جي طرفان ڏنل نظرين کي ضابطي سان ڇڪاسي سگهي. پر ڪجهہ مشاهدا بيان ڪرڻ موضوع کان ٻاهر ڪونہ ٿيندو. مون ٻہ-ٻوليائي صورتحال کي اڀياس هيٺ آڻڻ جو تجربو ڇئن حالتن ۾ اهو ڏسڻ لاءِ ڪيو تہ ڏسان تہ هڪ کان وڌيڪ ٻوليون ڳالهائيندڙ ڪهڙيءَ ريت ائين ڪن ٿا. پهرين مون ڪن مغربي ملڪن جي ٻوليءَ جي سکيا بابت پاليسين جو اڀياس ڪيو. جن مان مون سئيزرلينڊ ۽ سئيڊن جي چونڊ ڪئي. ان ڪانسواءِ آمريڪا جي ڪن اسڪولن ۾ ٻولي پڙهائڻ جي انداز کي ڏٺو جتي لڏي وڃي آباد ٿيل ماڻهن جي ٻارن جو وڏو تعداد داخل ٿيل آهي. ٻئي نمبر تي مون ڪراچيءَ جي مانٽيسوري ٽيچرس ٽريننگ سينٽر جي ڪجهہ شاگردن جو غير رسمي اڀياس ڪيو جن کي انگريزي يا اردوءَ مان ڪنهن هڪ کي پڙهڻ جي چونڊ جي اجازت هئي، جيڪي عام طور پاڪستان ۾ ڳالهايون ۽ سيکاريون وڃن ٿيون. ٽين ڳالهہ اها تہ ٻوليءَ جي حوالي سان مون سيڪنڊري اسڪول جي امتحانن جي نتيجن جو تقابلي اڀياس ڪيو ۽ آخر ۾ مون ٻنا ترتيب يا رٿا جي ٻہ-ٻوليون ڳالهائيندڙ ماڻهن جي چونڊ ڪري، انهن سان سندن ٻوليءَ جي حصول بابت ٿيل تجربن تي ڳالهہ ٻولهہ ڪئي. اهي تمام ننڍڙا مثال آهن ۽ حتمي نتيجن لاءِ استعمال نٿا ڪري سگهجن پر پڙهندڙن لاءِ اها مشق دلچسپ ٿيندي، ڇو تہ ان سان اهو اندازو ٿئي ٿو تہ ٻولي ڪيئن حاصل ڪئي وڃي يا سکي وڃي ٿي ۽ ان سان علمي ڪارڪردگيءَ تي ڪهڙو اثر ٿو پوي؟

## ٻہ - ٻوليائي نظام: ٻاهرين ملڪن جا مثال

سئيزرلينڊ جي آباديءَ جي جوڙجڪ گهڻ-ٻوليائي آهي، ان ڪري ان جي اڀياس جو مثال دلچسپ ٿيندو. هن ملڪ ۾ چار علائقائي ٻوليون

ڳالهايون وڃن ٿيون: جرمن (64%)، فرينچ (20%)، اٽيلين (اطالوي) (6%) ۽ رومانش (Romansch) (صرف 1%). اها ڳالهہ ڪيتري نہ عجيب آهي تہ هڪ اهڙو ملڪ جنهن ۾ ايتريون ساريون ٻوليون ڳالهايون وڃن ٿيون پر ان جي وڏي اڪثريت هڪ ٻولي ڳالهائيندڙ (monolingual) آهي. اسڪولي نظام مرڪز کان آزاد آهي ۽ هر ٻار ڇهن سالن جي عمر ۾ اسڪول شروع ڪري ٿو. جيئن تہ اتي گهڻيون ٻوليون ڳالهايون وڃن ٿيون، ان ڪري هڪ بنيادي اصول طي آهي تہ هر ٻار ان ٻوليءَ ۾ تعليم شروع ڪندو آهي، جيڪا ان خطي جي هجي، جتي اهو اسڪول هوندو آهي. ۽ اها عمومي طور مادري ٻولي ئي هوندي آهي. ٻئي مرحلي تي ڪنهن ٻي علائقائي ٻوليءَ کي ٻي ٻوليءَ طور لازمي متعارف ڪرايو ويندو آهي. پر ان پاليسيءَ سان ڪي تمام سٺا نتيجا نہ ٿا نڪرن ۽ سراسري طور بالغ ماڻهن ۾ 'ٻي علائقائي ٻوليءَ جي ڄاڻ' بنهہ بنيادي ۽ ٿورڙي هوندي آهي. (1)

هاڻوڪن سالن ۾ عام ماڻهن جي دلچسپي انگريزيءَ ۾ وڌيڪ ٿي وئي آهي. 1997ع ۾ سئيزرلينڊ جي حڪومت انگريزيءَ کي ٻي ٻوليءَ طور ستين درجي کان لازمي ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. 1998ع ۾ هڪ لساني پاليسيءَ جو اعلان ڪيو ويو ۽ هر شاگرد کي لازمي اسڪولي تعليم جي نون سالن ۾ بہ علائقائي ٻولين ۽ انگريزي پڙهڻ لاءِ چيو ويو. اها نصيحت سختيءَ سان ڪئي وڃي ٿي تہ سيني ٻولين جي عزت ڪرڻي آهي. اتي انهيءَ ڳالهہ تي بحث مباحثا بہ ٿيا تہ اسڪولن ۾ ٻهرين ٻولي ڪهڙي وقت شروع ڪرائجي؟ شروعات ۾ اهو فيصلو ڪيو ويو تہ انگريزي ستين درجي کان شروع ڪرڻ گهرجي پر پوءِ اهڙيون رٿون آيون تہ تجرباتي طور تي غير ملڪي ٻوليءَ جي پروگرامن جون آزمائشي رٿائون شروع ڪرائي ڏسجن تہ اهي ڪيئن ٿيون ڪم ڪن؟

سئيزرلينڊ جي ڪن خانگي اسڪولن تجربا ڪرڻ کان لنوايو ڪو نہ ۽ نصاب ڪي جا مضمونن انگريزيءَ ۾ پڙهائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. هڪ اسڪول تہ مواد جي نسبت سان تعليم وارو اهو طريقو استعمال ڪيو آهي، جنهن ۾ انگريزيءَ جي ڄاڻ مضمون جي مواد ذريعي ڏني ويندي آهي،

پر اهڙن آزمائشي رٿائن جي حتمي نتيجا ڪونہ ڏنا آهن ۽ انهن تي اڃا بہ ڪم ڪرڻ جي ضرورت آهي.

سئيڊن هڪ ٻيو يورپي ملڪ آهي، جنهن غير ملڪي ٻولين خاص ڪري انگريزيءَ لاءِ پنهنجا دروازا ڪليل رکيا آهن. مون 1980ع ۽ 1990ع وارن ڏهاڪن ۾ ڪيترا دفعا سئيڊن جا دورا ڪيا هئا. تڏهن مون ڏٺو تہ اتان جي ماڻهن کي انگريزيءَ جي چڱي ڄاڻ هئي ۽ رابطي جي ڏس ۾ ڪڏهن ڪو مسئلو پيش ڪونہ آيو. اتي 1950ع واري ڏهاڪي کان انگريزي هڪ لازمي غير ملڪي ٻوليءَ طور پڙهائي وڃي ٿي. انگريزي ٻوليءَ جي حوالي سان اتي جيڪو گهڻو بحث ٿيو اهو ان جي سکيا جي حوالي سان هو تہ اها ڪهڙي درجي کان شروع ڪجي. شروعات ۾ سئيڊن جي سمورن اسڪولن ۾ پنجين درجي کان انگريزي لازمي هئي. ان کي پوءِ چوٿين درجي تائين ڪٽي آيا. انگريزيءَ لاءِ ماڻهن جي گهڻي چاهت کي ڏسندي فيصلو ڪيو ويو تہ ٻار کي ستن سالن جي عمر ۾ پهرئين درجي کان انگريزي پڙهائي ويندي.

1970ع ۾ سئيڊن ۾ هڪ رٿا شروع ڪئي وئي، جيڪا ڏهن سالن تائين جاري رهي. ان کي اهڙيءَ ريت جوڙيو ويو هو تہ جيئن اهو پرکي ڏسجي تہ انگريرب ٻوليءَ جي سکيا ستن سالن جي ٻارن کي پرائمريءَ جي پهرئين درجي کان ڏجي يا نون سالن جي عمر ۾ ٽئين درجي کان شروع ڪرائجي. 1982ع ۾ ڇپيل آخري رپورٽ ۾ اهو چيو ويو تہ ستن سالن جي عمر ۾ انگريزي شروع ڪرڻ سان ڪو بہ منفي اثر ڏسڻ ۾ ڪونہ آيو پر ان کي ان سطح تي قبول ڪرڻ جوڳو نہ سمجهيو ويو ۽ ائين ننڍي عمر ۾ غير ملڪي ٻولي سکڻ ۾ دلچسپي جي حوالي سان جهول نظر آيو ۽ ان کان پوءِ اهو فيصلو ڪيو ويو تہ انگريزي چوٿين درجي کان شروع ڪئي ويندي.

گهڻا سال پوءِ 1994ع ۾ سئيڊن ۾ هڪ نئون نصاب اختيار ڪيو ويو جيڪو اڃا تائين هلندڙ آهي. ان ۾ اسڪولي تعليم لاءِ بنيادي قدر مقصد ۽ رهنما اصول ڄاڻايا ويا آهن. هر ڪا مڪاني ميونسپالٽي پنهنجي مقامي حالتن کي نظر ۾ رکندي، پنهنجي اسڪولن لاءِ مقامي تعليمي منصوبو جوڙي، پنهنجي اسڪولن کي منظم ڪري ترقي ڏياري سگهي ٿي. اهڙيءَ طرح سان

نصابي اصولن جي ڍانچي ۾ رهندي، استادن کي انفرادي طور اسڪولن ۾ مڪاني حالتن مطابق مواد ۽ ڪم جي منصوبا بندي ڪرڻ جي ڇوٽ مليل آهي. تعليم جو ذريعو سنڌش ٻولي آهي. نصاب ۾ هر مضمون لاءِ استاد جي رهنمائيءَ ۾ گهٽ ۾ گهٽ مقرر ڪلاڪن جي ضمانت مليل آهي. پرائمري اسڪول جي پڙهائيءَ جي پنجن سالن ۾ انگريزي 480 ڪلاڪن لاءِ ضرور پڙهائڻي هوندي آهي ۽ اسڪول جي پنجين سال جي ختم ٿيڻ تائين ڪي مخصوص ڪيل مقصد حاصل ڪرڻا هوندا آهن. پر اهو اسڪول تي ڇڏيل آهي تہ انگريزي ڪڏهن شروع ڪرائجي. انهن مقصدن ۾ سادين هدايتن جي سمجهہ، مانوس مضمونن بابت گفتگوءَ جي صلاحيت ۽ انگريزيءَ ۾ لکي پنهنجي خيالن جو اظهار ڪرڻ جي قابليت شامل آهن. انهيءَ ساڳئي عرصي ۾ سنڌش ٻولي 1490 ڪلاڪ پڙهائڻي هوندي آهي (3)

آمريڪا جي سرڪاري اسڪولن ۾ ٻاهرين لڏي آيل خاندانن جا ايليمينٽري ۽ سيڪنڊريءَ جا ٻارنهن ملين يعني هڪ ڪروڙ ڏهہ لک شاگرد داخل ٿيل آهن. اهي شاگردن جي ڪل تعداد جو 20 سيڪڙو آهن. جيتوڻيڪ انهن ٻارن جو 75 سيڪڙو آمريڪا ۾ ئي پيدا ٿيل آهي، پر سندن مائٽ آمريڪا کان ٻاهر جا ڄاول آهن. اهي گهرن ۾ انگريزي نٿا ڳالهائين ۽ جڏهن انهن جا ٻار اسڪول شروع ڪن ٿا تہ انهن جي وڏي اڪثريت کي انگريزيءَ جي ڪابہ ڄاڻ نہ هوندي آهي، ڪي اهڙا ٻار جن کي ڪجهہ انگريزي اچي بہ ٿي تہ بہ انهن کي رواني‌ءَ سان انگريزي ڳالهائيندڙن ۾ شمار نٿو ڪري سگهجي. ان سان سندن علمي ڪارڪردگي متاثر ٿئي ٿي. انهن جي انگريزي ٻوليءَ جي صلاحيت کي بهتر ڪرڻ جي ضرورت تسليم ڪئي وئي آهي. ٽيڪساس ۽ ڪئليفورنيا وڏيون رياستون آهن، جيڪي وڏ ۾ وڏ لڏي آيلن سان ڀريل آهن. آمريڪا ۾ تعليمي پاليسيون رياست جي سطح تي طئي ٿينديون آهن ان ڪري انهن ٻنهي رياستن انگريزي پڙهائڻ جي لاءِ مختلف طريقا اختيار ڪيا آهن.

ٽيڪساس جي حڪومت طرفان اهو لازمي ڪيو ويو آهي تہ جن اسڪولن ۾ 20 يا ان کان وڌيڪ ٻار ساڳئي درجي ۾ ساڳي ٻولي ڳالهائيندڙ

هجن، اتي ٻن ٻولين وارا پروگرام مهيا ڪيا وڃن. مائٽن کي اهو اختيار ڏنو ويو آهي ته جيڪڏهن هو چاهين ته پنهنجي ٻارن کي انهن پروگرامن ۾ داخل نه ڪرائين. شاگردن کي مختلف پروگرام آڇيا وڃن ٿا. جن ۾ هڪڙو ٿوري وقت لاءِ به ٻوليون سکڻ ۽ جلدي نڪري وڃڻ وارو پروگرام آهي، جنهن ۾ علمي، تعليمي مهارتون ۽ تصور جوڙڻ لاءِ پنهنجي اصلوڪي ٻوليءَ جو استعمال ڪرڻ کان پوءِ انگريزيءَ ڏانهن وڃجي ٿو ۽ ٻيو وري دير سان نڪرڻ وارو پروگرام آهي، جنهن ۾ ٻنهي مشغوليءَ واري پروگرام ذريعي ٻنهي ٻولين ۾ مهارت حاصل ڪجي ٿي. ٽيڪساس ۾ گهٽ ڪري ٻار ٻن ٻولين واري پروگرام ۾ داخل ٿيل آهن. ڪئليفورنيا ۾ جيئن ته ٻن ٻولين واري پروگرام تي گهٽ زور آهي، ان ڪري انهن ۾ گهٽ ٻار داخل ٿيندا آهن.اتي هڪڙو اهڙو قانون پاس ڪيو ويو جنهن موجب مائٽن کي چيو ويو ته هو پنهنجي ضلعي جي بورڊ کي درخواست ڏئي، پنهنجن ٻارن کي ٻن ٻولين واري پروگرام ۾ داخل ڪرائي سگهن ٿا. تنهنجي باوجود ڪنڊرگارٽن جا ڇهه سيڪڙو ٻار، ٽئين درجي جا ڏهه سيڪڙو ٻار ۽ پنجين درجي جا پنج سيڪڙو شاگرد ٻن ٻولين وارن پروگرامن ۾ داخل ٿيا. ڪئليفورنيا ۾ هڪ استاد وٽ گهربل لياقتن جي ڊگهي فهرست هئڻ ضروري آهي ۽ ٻن ٻولين جو استاد ٿيڻ لاءِ (ٻنهي ٻولين ۾) سمجهڻ ۽ لکڻ جي صلاحيت وارو سرٽيفڪيٽ هئڻ ضروري آهي. ٽيڪساس رياست پنهنجي ٻن ٻولين واري پروگرام لاءِ استادن جي لياقتن جي باري ۾ ايتري سخت ڪونهي. انهن ٻنهي رياستن ۾ استادن لاءِ اعليٰ معيار ۽ ٽيسٽن جي اُوچي معيار جي حوالي سان فرق موجود آهي. مثال طور ڪئليفورنيا ۾ سيني شاگردن جو انگريزيءَ لاءِ ٽيسٽ ٿيندو آهي، ۽ ٽيڪساس ۾ اسپيني (اسپينش) کي پڻ استعمال ڪندا آهن. ٽيڪساس ۽ ڪئليفورنيا ۾ مختلف روش جي ڪري انهن ٻنهي رياستن جي شاگردن جي انگريزي ڳالهائڻ جي سطح مختلف آهي. ايليمينٽري اسڪول جي شروعات کان وٺي 8 درجي جي آخر تائين ٽيڪساس وارا پنهنجي انگريزي سکندڙ شاگردن جي ٽي ڀاڱي چار انگ جي ٻيهر درجي بندي ڪندا آهن، جڏهن ته ڪئليفورنيا وارا صرف اڌ تعداد جي ٻيهر درجي بندي ڪندا آهن.(4)

## پاڪستان ۾ ٻن ٻولين بابت چونڊ جو اختيار

پاڪستان ۾ مون ساڳئي قسم جي يا يڪسان حالتن ۾ ٻوليءَ جي نتيجن جو هڪ ننڍڙو اڀياس نموني طور ڪيو هو. تعليم جو معيار طي ڪرڻ لاءِ ڪيترائي عوامل ٿيندا آهن. ان ڪري اها پرک ڪرڻ ڏکي ٿيو پوي ته ٻولي ڪنهن شاگرد جي علمي ڪارڪردگيءَ ۾ ڪهڙو فرق آڻي ٿي؟ ان ڪري ڪنهن ٻار جي تعليمي معيار تي مختلف ٻولين جي ڪري پوندڙ اثر جي باري ۾ جاڻڻ ڏکيو ٿيو پوي. تنهن ڪري مون شاگردن جي اهڙي هڪ گروهه کي جانچڻ جو فيصلو ڪيو جيڪي تقريباً ساڳئي قسم جي حالتن ۾ هڪ جهڙين سهولتن سان پڙهي رهيا هئا. سواءِ هڪ ڳالهه جي. سا هئي سندن تعليم جو ذريعو ۽ انهن کي ان چونڊ جو اختيار هو ته هو اردوءَ ۾ پڙهن يا انگريزيءَ ۾. مون اهو نمونو ڪراچيءَ جي مانٽيسوري ٽيچرس ٽريننگ سينٽر (MTTC) ۾ داخل پنجاهه شاگردن ۾ ڏٺو.

مجڻ مراد آهي ته اهو ڪو مڪمل آدرشي نمونو ڪونه هو. انهن شاگردن هن سينٽر ۾ اچڻ کان اڳ مختلف سالن جي مدي تائين تعليم حاصل ڪئي هئي. سندن اسڪولي تعليم جا معيار به مختلف رهيا هئا. ان جو مطلب اهو ٿيو ته انهن کي ساڳي سطح تي رکي جاچڻ سچ پچ ته ممڪن ئي ڪونه هو. پر هن سينٽر (MTTC) ۾ حالتون آدرشي هيون. ساڳيا ئي استاد ساڳيو مواد استعمال ڪري شاگردن کي پڙهائين ٿا (انگريزيءَ ۾ ۽ اردو ترجمي ذريعي) هڪڙي گروپ کي اردوءَ ۾ ته ٻئي کي انگريزيءَ ۾ پڙهايو ٿو وڃي. داخلا وقت شاگرد يا اميدوار کي اها آڇ ڪئي ويندي آهي ته هو اردو يا انگريزي پروگرام مان چونڊ ڪري ڪنهن هڪ ۾ داخلا وٺي سگهي ٿو/ ٿي.

توقع موجب اڪثريت انگريزيءَ جي چونڊ ڪندي آهي. جيئن ته خانگي اسڪول نسبتاً بهتر معيار جي تعليم ڏيندا آهن ۽ تعليم جي ذريعي طور انگريزي استعمال ڪندا آهن. ان ڪري اهڙن ادارن جا شاگرد علمي حوالي سان بهتر ڪارڪردگي ڏيکاريندا آهن ۽ ميرٽ تي سينٽر MTTC ۾ داخلا وٺندا آهن. جنهن ڪسوٽيءَ جي سختيءَ سان پوئواري ڪئي ويندي آهي. ٻارنهن يا چوڏهن سالن تائين انگريزيءَ ۾ پڙهڻ کان پوءِ اهي شاگرد

فطري طور انگريزي ميڊيم پروگرام جي چونڊ ڪندا آهن. جنهن جي ڪري هن گروهه ۾ وڏي انگ کي سمجهي سگهجي ٿو. ايتريقدر جو جن شاگردن کي انگريزيءَ ۾ اوتري مهارت حاصل ڪانه هوندي آهي اهي به ڪوشش ڪرڻ چاهيندا آهن، ڇاڪاڻ جو انهن جو چوڻ آهي ته مستقبل جا نوڪري ڏيندڙ اهڙن (ماڻهن) کي ترجيح ڏيندا آهن، جن جي تربيت انگريزيءَ ۾ ٿيل هوندي آهي.

شاگردن جي ڪارڪردگي سنڌي سمجهڻ جي اهليت (Comprehension) جي ڇڪاس سان طئي ڪئي ويندي آهي. مون انهيءَ کي سنڌي ٻوليءَ جي مهارت سان پرکڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، خاص ڪري ان ٻوليءَ سان جنهن ۾ هو اسڪول ۾ پڙهيا هئا. سو هر هڪ ڏر کان ان بابت سوال ڪيا ويا. مون جيڪو سروي اپريل 2010 ۾ MTTC سينٽر ۾ ڪيو هو ان ۾ سنڌي سمجهڻ جي اهليت کي سنڌي ڪم جي بنياد تي ساڳئي استاد طرفان پرکي گريڊ ڏنا ويا هئا. هتي ڏنل چارٽ 6.1 ۽ 6.2 ۾ انهن جا نتيجا ڏنل آهن (A+ سيني کان بهترين ۽ D سيني کان خراب لاءِ استعمال ٿيل آهن).

**جدول 6.1: انگريزي پڙهندڙ شاگردن کي مانٽيسوري ٽيچر ٽريننگ سينٽر ڪراچي ۾ مليل گريڊ (سيڪڙو)**




ذريعو: هي ڄاڻ مانٽيسوري ٽيچر ٽريننگ سينٽر ڪراچي کان ملي.

جدول6.2: اردو پڙهندڙ شاگردن کي مانٽيسوري ٽيچر ٽريننگ سينٽر ڪراچي ۾ مليل گريڊ (سيڪڙو)




ذريعو: هي ڄاڻ مانٽيسوري ٽيچر ٽريننگ سينٽر ڪراچي کان ملي

هن اڀياس مان صاف ظاهر ٿئي ٿو تہ شاگردن مان مٿيان گريڊ (A+, A ۽ B) اردوءَ وارن کنيا، جيڪي 38 سيڪڙو هئا. انگريزيءَ واري سيڪشن ۾ 31 سيڪڙو مٿين گريڊن ۾ آيا. منهنجي راءِ ۾ گريڊ B سراسري گريڊ آهي، جنهن ۾ ٻنهي سيڪشنن جا هڪ جيترا شاگرد پاس ٿيا. انگريزي سيڪشن کي بالڪل ٿوري برتري ملي (اردوءَ جي 33.3 % جي ڀيٽ ۾ انگريزي 34.5%) رهيو. انگريزي سيڪشن جا وڏيڪ (34.5%) هيٺئين گريڊن – C ۽ D ۾ هئا. بنسبت اردوءَ واري سيڪشن جي، جيڪي ساڳي گريڊن ۾ 28.7% رهيا.

دلچسپ ڳالهہ اها آهي تہ انهيءَ سان بورڊ آف سيڪنڊري ايجوڪيشن ڪراچيءَ جي نتيجن جي تصديق ٿي، جنهن طرفان ويهارو سال کن اڳ پروين حسن جي هدايتن هيٺ هڪ رپورٽ تيار ڪئي وئي هئي، جنهن ۾ امتحانن جي نتيجن جو تجزيو ڪيو ويو هو. انهيءَ جي هر سال ميرٽ اسڪالرشپ حاصل ڪندڙن واري حصي ۾ اميدوارن جي طرفان

استعمال ڪيل تعليم جو ذريعو بہ ڏنو ويو هو. سال 1974ع کان 1987ع واري جدول انهيءَ مدي جي آهي، جڏهن اڄا سرڪاري اسڪولن جو معيار ايترو ڪونہ ڪريو هو جيترو انهن سالن کان پوءِ ڪريو. جڏهن 1972ع ۾ اسڪولن کي قومي تحويل ۾ ورتو ويو هو. انهن اسڪولن جو تعليم جو ذريعو اردو ۽ سنڌي هو. هر سال 50 شاگردن کي اسڪالر شپ ملندي هئي، جنهن جو باقاعدي اعلان ڪيو ويندو هو پر ڪن سالن ۾ جڏهن ڪي ٽاپ ڪرڻ وارا ساڳيون مارڪون کڻي هڪبئي سان گڏ پوزيشن کڻندا هئا، تڏهن اهو انگ وڌي ويندو هو. پهرين ٽن سالن ۾ اهڙن شاگردن اها اسڪالر شپ کٽي، جن اُردو ذريعي تعليم حاصل ڪئي. ان کان پوءِ سرڪاري اسڪولن جو معيار ڪرندو ويو.

امتحانن ۽ تعليم جي ذريعي بابت اپياس ڪندي مون سوچيو تہ ڇو نہ آغا خان يونيورسٽي امتحاني بورڊ (AKU-EB)کي بيهر جاچي وٺجي، جنهن پنهنجو پهريون ميٽرڪ (سيڪنڊري اسڪول سرٽيفڪيٽ SSC) جو امتحان 2007 ۾ هڪ مذهبي پارٽيءَ جي مزاحمت واري هلايل تيز تحريڪ جي باوجود ورتو هو. ان وقت 125 اسڪول AKU-EB سان لاڳاپيل هئا پر صرف 61 اسڪولن 1787 اميدوار امتحان ۾ ويهاريا. 2010ع ۾ لاڳاپيل (affiliated) اسڪولن جو انگ وڌي 150 ٿي ويو پر صرف 71 اسڪولن 6212 شاگرد ميٽرڪ جي امتحان لاءِ موڪليا. آغا خان بورڊ انگريزي ۽ اردو ٻنهي ۾ امتحان وٺندو آهي. لاڙڪاڻي ۾ بہ ڪي ٿورا اسڪول آهن، جن سنڌيءَ جي چونڊ ڪئي، پر هاڻي اهو چونڊ جو اختيار ختم ڪيو ويو آهي. تقريباً 85 سيڪڙو انگريزيءَ کي تعليم جو ذريعو رکن ٿا (خاص ڪري سائنس ۾ ڇاڪاڻ جو فيڊرل بورڊ طرفان بہ سائنس لاءِ انگريزيءَ کي لازمي ميڊيم طور رکيو ويو آهي) 15 سيڪڙو شاگرد اردوءَ ۾ پنهنجا امتحاني پيپر لکن ٿا. آغا خان بورڊ طرفان وڏيڪ اسڪولن کي پاڻ ڏانهن مائل ڪرڻ ۾ ناڪامي، مايوس ڪندڙ آهي، ڇو جو هن بورڊ پنهنجو اڪيڊمڪ معيار چڱو اوچو رکيو آهي.

## جدول 6.3 ڪراچيءَ جي اسڪولن جي تقابلي ڪارڪردگي 1974ع-1987ع

| اسڪولن جو قسم | | | | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| سال | اسڪالر شپون | سرڪاري | حڪومتي تحويل ۾ ورتل | پرائيويٽ | پرائيويٽ شاگرد | اردو | انگريزي | سنڌي |
| 1974 | 52 | 14 | 24 | 12 | 02 | 31 | 19 | 0 |
| 1975 | 51 | 17 | 27 | 05 | 02 | 40 | 9 | 0 |
| 1976 | 50 | 13 | 25 | 09 | 03 | 32 | 15 | 0 |
| 1977 | 51 | 11 | 18 | 20 | 02 | 22 | 27 | 1 |
| 1978 | 51 | 03 | 17 | 30 | 01 | 10 | 39 | 0 |
| 1979 | 50 | 03 | 21 | 25 | 01 | 15 | 34 | 0 |
| 1980 | 57 | 04 | 21 | 30 | 02 | 17 | 38 | 0 |
| 1981 | 51 | 06 | 18 | 25 | 02 | 11 | 38 | 0 |
| 1982 | 50 | 01 | 23 | 24 | 02 | 11 | 37 | 0 |
| 1983 | 51 | 02 | 25 | 24 | 00 | 18 | 33 | 0 |
| 1984 | 53 | 05 | 18 | 30 | 00 | 13 | 40 | 0 |
| 1985 | 52 | 03 | 16 | 32 | 01 | 14 | 37 | 0 |
| 1986 | 53 | 05 | 18 | 30 | 00 | 10 | 43 | 0 |
| 1987 | 50 | 00 | 09 | 40 | 01 | 05 | 45 | 0 |

ذريعو: ڪٽلبر: سيڪنڊري اسڪول جي شاگردن جي امتحاني ڪارڪردگيءَ جو جائزو (سيڪنڊري تعليمي بورڊ ڪراچي 1986ع ۽ 1987ع)

پر ان ۾ حيرت نہ ٿيڻ گهرجي، ڇو تہ عوام جي ترجيح، اهڙي نظام لاءِ هوندي آهي، جيڪو آغا خان بورڊ جيترو گهڻو محنت طلب نہ هجي. جيئن ڪراچي بورڊ آف سيڪنڊري ايجوڪيشن. سرڪاري اسڪول آغا خان بورڊ کان ٻاهر آهن.

بيشڪ اهي انگ اکر ڪا آخري ڳالهہ ثابت ڪونہ ٿا ڪن ۽ جيئن اڳ ۾ چيو ويو تہ ڪنهن بہ ٻار جي ڪاميابي يا ناڪاميءَ جي لاءِ ڪيترائي عوامل هوندا آهن، جيڪي هُن طرفان پنهنجي اسڪولي تعليم مان وڌ ۾ وڌ فائدا حاصل ڪرڻ جي راهہ ۾ ڪيس آڏو ايندا آهن، جيئن غربت، گهريلو حالتون، ڪٽنب جي بي روزگاري، ڪاڏي ۾ غذائيت جي اڻهوند ۽ مائٽن طرفان ٻار کي ملندڙ توجهہ جو معيار ۽ مقدار وغيره. انهن سماجي معاشي عنصرن جي هوندي تدريس جي طريقي کي نظرانداز نٿو ڪري سگهجي ۽ اتي ٻين ڪيترن عنصرن سان گڏ تعليم

## جدول 6.4.1 سيڪنڊري اسڪول سرٽيفڪيٽ امتحان آغا خان بورڊ- 2007ع

ڪلاس ڏهين جو نتيجو

| گريڊ | اسلاميات | | پاڪستان اسٽڊيز | | انگريزي ميڊيم انگريزي لازمي | اردو ميڊيم اردو لازمي |
|---|---|---|---|---|---|---|
| | انگريزي | اردو | انگريزي | اردو | | |
| A-1 | 5.13% | 7.76% | 10.62% | 11.17% | 14.44% | 1.25% |
| A | 27.38% | 25.85% | 30.21% | 20.34% | 24.37% | 5.83% |
| B | 38.88% | 34.60% | 33.91% | 31.23% | 24.44% | 21.25% |
| C | 18.83% | 19.90% | 13.69% | 20.34% | 19.23% | 41.25% |
| D | 7.33% | 8.34% | 7.68% | 11.75% | 22.18% | 20.42% |
| E | 1.47% | 1.98% | 1.73% | 1.72% | 3.31% | 7.08% |
| F | 0.98% | 1.6% | 1.57% | 3.44% | 2.04% | 2.92% |

ذريعو: آغا خان يونيورسٽي بورڊ، ڪراچي

## جدول 6.4.2 سيڪنڊري اسڪول سرٽيفڪيٽ امتحان آغا خان بورڊ- 2008ع

ڪلاس ڏهين جو نتيجو

| گريڊ | اسلاميات | | پاڪستان اسٽڊيز | | انگريزي ميڊيم انگريزي لازمي | اردو ميڊيم اردو لازمي |
|---|---|---|---|---|---|---|
| | انگريزي | اردو | انگريزي | اردو | | |
| A-1 | 39.7% | 38.1% | 11.4% | 5.0% | 12.1% | 0.0% |
| A | 35.4% | 31.4% | 36.7% | 20.5% | 25.3% | 0.0% |
| B | 18.8% | 20.7% | 33.7% | 20.5% | 28.8% | 0.0% |
| C | 4.3% | 7.5% | 12.6% | 13.7% | 21.0% | 7.50% |
| D | 1.7% | 2.1% | 4.3% | 17.4% | 9.4% | 45.0% |
| E | 0.0% | 0.3% | 1.1% | 14.9% | 2.3% | 35.0% |
| F | 0.0% | 0.1% | 0.1% | 8.1% | 1.1% | 12.5% |

ذريعو: آغا خان يونيورسٽي بورڊ، ڪراچي

## جدول 6.4.3: سيڪنڊري اسڪول سرٽيفڪيٽ امتحان آغا خان بورڊ- 2009ع

ڪلاس ڏهين جو نتيجو

| گريڊ | اسلاميات | | پاڪستان اسٽڊيز | | انگريزي ميڊيم انگريزي لازمي | اردو ميڊيم اردو لازمي |
|---|---|---|---|---|---|---|
| | انگريزي | اردو | انگريزي | اردو | | |
| A-1 | 18.9% | 52.2% | 19.9% | 16.7% | 23.5% | 0.0% |
| A | 40.9% | 34.2% | 37.9% | 25.2% | 28.3% | 7.0% |
| B | 22.4% | 11.4% | 25.0% | 31.4% | 21.4% | 13.9% |
| C | 13.8% | 1.8% | 11.0% | 16.2% | 16.4% | 16.5% |
| D | 2.0% | 0.3% | 4.6% | 7.1% | 7.6% | 30.4% |
| E | 0.8% | 0.1% | 1.1% | 1.9% | 1.8% | 15.2% |
| F | 1.2% | 0.0% | 0.4% | 1.4% | 1.0% | 17.1% |

ذريعو: آغا خان يونيورسٽي بورڊ، ڪراچي

## جدول 6.4.4: سيڪنڊري اسڪول سرٽيفڪيٽ امتحان آغا خان بورڊ- 2010ع

ڪلاس ڏهين جو نتيجو

| گريڊ | اسلاميات | | پاڪستان اسٽڊيز | | انگريزي ميڊيم انگريزي لازمي | اردو ميڊيم اردو لازمي |
|---|---|---|---|---|---|---|
| | انگريزي | اردو | انگريزي | اردو | | |
| A-1 | 18.9% | 52.2% | 19.9% | 16.7% | 23.5% | 0.0% |
| A | 40.9% | 34.2% | 37.9% | 25.2% | 28.3% | 7.0% |
| B | 22.4% | 11.4% | 25.0% | 31.4% | 21.4% | 13.9% |
| C | 13.8% | 1.8% | 11.0% | 16.2% | 16.4% | 16.5% |
| D | 2.0% | 0.3% | 4.6% | 7.1% | 7.6% | 30.4% |
| E | 0.8% | 0.1% | 1.1% | 1.9% | 1.8% | 15.2% |
| F | 1.2% | 0.0% | 0.4% | 1.4% | 1.0% | 17.1% |

ذريعو: آغا خان يونيورسٽي بورڊ، ڪراچي

## جدول 6.4.5:سيڪنڊري اسڪول سرٽيفڪيٽ امتحان آغا خان بورڊ-2011ع

ڪلاس ڏهين جو نتيجو

| گريڊ | اسلاميات | | پاڪستان اسٽڊيز | | انگريزي ميڊيم انگريزي لازمي | اردو ميڊيم اردو لازمي |
|---|---|---|---|---|---|---|
| | انگريزي | اردو | انگريزي | اردو | | |
| A-1 | 49.3% | 48.7% | 16.1% | 3.1% | 16.8% | 37.1% |
| A | 29.4% | 30.2% | 28.4% | 10.5% | 27.8% | 35.8% |
| B | 19.1% | 13.8% | 26.6% | 19.2% | 24.2% | 16.9% |
| C | 1.5% | 4.6% | 16.1% | 24.9% | 16.1% | 5.8% |
| D | 0.7% | 1.8% | 9.1% | 18.8% | 9.1% | 2.8% |
| E | 0.0% | 0.3% | 2.0% | 11.8% | 2.4% | 0.7% |
| F | 0.0% | 0.8% | 1.6% | 11.8% | 3.6% | 0.9% |

ذريعو: آغا خان يونيورسٽي بورڊ، ڪراچي

## جدول 6.4.6:سيڪنڊري اسڪول سرٽيفڪيٽ امتحان آغا خان بورڊ-2012ع

ڪلاس ڏهين جو نتيجو

| گريڊ | اسلاميات | | پاڪستان اسٽڊيز | | انگريزي ميڊيم انگريزي لازمي | اردو ميڊيم اردو لازمي |
|---|---|---|---|---|---|---|
| | انگريزي | اردو | انگريزي | اردو | | |
| A-1 | 26.9% | 47.2% | 6.9% | 3.6% | 14.5% | 32.5% |
| A | 40.3% | 30.4% | 29.9% | 27.5% | 22.5% | 39.1% |
| B | 16.0% | 14.9% | 35.3% | 31.1% | 23.6% | 18.4% |
| C | 9.2% | 5.8% | 17.7% | 17.1% | 18.7% | 6.8% |
| D | 4.2% | 1.2% | 7.5% | 14.4% | 11.8% | 1.7% |
| E | 0.0% | 0.2% | 1.2% | 4.1% | 3.7% | 0.5% |
| F | 3.4% | 0.4% | 1.6% | 2.3% | 5.3% | 1.0% |

ذريعو: آغا خان يونيورسٽي بورڊ، ڪراچي

جي ٻوليءَ تمام وڏو ڪردار ادا ڪري ٿي. اهي جدولون ثابت ڪن ٿيون ته جڏهن اسڪول جي تعليم جي سطح مقابلي جي لاءِ سازگار هئي ته مادري زبان شاگردن جي وڏي مدد ڪئي. اها اسان جي بدقسمتي آهي ته خانگي اسڪول جيڪي تعليم جو معيار مٿي ڪرڻ جي ڪوشش ڪن ٿا، انهن انگريزي ميڊيم کي اختيار ڪيو آهي. اهي ئي اُهي اسڪول آهن، جن آغا خان يونيورسٽيءَ جي امتحاني بورڊ کي چونڊيو آهي.

تنهن هوندي به اسلاميات، جيڪا اڪثر اسڪول اردوءَ ۾ پڙهائيندا آهن ۽ شاگردن جو وڏو سيڪڙو پنهنجا امتحاني پيپر اردوءَ ۾ ڏيندو آهي انهن جا نتيجا ڏسبا ته اڪثر شاگرد A-1، A ۽ B گريڊ کڻندا آهن. جڏهن ته جيڪي شاگرد انگريزيءَ ۾ لکندا آهن، انهن سان ائين ڪونهي.

هڪڙي قسم جي مثل انگن اکرن جي شمار ڪرڻ کي ڏسندي مون سوچيو ته جيڪڏهن فردن سان ٻوليءَ جي سکيا ۾ پيش آيل، سندن تجربن بابت ڳالهائجي ته اها ڳالهه دلچسپ ٿيندي MTTC ۾ مون کي موقعو مليو ته ڪجهه شاگردن کان سندن تعليم جي ٻوليءَ بابت ٿيل تجربن ۽ علمي پس منظر جي باري ۾ پڇان. ان ڪري مون ڪجهه اهڙن شاگردن سان ڳالهايو جن اردوءَ جي چونڊ ڪئي هئي، ته جيئن سندن ٻوليءَ جي مهارت بابت خيالن جو ڇيد ڪري سگهان.

## مانٽيسوري ٽيچرس ٽريننگ سينٽر (MTTC) جي شاگردن جا انٽرويو

سدره همايون نالي هڪ شاگردياڻي آهي. جنهن جا مائٽ پنجابي ڳالهائيندڙ آهن پر اردوءَ جو مضبوط بنياد رکي ٿي، اها اصل جلالپور جٽان (پنجاب) جي آهي پر شاديءَ کان پوءِ ڪراچيءَ ۾ رهي ٿي. سندس پهرين ٻولي اردو هئي. هڪ سرڪاري اداري ۾ اسڪولي تعليم جو هڪ خوشگوار تجربو رهيو هئس، چاڪاڻ جو اهو اسڪول پاڻ اربيندڙ هڪ هيڊ ماسترياڻي ۽ سندس ذميدار ساٿي استادن طرفان بهتر نموني هلايو پئي ويو. سدره جو چوڻ آهي ته سندس زبان (اردو) جو بنياد پختو ٿيڻ جي ڪري هوءَ پنهنجي پڙهائيءَ ۾ سٺي ڪارڪردگي ڏيکاري سگهي. اردو سان گڏ هُو انگريزيءَ سان به واسطي ۾ رهي. ٻوليءَ بابت پنهنجو تجربو ٻڌائيندي هو چوي ٿي:

اڄ آءٌ محسوس ڪريان ٿي تہ آءٌ انگريزي تمام سولائيءَ سان
لکي ۽ پڙهي سگهان ٿي ڇو تہ آءٌ ڪتاب تمام گهڻا پڙهندي آهيان. پر آءٌ
انگريزي ڳالهائڻ ۾ روان ڪانہ آهيان. ڇو جو مون کي اهڙو ماحول ميسر
ڪونهي. گهر ۾ اسين اردو ڳالهائيندا آهيون. مون MTTC ۾ اردوءَ پڙهڻ جي
چونڊ ڪئي. ڇو جو آءٌ ان ٻوليءَ ۾ سهولت محسوس ڪريان ٿي ۽ پنهنجن
مضمونن تي توجهہ ڏيڻ چاهيان ٿي. مون کي اميد آهي تہ وقت سان آءٌ
پنهنجي انگريزي سڌاري وٺنديس. آءٌ ڀانيان ٿي تہ مون جيڪڏهن اردوءَ ۾
نہ پڙهيو هجي ها تہ. نہ هتي جي رهان ها نہ هُتي جي!

گهر ۾ هوءَ پنهنجي پنجن سالن جي ٻار سان صرف اردوءَ ۾ ڳالهائيندي
آهي.جيڪو هڪ پرائيويٽ اسڪول ۾ پڙهي ٿو ۽ انگريزي سکي پيو. جتي هو
پڙهي ٿو. هوءَ چوي ٿي تہ اهو انگريزي روانيءَ سان ڳالهائي وڃي ٿو.

(ٻي شاگرديائي) عائشہ افضل بہ ميرپور خاص جي هڪ سرڪاري
اسڪول ۾ پڙهيل آهي. هن پاڻ لاءِ چيو تہ ”بنيادي طرح اردو پر انگريزي بہ
استعمال ڪندي آهيان“ جيئن تہ هن پاڻ کي اردوءَ ۾ وڌيڪ پر اعتماد
محسوس ڪيو.ان ڪري MTTC ۾ پڻ اردو جي چونڊ ڪئي. سندس تجربو؟

منهنجي زندگيءَ ۾ انگريزي ڳالهائڻ جي کوٽ سبب منهنجي
انگريزيءَ جون مهارتون متاثر ٿيون. جڏهن آءٌ ڪئناڊا ويس تہ مون ڏٺو تہ
اتان جي ماحول ۾ منهنجي انگريزي نکري پئي. پر اتي جيڪا اهم ڳالهہ
مون کي محسوس ٿي، سا اها تہ مون جڏهن اتي ننڍڙن ٻارن سان ڪم پئي
ڪيو تہ مون کي انگريزي ڳالهائڻ لاءِ چيو ويو پر اهو بہ چيائون تہ تون گرامر
يا لهجي وغيره جي ڳڻتي نہ ڪر. انهن کي ان ڳالهہ سان ڪو فرق ڪونہ ٿي
پيو تہ منهنجي انگريزي اهڙي معيار جي ڪانہ هئي، انهن کي منهنجي ڪم
سان ڪم هو. اهو هڪ ماڻهوءَ جي عزت نفس لاءِ تمام سٺو آهي.

نسيمہ ۽ رباب يوسف اردو ڳالهائيندڙ پس منظر رکن ٿيون ۽ سندن
تعليم رواجي طور انگريزي ۽ اردوءَ جي گڏيل تعليم رهي آهي، جنهن کي
اسان جا تعليمدان بہ ـ ٻوليائي چون ٿا. هنن انگريزي ٻولي سيکارڻ (ELT)
جي هڪ سينٽر ۾ داخلا ورتي، جنهن جون ڪراچي ۾ ڪيترين ئي شاخون
آهن ۽ اهي انگريزيءَ جا بنيادي ۽ ايڊوانس ڪورس ڪرائيندا آهن. جنهن

۾ ڳالهائڻ واري ٻوليءَ تي زور هوندو آهي. جڏهن نسيم MTTC ۾ اردوءَ جي چونڊ ڪئي تہ رباب کي معلوم ٿيو تہ هن کي انگريزيءَ ۾ اظهار ڪرڻ ۾ ڏکيائي پئي ٿي. ڳالهائڻ ۽ لکڻ ٻنهي ۾ -جيتوڻيڪ جيڪو ڪجھ ڪلاس ۾ پڙهايو پئي ويو اهو هوءَ چڱيءَ طرح سمجهي ٿي وئي. اردو سيڪشن ۾ بدلي ڪرائڻ کان پوءِ هن ۾ اعتماد پيدا ٿيو ۽ پنهنجي ڪورس کي منهن ڏيڻ جي قابليت بہ موٽي آئي.

انهن شاگرديائين سان گفتگوءَ کان پوءِ مون ڏٺو تہ اهي ماڻهو جن کي سندن ننڍپڻ ۾ انگريزيءَ جو بنياد نہ مليو اهي پاڻ کي انگريزي نہ ڄاڻڻ جي ڪري معذور ٿا سمجهن. پر ڪيترا اهڙا ماڻهو بہ ٿين ٿا، جيڪي انگريزي ميڊيم اسڪولن ۾ پڙهڻ جي باوجود انگريزي ٻوليءَ جي مهارتن ۾ کوٽ محسوس ڪن ٿا. MTTC ۾ مانٽيسوري ڪورس ۾ پڙهڻ کان پوءِ سندن خود اعتمادي بحال ٿي هئي. هاڻي هنن کي سماجي ثقافتي رجحانن جي بهتر ڄاڻ پئجي وئي تہ ماڻهن کي انگريزيءَ ۾ پڙهڻ گهرجي، پر جيتري قدر سندن پڙهائيءَ جو تعلق آهي تہ ان ۾ هنن کي ڪا کوٽ محسوس ڪانہ ٿي ٿئي. ڪجھ تہ ائين بہ سمجهن ٿا تہ اهي بالڪل بهتر صورتحال ۾ هئا.

## ڪجھ ٻہ ٻوليائي ماڻهن جا تجربا

منهنجي لاءِ اها ڏاڍي دلچسپ مشق هئي، جڏهن مون ڪجھ ٻہ ٻوليائي ماڻهن جي ٻوليون سکڻ بابت ٿيل تجربن تي غور ڪيو. انهن کي ڏاڍي خبرداريءَ سان چونڊيو ويو هو ڇاڪاڻ جو هنن کي انگريزيءَ ۽ ٻي ٻوليءَ ۾ مهارت حاصل هئي انهن جا خانداني پس منظر بہ مختلف هئا ۽ جنهن عمر ۾ هنن ٻي ٻولي سکي هئي اها بہ مختلف هئي. پر ٻنهي ۾ ڪي ڳالهيون ساڳيون بہ هيون، جيڪي ڪنهن بہ ٻہ ٻوليائي پاليسيءَ اختيار ڪرڻ لاءِ اهميت رکن ٿيون.

## فريده اختر

**حيثيت:** ڊائريڪٽر مانٽيوري ٽيچرس ٽريننگ سينٽر، ڪراچي

**تعليم:** بي اي، ايم ايڊ، ايم اي سائيڪالاجي (علي ڳڙهہ)، مانٽيسوري ٽيچرس ٽريننگ ڊپلوما ۽ سرٽيفڪيٽ، ٽيچرس ٽرينر( AMI ايمسٽرڊم)

پوليون: اردو ۽ انگريزي رواني‌ءَ سان لکي ۽ ڳالهائي سگهي ٿي ۽ ايتري فرينچ سمجهي سگهي ٿي جيتري فرانس ۾ هلي وڃي. ۽ (انڪساريءَ سان چوي ٿي ته) ڪيس گهٽي فرينچ ڄاڻڻ جي دعويٰ ناهي. چوي ٿي:

"منهنجو پيءُ جيڪو اردو ڳالهائيندڙ هو ۽ گريجوئيٽ هو ۽ جيئن ان زماني جا پڙهيل ماڻهو هوندا هئا، هو تمام سٺي انگريزي ڳالهائيندو ۽ لکندو هو. منهنجي ماءُ جي ڪا رسمي تعليم ته ورتل ڪانه هئي پر اردوءَ ۾ لکڻ پڙهڻ ۽ ڳالهائڻ ۾ پڙ هئي. هن کي ياد ڪونه هو ته ڪو هن کي ڪڏهن ڪنهن انگريزي سيکاري هئي، پر مون کي لڳي ٿو ته هن انگريزيءَ جي اي بي سي، هڪ اينگلو انڊين عورت کان سکي. جيڪا کيس ڪي ٻيا هنر ۽ فن سيکارڻ ايندي هئي. شايد مون Kings Reader I پنهنجي ننڍپڻ ۾ گهر ۾ ڏٺو هو پر ان منهنجي ماءُ تي ڪو گهڻو اثر ڪونه ڇڏيو هو. مون کي پنهنجي گهر ۾ غير روايتي ماحول مليو. منهنجو پيءُ ورهاڱي کان اڳ ۽ پوءِ هندستان جي ٽپال کاتي ۾ ڪم ڪندو هو ۽ سدائين بدلين جي ڪري اتر هندستان جي مختلف شهرن ۽ ڳوٺن ۾ مقرر ٿيندو رهندو هو. ان جي ڪري سڄي ڪٽنب کي هر هر لڏ پلاڻ ڪرڻي پوندي هئي. جنهن جو وڏي ۾ وڏو اثر مون تي اهو پيو جو آءٌ ٻارنهن سالن جي عمر تائين اسڪول ڪانه وڃي سگهيس. ان جو اهو مطلب ڪونه هو ته مون کي منهنجي حال تي ڇڏي ڏنو ويو. امان جي وڏ ۾ وڏ خواهش هئي ته مون ۾ پنهنجي سموري ڄاڻ ۽ هنر اوتي ڇڏي ان ۾ سندس اردوءَ جي مهارت بہ شامل هئي. هوءَ گهڻو پڙهندي هئي ۽ مون کي اردو ۽ حساب گهر ۾ سيکاريندي هئي. ان کانسواءِ سلائي پرت، سئيٽر اُڻڻ ۽ ٻيا سمورا اهي هنر پڻ سيکاريائين. جيڪي ان زماني ۾ ڇوڪرين جي سٺي پرورش لاءِ ضروري سمجهيا ويندا هئا.

جيئن ته اسان جي گهر ۾ هروقت ڪتاب سٽيا پيا هوندا هئا، سو مون تمام ننڍي عمر ۾ اردو پڙهڻ شروع ڪري ڇڏي هئي ۽ ڇپيل لفظ پڙهڻ منهنجو پسنديده مشغلو هو. جڏهن آءٌ ٻارنهن سالن کان ٿورو وڏي ٿيس ته اهو فيصلو ڪيو ويو ته هاڻي وقت اچي ويو آهي ته مون کي علي ڳڙهہ جي اسڪول ۾ داخل ڪرايو وڃي ته جيئن آءٌ ميٽرڪ جو امتحان ڏئي سگهان. پر اڃا هڪ وڏي رڪاوٽ پار ڪرڻي هئي، جيئن ته مون ٿوري انگريزي الفابيٽ جي ڄاڻ کان اڳتي بنهہ ڪانہ پڙهي هئي، سو آءٌ عليڳڙهہ اسڪول جو داخلا ٽيسٽ پاس ڪري ڪانہ سگهيس.

انگريزي ٻولي سکڻ جو اصل دور منهنجي لاءِ عليگڙهه ڪاليج ۾ آيو جتي آءٌ پڙهندي هيس. اسان کي انگريزي هڪ مضمون طور پڙهائي ويندي هئي، جڏهن تہ تعليم جي ذريعي طور اردو هوندي هئي. انگريزيءَ کي تعليم جي ذريعي طور انٽرميڊيئيٽ کان پوءِ متعارف ڪرايو ويندو هو. منهنجي انگريزيءَ ۾ مهارت محدود هئي ۽ صرف درسي ڪتابن تائين هئي. مون کي ياد آهي تہ جڏهن مون بي ايڊ جي تياري پئي ڪئي تہ هڪ پيري مون کي انگريزيءَ ۾ تقرير ڪرڻي هئي. اهو منهنجي زندگيءَ جو سڀ کان ڏکيو مرحلو هو. آءٌ تمام گهڻي هيسيل هئس ۽ مون کي ائين ٿي لڳو تہ ان هال مان الائجي ڪيترين اکيون مون کي گهوري رهيون هيون، تقرير کي رٽي ياد ڪري الائجي مون ڪهڙيءَ طرح اهي ياد ڪيل لفظ ادا ڪيا ۽ سک جو ساهہ کڻي وڃي پنهنجي سيٽ تي ويٺيس. اهي چار سال مون انگريزيءَ ۾ لکڻ ۽ پڙهڻ ۾ ڪافي اڳڀرائي ڪئي، پر منهنجي ڳالهائڻ واري انگريزيءَ ۾ کوٽ هئي، جيڪا پوءِ وقت سان دور ٿي وئي.

منهنجا انگريزيءَ جا استاد بهترين هئا، جنهن جي ڪري مون کي وڏي مدد ملي. مون انگريزيءَ ۾ ڪافي مهارت ۽ رواني حاصل ڪري ورتي، جنهن جي ڪري اهو ممڪن ٿي سگهيو تہ ايم ايڊ ۽ ايم اي جي تياريءَ لاءِ هر قسم جا ڪتاب پڙهي سمجهي سگهان.

هاڻي آءٌ ٻنهي ٻولين- اردو ۽ انگريزيءَ ۾ سولائي محسوس ڪريان ٿي ۽ انهن ٻنهي ۾ هڪ جيتري مهارت سان لکي پڙهي ۽ ڳالهائي سگهان ٿي. مثال طور آءٌ ٻنهي ٻولين ۾ سوچيندي آهيان، موضوع جي مناسبت سان ائين ڪندي آهيان. جيڪڏهن آءٌ ڪو ليڪچر پئي تيار ڪريان جيڪو مون کي ڪلاس ۾ انگريزيءَ ۾ ڏيڻو آهي تہ انگريزيءَ ۾ سوچيندي آهيان تہ مون کي ڇا ڇا چوڻو آهي ۽ جيڪڏهن مون کي اردوءَ ۾ ڳالهائڻو آهي پر مکيہ نڪتا انگريزيءَ ۾ لکيل آهن تہ بہ مون کي اهي يڪدم ترجمو ڪري اردوءَ ۾ بدلائڻ ۾ ڪا ڏکيائي ڪانہ ٿيندي آهي.

اڄ جڏهن آءٌ پنيان نهاري پنهنجي تعليم کي ڏسان ٿي تہ مون کي محسوس ٿئي ٿو تہ مون سان اِها ڀلائي ٿي جو ٻوليءَ جي سکيا واري "حساس دور" ۾ مون کي صرف اردوءَ تي ڌيان ڏيڻو پيو هو. جيئن تہ اردو ماحول جي بہ ٻولي هئي، منهنجو اردوءَ جو بنياد تمام مضبوط رهيو.

حقيقت ۾ آءٌ سمجهان ٿي تہ منهنجي اردوءَ جي لفظن جو ذخيرو انگريزيءَ کان گهڻو وڏيڪ آهي. اهو ٻار لاءِ ان وقت تمام ضروري آهي جڏهن هن جي دماغ ۾ وسعت ايندي رهندي آهي. ان سان سندس سمجهڻ جي قوت وڌي ٿي ۽ تنقيدي سوچ جي صلاحيت ۾ اضافو ٿئي ٿو پوءِ جڏهن مون انگريزي سکڻ شروع ڪئي تہ مون کي استاد تمام سٺا مليا، ڇاڪاڻ جو آءٌ پڙهڻ جي شوقين هئس، ان ڪري مون انگريزي ڪتاب بہ پڙهڻ شروع ڪيا. جڏهن آءٌ عليگڙهہ يونيورسٽيءَ مان ماسٽرس ڪورس ڪري انگلينڊ ويس، تہ مون کي انگريزي ڳالهائڻ وارو ماحول مليو. جنهن مون کي انگريزي ٻوليءَ جون مهارتون وڌائڻ ۾ وڏي مدد ڪئي.

## ناز اڪرام الله

**حيثيت:** ويزوئل آرٽ جو ڪم ڪندڙ اوٽاوا اسڪول آف آرٽس ڪئناڊا ۾ جزوقتي استاد

**تعليم:** فائين آرٽس ۾ بيچلرس (Byam Shaw, Uk)

ٻوليون: انگريزي ۽ اردوءَ ۾ رواني ۽ ٻنهي ٻولين ۾ پڙهڻ جون مهارتون اٿس پر سمجهي ٿي تہ سندس اردو ۾ ڪجهہ کوٽ آهي، هوءَ ڪجهہ ٻيون ٻوليون بہ سمجهي سگهي ٿي جن ۾ بنگالي، هندي، فرينچ، پنجابي، گجراتي، فارسي ۽ عربي شامل آهن:

"منهنجا ماءُ پيءُ ٻئي يونيورسٽين جا گريجوئيٽ هئا. ٻئي اردو ۽ انگريزيءَ ۾ مڪمل بہ ٻولياتي (bilingual) هئا. اهي ٻئي فارسي شاعري پڙهي سگهندا هئا. منهنجو پيءُ الله آباد يونيورسٽيءَ مان ڪيمبرج ويو هو. هن انگريزي 14 سالن جي عمر ۾ سکي هئي. هن جي شروعاتي تعليم ديسي اسڪول جي هئي. منهنجي ماءُ وقفي وقفي سان لوريٽو ڪانونيٽ ڪلڪتي ۾ رهي ۽ ڊگري ڪلڪتا يونيورسٽيءَ مان ڪيائين. شاديءَ کانپوءِ هن پنهنجي پي ايچ ڊي اسڪول آف اورينٽل اينڊ آفريقن اسٽڊيز (SOAS) مان ڪئي ۽ ڏکڻ ايشيا جي پهرين مسلمان عورت هئي، جنهن اتان ڊگري ورتي. سندس ٿيسز جي موضوع جي گهرج اها هئي تہ هن کي بہ ٻوليون ايندييون هجن. اُن جو عنوان هو A Critical Survey of the Development of the Urdu Novel and Short Story (اردو ناول ۽ افساني جي ترقيءَ جو تنقيدي جائزو).

هڪ ٻار جي حيثيت ۾ منهنجي خيال ۾ مون پهرين انگريزي ڳالهائي، ڇو جو آءٌ لنڊن برطانيا ۾ ڄائي هئس. منهنجي ماءُ کي فڪر هوندو هو تہ منهنجا ٻار اردو نٿا ڳالهائين، ان ڪري جيئن ئي اسين هندستان موٽياسين تہ اسان کي هڪ "لکنوي ماسترياڻي" ملي جنهن سان اسين اردو ڳالهائيندا هئاسين. منهنجي پهرئين اسڪول ۾ تعليم جو ذريعو انگريزي هو پر اسان اردو ۽ هندي ٻئي ٻوليون لکڻ پڙهڻ سکيون ۽ اسان جي ماستر صاحب جي سيکارڻ کان پوءِ "تختي" لکڻ بہ سکي سون، جيڪو جامعہ مِليہ کان اسان کي گهر ۾ پڙهائڻ ايندو هو.

جيئن تہ اسان ڪيترائي سال ملڪ کان ٻاهر گذاريا ۽ ورهاڱي کان پوءِ ڪراچيءَ ۾ اسان جو اسڪول اردو ٻولي ايتري گهرائيءَ سان ڪونہ سيکاريندو هو ان ڪري اسان جي ماءُ اسان کي اردو پڙهائي. اسان کي جامعہ مليہ جا ٻارن جا ڇاپيل ڪتاب ڏنا ويندا هئا (جن ۾ الاهي آکاڻيون انگريزيءَ مان ترجمو ٿيل هيون جيئن "بلوري جوتا"، ۽ ان وقت آءٌ سچ پچ سمجهندي هئس تہ سنڊريلا ۽ پرين جون ٻيون آکاڻيون پهرين اردوءَ ۾ لکيون ويون هيون). منهنجي ماءُ اسان کي اردو راندين ذريعي سيکاري جيئن "صنم آئي" ۽ "بيت بازي". منهنجي وڏي ڀيڻ جو شعرن جي معاملي ۾ زبردست حافظو هوندو هو ۽ آءٌ ان ۾ ايتري سٺي ڪانہ هئس، سو پنهنجو پاڻ کي سندس "پخ" چئي ڪو مناسب شعر تجويز ڪندي هئس. جيئن تہ مون کي ڳائڻ وڻندو هو ان ڪري منهنجي ماءُ سندس پسنديده نظم ياد ڪرائيندي هئي جيئن "اي جذبہ دل" يا "نہ ڪسي ڪي آنک کان نور هون" يا "تمهين ياد هو ڪہ نہ ياد هو". نوجوان ڇوڪرين جي حيثيت ۾ اسان کي "ثريا طيب جي" سان ملايو ويو جنهن جي تازو شادي ٿي هئي، جنهن کي اردو ۽ انگريزيءَ ۾ رواني حاصل هئي. ان جو مون تي ۽ منهنجي ڀيڻ تي گهڻو اثر هو ۽ اسين نظم ياد ڪنديون هيون سين ۽ هڪڙو "بياض" بہ ٺاهيوسين. امان اسان کي اردو ناول پڙهڻ لاءِ ڏينديون هئي، جيئن "شوڪت آرا بيگم" ۽ "مراة العروس"، هن اسان کي اردو شاعريءَ جو بہ سواد چکايو جنهن لاءِ هوءَ مير انيس جا مرثيا ۽ حاليءَ جا بهادريءَ وارا نظم پڙهي ٻڌائيندي هئي. اسان سينئر GCE جو امتحان اردوءَ ۾ ڏنو.

ڪافي سالن کان پوءِ منهنجي شادي اهڙي ماڻهوءَ سان ٿي جنهن جي مادري ٻولي "پوربي" هئي ۽ هو نج مشرقي اترپرديش واري اردو

ڳالهائيندڙ هو سو آءٌ جلد ئي ان ٻوليءَ ۾ ڳالهائڻ جي ڪري ان ۾ ٻـ پڙ تي ويس. هاڻي آءٌ ٻنهي ٻولين ۾ سولائي محسوس ڪريان ٿي. رٽائر ٿيڻ کان پوءِ منهنجو مڙس سيد معين الدين اشرف اردوءَ ۾ لکڻ لڳو ۽ ڪڏهن وري انگريزيءَ ۾ لکندو هو. مجموعي طرح آءٌ ڳالهائڻ مهل ٻنهي ٻولين کي ملائيندي ڪانہ آهيان. جيڪڏهن ڪو ماڻهو اردو ڳالهائيندڙ آهي تہ ان سان اردو ڳالهائيندي آهيان، ساڳيءَ طرح انگريزي ڳالهائيندڙن سان ان ۾ ئي ڳالهہ ٻولهہ ڪندي آهيان. جيئن تہ آءٌ ملڪ کان ٻاهر تي رهان، ان ڪري ٻنهي ٻولين کي ملائي ڳالهائڻ ممڪن ڪونهي . سچ تہ هتي ۽ هندستان ۾ تي ويءَ تي ٻولي ٻڌي برداشت ڪونہ ٿيندو آهي. مون کي اردوءَ سان محبت ورثي ۾ ملي آهي. اسان پنهنجي ڌيءَ کي عليڳڙهہ (اسڪول) موڪليو. هڪ ان لاءِ تہ هو اتي پڙهندي پر ٻيو ان لاءِ تہ اردو رواني‌ءَ سان ڳالهائي.

آءٌ گهڻو ڪري انگريزيءَ ۾ سوچيندي آهيان، پر ان جو انحصار ان ڳالهہ تي آهي تہ ڪهڙي مسئلي تي پئي سوچيان. آءٌ اردوءَ ۾ وڙهي ڪانہ سگهندي آهيان. جڏهن آءٌ جوان هئس تہ خدا کان دعا بہ ڪڏهن انگريزيءَ ۾ تہ ڪڏهن اردو ۾ گهرڻ مناسب سمجهندي هئس. اها ثقافتي ورهاست هئي ۽ اردوءَ ۾ اها دعا گهرندي هئس تہ يا الله سڀ ڪنهن جو خير هجي."

## اجمل نوراني

**حيثيت:** ڪراچيءَ جي هڪ خانگي اسڪول ۾ انگريزي ٻوليءَ جو ڪو آرڊينيٽر
**تعليم:** بي اي آنرس (انگريزي) ڪراچي يونيورسٽي.
**ٻوليون:** اردو ۽ انگريزيءَ ۾ رواني.

"منهنجي ماءُ کي گهر ۾ پڙهايو ويو هو ۽ هن جيڪا ٻولي سکي سا اردو هئي. منهنجو پيءُ ڪاليج تائين ويو اهي ٻئي مون سان اردو ڳالهائيندا هئا. آءٌ ٻارنهن سالن جي عمر تائين اسڪول ڪونہ ويس، منهنجي وڏي ڀيڻ مون کي گهر ۾ پڙهائيندي هئي. جيئن تہ اها هڪ انگريزي ميڊيم مشنري اسڪول ۾ پڙهندي هئي، ان ڪري مون کي سبق انگريزيءَ ۾ ملندا هئا. ان مون ۾ ان ٻوليءَ لاءِ دلچسپي پيدا ڪئي. جڏهن آءٌ اسڪول ويس تہ مون کي ستين درجي ۾ ان ڪري داخلا ملي وئي جو آءٌ انگريزيءَ ۾ سٺو هئس.

اهو ڪراچيءَ جو هڪ سرڪاري اسڪول هو جنهن ۾ تعليم جو ذريعو اردو هو. مون کي ٻوليءَ سبب ڪو مسئلو ڪونہ پيش آيو ڇو تہ منهنجي پهرين ٻولي اردو ئي هئي. آءٌ ڪتابن پڙهڻ جو شوقين هوس ان ڪري مون کي ٻنهي ٻولين تي دسترس حاصل هئي، پر منهنجي ڳالهائڻ واري انگريزي ايتري سٺي ڪانہ هئي، ڇو جو ان ۾ منهنجي ڪا مشق ڪانہ ٿي هئي. مون کي انگريزي ڳالهائڻ وارو ماحول ڪاليج ۽ يونيورسٽيءَ ۾ مليو جنهن سان منهنجي ڳالهائڻ واري انگريزي تمام سٺي ٿي وئي.

هاڻي آءٌ ٻنهي ٻولين ۾ هڪ جهڙي سولائي محسوس ڪندو آهيان ۽ ڇئي سگهان ٿو تہ آءٌ ٻہ ٻوليائي آهيان. جنهن ماڻهوءَ سان ڳالهائيندو آهيان، انهيءَ مطابق اردوءَ يا انگريزيءَ جي چونڊ ڪندو آهيان. گهر ۾ آءٌ اردو ڳالهائيندو آهيان پر جيئن ئي آءٌ پنهنجن شاگردن سان اسڪول ۾ يا ڪٿي ٻاهر ٻہ ملندو آهيان تہ پوءِ يڪدم ٻولي بدلائي انگريزيءَ ۾ ڳالهائيندو آهيان، ڇو تہ اهائي ٻولي آءٌ کين پڙهائيندو آهيان. پرڏيهين سان ملڻ مهل بہ پاڻمرادو انگريزيءَ ۾ ڳالهائبو آهي. منهنجو سوچڻ جو عمل بہ ٻن ٻولين وارو آهي ۽ سوچ جي ٻوليءَ جو دارو مدار ان ڳالهہ تي هوندو آهي تہ ڇاجي باري ۾ سوچي رهيو آهيان."

## آصف نوراني

**حيثيت:** ميڊيا ڪنسلٽنٽ. اڳ ۾ اسٽار ويڪ اينڊ جو ايڊيٽر

**تعليم:** بي.اي (آنرس) ۽ ايم اي (انگريزي ادب)

**ٻوليون:** اردو ۽ انگريزيءَ ۾ رواني، پنجابي، سنڌي ۽ گجراتيءَ ۾ ڪجهہ گهٽ روانيءَ سان ڳالهائڻ.

منهنجي پيءُ ميٽرڪ 1930ع جي ڏهاڪي ۾ ڪئي هئي تڏهن اها وڏي تعليمي قابليت هئي. منهنجي ماءُ جيڪا بمبئيءَ جي هڪ مشنري اسڪول ۾ پڙهي هئي پر پنهنجي مئٽرڪ مڪمل نہ ڪري سگهي هئي ۽ چوڏهن سالن جي عمر ۾ سندس شادي ڪرائي وئي هئي. اسان جو هڪ ٻہ ٻوليائي گهراڻو هو. منهنجا مائٽ انگريزي ۽ اردو ٻئي ٻولين ڳالهائي سگهندا هئا پر اسان سان صرف اردوءَ ۾ ڳالهائيندا هئا. منهنجو پيءُ ڪڏهن ڪڏهن مون سان ڳالهائڻ مهل انگريزيءَ ۾ ڳالهائيندو هو. گهر ۾ آءٌ اردو ڳالهائيندو هوس

پر اسڪول ۾ ۽ دوستن سان انگريزيءَ ڳالهائيندو هوس. منهنجي ماءُ زور پريندي هئي تہ آءٌ ۽ منهنجا ڀائر نج اردوءَ ڳالهايون نہ ڪي "بمبئي ٽائيپ" اردوءَ ۾. ان لاءِ هوءَ پاڻ بہ اها ڳالهائي اسان جي رهنمائي ڪندي هئي. هن پنهنجن ٽن پٽن کي ٻنهي ٻولين ۾ تمام گهڻو پڙهڻ لاءِ همٿايو. هوءَ مون تي فخر ڪندي هئي. مون ۽ منهنجي زال پنهنجن ٻارن ۾ بہ ساڳي ڳالهہ جي عادت وڌي آهي. مون کي انگريزيءَ سان ڪنڊر گارٽن کان متعارف ڪرايو ويو. جيئن تہ مون هميشه مشنري اسڪولن ۾ پڙهيو ان ڪري تعليم جي ٻولي هميشہ انگريزي رهي. جڏهن اسان 1950ع ۾ پاڪستان لڏي آياسين ۽ لاهور ۾ اچي ٽڪياسين تہ مون کي ان ڳالهہ جو فائدو مليو تہ آءٌ گرامر جي لحاظ کان بالڪل صحيح انگريزي ڳالهائيندو ۽ لکندو هوس، جنهن جي ڪري منهنجي اسڪول جي 80 سالن واري انگريز پرنسپال جي لاءِ آءٌ سيني کان خاص ٻار بنجي ويس. منهنجي انگريزي ٻوليءَ تي مهارت سبب آءٌ ڪراچيءَ ۾ بہ فائدي ۾ رهيس، جتي اسان 1953ع ۾ لڏي آياسين. ان وقت منهنجي عمر يارنهن سال هئي.

منهنجي اسڪول ۾ اردوءَ تي ڪو گهڻو زور ڪونہ هو جتي مون "آسان اردو"، پڙهي ۽ مادري زبان واري اردوءَ جي بدران Additional English پڙهي. پر پوءِ بہ منهنجي ڪاليج جي دوستن ۽ منهنجي چاچي مالڪ نورانيءَ جي مهرباني، جن مون ۾ اردو ادب سان محبت پيدا ڪئي ۽ منهنجي اردوءَ ۾ مهارت تمام سٺي ۽ تمام گهڻي ٿي وئي.

منهنجي اسڪول ۽ ڪاليج وارن ڏينهن ۾ مون کي هر مضمون انگريزيءَ ۾ پڙهايو ويو جڏهن تہ يونيورسٽيءَ ۾ مون انگريزي ادب پڙهيو جيڪو ظاهر آهي تہ انگريزيءَ ۾ ئي پڙهائي سگهجي ٿو. مون اردو لکڻ سکي ڇو تہ منهنجي دوستن مون کي اهڙي ترغيب ڏني. هاڻي تہ آءٌ هڪڙو ڪتاب اردوءَ ۾ لکي رهيو آهيان. افسوس تہ اڄڪلهہ اسين ماڻهن کي ٻن قسمن ۾ ورهائيندا آهيون، هڪڙا اهي جيڪي بهتر انگريزي لکي ۽ ڳالهائي سگهندا آهن ۽ ٻيا اهي جن کي اردوءَ ۾ سهولت ٿئي ٿي، ڳالهائڻ ۽ لکڻ ٻنهي صورتن، آءٌ ٻنهي قسمن جي ماڻهن سان ٺهندو آهيان. ان معنيٰ ۾ آءٌ هاڻي هڪ ناپيد نسل مان آهيان.

جڏهن بہ آءٌ ڳالهائيندو آهيان، خاص ڪري تي ويءَ تي، تہ اردو پروگرامن ۾ حصو وٺڻ مهل انگريزي لفظ استعمال ڪونہ ڪندو آهيان ۽ ساڳي طرح سان انگريزي پروگرامن ۾ بہ ائين ڪندو آهيان. هڪ ڏينهن هڪڙي جوان ٽي وي پروڊيوسر، جنهن مون کي هڪ اردوءَ ۾ ٽيندڙ گفتگوءَ واري پروگرام ۾ ڏٺو هو مون کان پڇيو بہ هو تہ ڇا مون کي انگريزي ڳالهائڻ ايندي آهي يا نہ. مون مذاق ۾ چيومانس تہ 'تون ڪڏهن ٽي اهو پروگرام رڪارڊ ڪرڻ چاهين؟ تنهن تي هن چيو تہ "ايندڙ هفتي" مون پنهنجي زبان کي موڙي کيس چيو تہ "بس ايترو وقت ڪافي آهي منهنجي لاءِ جنهن ۾ آءٌ روانيءَ سان انگريزي ڳالهائڻ سکي وٺندس" هن مون کي بي اعتباريءَ مان ڏٺو پر پوءِ هڪ واقفڪار سندس پريشاني دور ڪندي ٻڌايس تہ آءٌ اردوءَ جهڙي ئي سٺي يا خراب انگريزي ڳالهائي سگهان ٿو.

جيتريقدر سوچڻ ۽ خواب ڏسڻ جو تعلق آهي تہ اهو ان ڳالهہ تي منحصر آهي تہ آءٌ ڪهڙي ٻوليءَ ۾ لکي هيو آهيان يا ڪهڙي ماڻهوءَ سان خواب ۾ ڳالهائي رهيو آهيان. جيڪڏهن آءٌ ڪنهن ڪانوينٽ ۾ پڙهيل ڇوڪريءَ سان آهيان تہ آءٌ انگريزي ڳالهائيندس پر جي آءٌ پاڙي واري ڇوڪريءَ سان ڳالهائيندو هوس تہ پوءِ ان سان اردو ڳالهائيندس. هڪ ڀيري جڏهن هڪ ڊيچاريندڙ خواب ۾ بہ ڏاڙيل منهنجي گهر ۾ گهڙي آيا تہ مون انهن سان پنجابي ڳالهائي (جيڪا مون 50 جي ڏهاڪي جي شروع ۾ لاهور ۾ ٻڌي هئي.) ۽ سچ تہ آءٌ حيران ٿي ويس ڇو تہ مون اها روانيءَ سان ڳالهائي.

## عقيلہ اسماعيل

**حيثيت:** ليڪڪاءِ مهمان ايڊيٽر. اڳ ۾ مترجم ۽ ايسوسيئيٽ پروفيسر، ڊپارٽمينٽ آف اليڪٽريڪل انجنيئرنگ، اين. اي. ڊي يونيورسٽي آف انجنيئرنگ اينڊ ٽيڪنالاجي، ڪراچي

**تعليم:** بي.اي(B.E) اليڪٽريڪل

**ٻوليون:** اردو ۽ انگريزيءَ ۾ رواني- بنگاليءَ ۾ گهٽ رواني اٿس

منهنجو پيءُ بي. ايس. سي انجنيئرنگ ۾ هو. هن کي انگريزي ۽ اردوءَ ۾ رواني حاصل هئي پر بنگاليءَ ۾ گهٽ روان هو.

منهنجي ماءُ اردو ۽ مراٺي ڳالهائيندي آهي. هن کي انگريزي ۽ بنگاليءَ ۾ رواني حاصل ڪانهي.

آءُ پنهنجي ماءُ سان اردوءَ ۾ ڳالهائيندي هئس. جيئن تہ اسين اوپر پاڪستان ۾ رهندا هئاسين، جتي آءُ ڄائي هئس، آءُ گهر ۾ ڪم ڪرڻ وارن سان بنگالي ڳالهائيندي هئس. مون انگريزي ڪنڊرگارٽن ۾ اسڪول جي انگريز استادن کان سکي. بابا گهر ۾ اردوءَ کان وڌيڪ انگريزي ڳالهائيندو هو ۽ اسان پيٽن کي ڊڪنس (Dickens) شيڪسپيئر وغيره جي ڪتابن جي خلاصن وارا ڪتاب (abridged) پڙهڻ ۾ مشغول رکندو هو. ان کانسواءِ هر روز صبح جو گهر تي آيل روزاني اخبار پڙهندا هئاسين، اُها انگريزي اخبار "مارننگ نيوز" هئي، هر آچر تي سڄو ڪٽنب ٿئيٽر ۾ انگريزي فلمن جا مارننگ شو ڏسڻ ويندو هو. منهنجي ماءُ ريڊيو تي هندستاني فلمي گانن سان گڏ ٽيگور جا گيت بہ ٻڌندي هئي تہ "بناڪا گيت مالا" بہ ضرور ٻڌندي هئي ۽ ڏاڍي شوق سان اردو ناول بہ پڙهندي هئي، جيڪي سندس ڀائر پيٽون ڪيس اولهہ پاڪستان مان موڪليندا هئا.

منهنجي ماءُ آکاڻي ٻڌائڻ ۾ ڏاڍي سٺي هئي ۽ منهنجي پراڻين يادگيرين ۾ حاتم طائيءَ جي آکاڻي ٻڌڻ کانسواءِ سندس ننڍپڻ جون حيدرآباد دکن ۽ پونا جون ڪهاڻيون پڻ ٻڌائيندي هئي. اسان جو مالهي جنهن لاءِ بابا چوندو هو تہ ان کي 'مالهي ڀائي' چئو بهار جو هڪ هندو هو ۽ اهو بہ وڏو داستان گو هو ۽ اسان کي 'گل بڪاولي' ۽ ٻيون ڪلاسڪ آکاڻيون ٻڌائيندو هو منهنجي ٻوليءَ سان واقفيت گهڻو ڪري انهن زباني ذريعن سان ٿي. ان سان گڏ منهنجي پهرئين اسڪول جنهن ۾ مون ڪنڊرگارٽن کان ڇهين درجي تائين پڙهيو ان جي هيڊ ماسترياڻي انگريز هئي ۽ اسان سيني کي برٽش ڪائونسل لائبريريءَ جو ميمبر ڪرايو هئائين. جيڪو پهريون نامڪمل ناول مون پڙهيو سو هو ڊيفني ڊو ماريئر (Daphne du Maurier) جو ريبيڪا (Rebecca) جيڪو مون 6 درجي ۾ پڙهيو هو. پهريون اردو ناول رضيہ بٽ جو 'ذائقہ' هو جيڪا منهنجي ماءُ جي پسنديده ليکڪا هئي، منهنجي دوستن ۽ خاندان جي حلقي ۾ ٽيگور ۽ نذرالاسلام توڙي بنڪم چوڏريءَ کان پرهيز ڪئي ويندي هئي.

هڪ ٻار جي حيثيت ۾ اسڪول ۾ ڇهن سالن جي عمر ۾ انگريزيءَ کان واقف ٿيس. گهر ۾ منهنجو پيءُ اسان سان انگريزي ڳالهائيندو هو تڏهن آءٌ اٺن سالن جي هئس ان ڪري آءٌ اردوءَ ۽ انگريزيءَ ۾ ڪافي سولائي محسوس ڪندي آهيان ۽ ٻنهي ٻولين جو ادب پڙهندي آهيان. حقيقت ۾ اهي ٻئي (ٻوليون) هڪٻئي سان بدلائي سگهجن ٿيون. آءٌ هڪڙيءَ مان ٻيءَ ٻوليءَ ۾ تمام سولائيءَ سان ترجمو ڪري سگهندي آهيان. هاڻ منهنجي ماضيءَ جي هر ياد اردوءَ ۾ هوندي آهي جنهن ۾ خواب به اچي وڃن ٿا."

**اينا شلر** (Anna Schiller)

**حيثيت:** ابلاغي حڪمت عملي جوڙيندڙ (Communication Strategist) انٽرنيشنل ميڊيا فائونڊيشن، واشنگٽن ڊي سي.

**تعليم:** ايم . اي (پوليٽيڪل سائنس) آمريڪن اسٽڊيز ۽ ڊچ اسٽڊيز- يونيورسٽي آف اولڊ نبرگ، جرمني

**ٻوليون:** جرمن، انگريزي، ڊچ، فرينچ، لئٽن ۽ اسپيني.

"منهنجو پيءُ فزڪس جو ماهر آهي، جيڪو جرمنيءَ جي ليوبيڪ ميڊيڪل يونيورسٽيءَ جي ميڊيڪل پڙهندڙ شاگردن کي 2012ع ۾ رٽائر ٿيڻ تائين پڙهائيندو هو جرمن ٻوليءَ کانسواءِ هو انگريزي ۽ سئڊش پڻ ڳالهائيندو آهي. هو فرينچ ٻولي هاءِ اسڪول ۾ پڙهيو پر هاڻي اها ڳالهائي نٿو سگهي. منهنجي ماءُ هڪ فزيشن (ڊاڪٽر) جي اسسٽنٽ آهي جيڪا انگريزي ۽ ڊينش ٻوليون ڳالهائيندي آهي. هن به هاءِ اسڪول ۾ فرينچ پڙهي ۽ ناروبجين ٻولي ڪجهه سالن تائين بالغن واري اداري مان سکي. پر هاڻي فرينچ ۽ ناروبجين روانيءَ سان نٿي ڳالهائي سگهي.

اسان گهر ۾ صرف جرمن ٻولي ڳالهائيندا هئاسين پر اسان ٻين ٻولين ۾ به گهڻي دلچسپي وٺندا هئاسين، خاص ڪري جڏهن اسين اونهاري جي موڪلن ۾ اتر يورپ ڏانهن سفر ڪندا هئاسين. منهنجي پيءُ لاءِ اها ڳالهه اهم هئي ته ماڻهو اسان کي، اڇا چاڙ، برتري ڏيکاريندڙ ۽ "مخصوص" جرمن ذهنيت رکندڙ نه پر ثقافتي طرح ۽ لساني حوالي سان

بہ حساس، تعصب کان پاڪ عالمي شهري سمجهن. اسڪول ۾ تعليم جي ذريعي واري ٻولي جرمن هئي. جڏهن 1991ع ۾ آءُ اسڪول ۾ هئس تہ 10- 11 سالن جي ٻارن لاءِ 5 درجي کان سيني جرمن اسڪولن ۾ انگريزي پڙهڻ لازمي هئي. اهوئي وقت هو جڏهن مون انگريزي سکڻ شروع ڪئي. سال 2000ع جي لڳ ڀڳ تبديلي آئي ۽ هاڻي انگريزي جرمنيءَ ۾ 3 درجي (8-9 سال جي عمر) کان اڪثر ايليمينٽري اسڪولن ۾ پڙهائي ويندي آهي.

جنهن سال مون پنهنجي اسڪول ۾ انگريزيءَ جو پهريون سال (1992ع) پورو ڪيو ان کان پوءِ واري اونهاري ۾ اسان جا مائٽ اسان کي هر سال وانگي ڪيمپنگ جي لاءِ ڊينمارڪ وٺي ويا. اهو پهريون ڀيرو هو جو ڊينمارڪ جي راندين جي ميدانن ۾ ٻين (غير جرمن) ٻارن سان صحيح معنيٰ ۾ رابطو ڪري سگهيس، ائين يارنهن سالن جي عمر ۾ مون کي انگريزي ٻوليءَ ۾ مهارت وڌائڻ جو جنون اچي لڳو. مون ڊچ ۽ اسڪينڊينيوين ٻارن سان ڪيڏڻ جي قابل ٿيڻ تي چاهيو چو تہ اهي مون کي پنهنجن جرمن ساٿين کان وڌيڪ نرالا محسوس ٿيندا هئا. منهنجي ڄاڙي ڀيڻ جو بہ ساڳيو خيال هو ان ڪري اسين هڪٻئي جي همت افزائي ڪنديون هيون سين (۽ شايد ڪجهہ هڪٻئي سان چٽاڀيٽي بہ هوندي هئي) تہ جيئن اسان جي انگريزي بهتر ٿئي ۽ امتحانن ۾ سٺيون مارڪون کڻون. مون کي ان ڳالهہ جو ادراڪ ٿيو تہ هرهڪ پرڏيهي لفظ سکڻ سان دنيا کي ڏسڻ جو هڪ وسيع ذريعو ملي ٿي ويو.

ان زماني ۾ جرمن اسڪولن ۾ انگريزي ڏاڍي روايتي انداز ۾ سيکاري ويندي هئي، جنهن ۾ گرامر تي وڌيڪ ۽ گفتگوءَ تي گهٽ زور هوندو هو سو مون پنهنجي ليکي ڪجهہ ڪرڻ جو سوچيو. اسان پنهنجي اونهاري وارن سفرن ۾ درجن کن بين الاقوامي دوست ٺاهيا هئا، جن سان اسين انگريزيءَ ۾ خط و ڪتابت ڪري رابطي ۾ رهنديون هيون سين.

ستين درجي (عمر 12 سال) ۾ اسان کي اهو اختيار هو تہ اسين لئٽن يا فرينچ مان ڪنهن هڪ ٻوليءَ جي چونڊ ڪريون مون لئٽن (لاطيني) ٻولي ڪنئي، ڇو تہ اڪثر يورپي ٻوليون پنهنجي لئٽن (لاطيني) ڏاتن کان گهڻيون متاثر هونديون آهن. مون کي ائين لڳو تہ لاطيني ڄاڻڻ

سان مون کي اڪثر يورپي ٻولين سکڻ جو موقعو ملي ويندو. نائين درجي (14 سال عمر) ۾ مون کي پنهنجي نصاب ۾ فرينچ ٻوليءَ کي شامل ڪرڻ جو موقعو مليو ۽ مون محسوس ڪيو تہ اها سکڻ ڏاڍي سولي آهي، سو ان ڪري جو لاطيني ٻولي پڙهڻ جي ڪري مون کي رومن ٻولين جي جيڪا سمجهہ حاصل ٿي هئي ان منهنجي مدد ڪئي.

9 درجي ۾ (انگريزي سکيا جي 5 سال ۾) مون پنهنجي سموري خرچي جان گرشئم (John grisham) ۽ اسٽيون ڪنگ (Steven King) جي ڪيترن ناولن تي خرچ ڪري ڇڏي (بجاءِ انهن جي جرمن ترجمن جي) ۽ ڏهين درجي تائين، مون ۽ منهنجي جاڙي ڀيڻ پنهنجي مائٽن کي راضي ڪيو تہ هو اسان کي سيٽلائيٽ ٽيليوزن لڳائي ڏين تہ جيئن اسين سي اين اين (CNN) ڏسي سگهون. ان وقت تائين آءٌ انگريزيءَ جي مهارت ۾ پنهنجن ساٿين کان ڪجهہ سال اڳيان ٿي چڪي هئس ۽ اڪثر باقاعدگيءَ سان منهنجو انگريزيءَ جو استاد (هڪ جرمن) ڪو انگريزي لفظ يا ان جو ترجمو ان وقت پڇي وٺندو هو جڏهن کيس اهو ياد نہ رهندو هو.

يارهين درجي ۾ منهنجي گهري دوستي هڪ ڊچ ڇوڪري سان ٿي وئي ۽ اهو هڪ سٺو موقعو هو هڪ نئين ٻولي سکڻ جو ۽ مون اهوئي ڪيو. جرمن، انگريزي ۽ فرينچ ڄاڻڻ کان پوءِ انهن مڪمل بنياد مهيا ڪيو ڊچ ٻولي سکڻ لاءِ، ان ڪري اها سکڻ مون کي تمام سولي لڳي.

هاءِ اسڪول مان گريجوئيشن ڪرڻ کان پوءِ مون فيصلو ڪيو تہ مون کي ٻولين ۾ ڪجهہ ڪرڻو آهي. مون اولڊنبرگ يونيورسٽيءَ (Oldenburg University) ۾ داخلا ورتي. ان يونيورسٽيءَ جو جرمنيءَ ۾ اتر آمريڪا سان ادلي بدلي وارو (exchange) پروگرام هلندڙ هو جنهن ۾ ڊچ ٻوليءَ جي ڊگري حاصل ڪري ٿي سگهيس.

مون پوليٽيڪل سائنس ميجر (مکيہ) مضمون طور کنيو ۽ ٻين (Minor) مضمونن ۾ آمريڪن اسٽڊيز ۽ ڊچ اسٽڊيز کڻڻ سان گڏ مون ڪجهہ شوق مان اسپيني ڪلاس بہ ورتا. ٻنهي مائينر مضمونن ۾ لسانيات تي ڏاڍو زور هو. صوتيات (Phonetics) اچارن ۾ آوازن جي مطالعي جو علم (Phonology)، معنويات (Semantics)، نحويات (Syntax)، ٻوليءَ جي تاريخ ۽ ٻوليءَ جو حصول) جنهن جي لازمي گهرج اها هئي تہ هڪڙو سيمسٽر ٻاهران ڪجي (انهن جي ٻوليءَ جي نسبت سان).

مون هڪڙو سيمسٽر گرونجن (Groningen) يونيورسٽيءَ مان ڪيو (نيدرلينڊز مان) جتي مون پوليٽيڪل سائنس جو اڀياس (ڊچ ۾ پڙهايل) جاري رکيو ۽ موٽي اچڻ کان پوءِ هڪ يورو وري جرمني جي يونيورسٽي آف ويومنگ (Wyoming) (آمريڪا) مان ٻه سيمسٽر پڙهڻ هليو ويس. اتي به منهنجو مضمون پوليٽيڪل سائنس رهيو.
منهنجي انگريزي لسانيات جي گهري ڄاڻ منهنجي لاءِ اهو آسان ڪري ڇڏيو ته آءٌ ويومنگ ۾ ڳالهائجندڙ انگريزي لهجو اختيار ڪري سگهان ۽ ائين آءٌ جلد ئي اتان جي آمريڪي شاگردن ۾ ضم ٿي ويس. آءٌ سمجهان ٿو ته ٻه ٻوليون: جرمن ۽ انگريزي چڱي طرح ڄاڻڻ سان مون کي ٽي مختلف شخصيتن جا روپ مليا. هڪ منهنجي اصلوڪي جرمن شخصيت، ٻي اختيار ڪيل آمريڪي شخصيت ۽ ٽين هڪ گڏيل شخصيت جو روپ جنهن ۾ جرمن آمريڪي شخصيتن جون مثبت خاصيتون آهن. پوليٽيڪل سائنس ٽن مختلف ٻولين ۾ پڙهڻ سان (جرمن، فرينچ ۽ انگريزي) هڪ نئون دلچسپ تجربو ٿيو جنهن جو تعلق سمجهڻ واري مهارت (Comprehension) جي مختلف سطحن سان هو. جيئن ته جرمن ٻولي سمجهڻ لاءِ مون کي دماغ تي زور نٿو ڏيڻو پوي ان ڪري آءٌ سمجهان ٿو ته ان ٻوليءَ ۾ پڙهائيءَ وارا تصور سمجهڻ لاءِ به مون کي گهٽو دماغ تي زور نٿي ڏيڻو پيو. ان جي ابتڙ معاملو اهو هو ته جڏهن مون ساڳيو مضمون ڊچ ۽ انگريزيءَ ۾ پڙهيو ته مون کي وڌيڪ ڌيان ڏيڻو ٿي پيو. جنهن سان سائنسي تصور سمجهڻ جي صلاحيت بهتر ٿي وئي. اها ڳالهه فطري صلاحيت جي خلاف ٿي لڳي، ڇو ته عام طور اهو سمجهيو ويندو آهي ته جڏهن ماڻهو پنهنجي اصلوڪي ٻوليءَ ۾ ڪجهه پڙهندو آهي ته حاصل ٿيل معلومات کي ياد رکڻ جو تناسب وڌيڪ هوندو آهي. مون پنهنجو ٻه ياڳي ٿي وقت جرمنيءَ ۾ هڪ شاگرد جي حيثيت ۾ گذاريو ۽ باقي هڪ ياڳي ٿي حصو (ٽيون حصو) ٻاهرين ملڪن ۾ رهيس- تڏهن به (اتڪل) منهنجي ڪل علمي يا اڪيڊمڪ ڄاڻ جو ٻه ياڳي ٿي حصو (ٽن مان ٻه حصا) جيڪو مون کي اڃا به ياد آهي (گريجوئيٽ ٿيڻ کان ست سال پوءِ ٻ) اهو آهي نيدرلينڊز ۽ آمريڪا ۾ ورتل ڪلاسن وارو ۽ صرف ٽيون حصو جرمنيءَ وارن ڪلاسن جو ياد اٿم.....

## زبير تور والي

**حيثيت:** ايگزيڪيوٽو ڊائريڪٽر، اداره براءِ تعليم و ترقي (Institute of Education and Development)

**تعليم:** ايم اي (انگريزي ادب) پشاور يونيورسٽي (انٽرميڊئيٽ کان پوءِ ڪنهن ڪاليج يا يونيورسٽيءَ ۾ ڪونہ پڙهيو ۽ امتحان پرائيويٽ اميدوار طور ڏنائين)
**ٻوليون:** تور والي (مادري ٻولي)، انگريزي، پشتو، اردو ۽ ڪجهہ گامري، پنجابي ۽ دري

منهنجا ماءُ پيءُ اڻ پڙهيل آهن. انهن مان ڪنهن بہ اسڪول ۾ ڪونہ پڙهيو. اهي هاري آهن ۽ عام ماڻهو آهن. ماءُ شاديءَ کان اڳ نوشهري ۾ رهندي هئي. هئي توروالي آهن ۽ اردو ۽ پشتو ڳالهائي سگهن ٿا. آءٌ جائو نپنو تور والي ماحول ۾ آهيان. مون جيڪو ننڍپڻ ۾ پهريون لفظ ڳالهايو اهو تور والي ٻوليءَ جو هو اهو ئي منهنجو گهر ۽ منهنجي مادري ٻولي آهي.
اسڪول ۾ مون کي پهرين پشتو ۽ پوءِ اردوءَ کي منهن ڏيڻو پيو.

پشتو ڳالهائيندڙ استاد (منهنجا گهڻو ڪري سيئي استاد پشتو ڳالهائيندڙ هئا) منهنجو ۽ منهنجي ٻوليءَ جو مذاق اڏائيندا هئا. اهوئي سبب آهي جو آءٌ اڄ بہ پشتو ڳالهائيندي هٻڪندو آهيان. خاص ڪري ڪنهن پشتو ڳالهائيندڙ سان جڃهڪ ٿيندي اٿم. ان وقت تعليم جو ذريعو اردو هو. مون کي اردوءَ ۾ ڪجهہ سولائي محسوس ٿيندي هئي، ڇو جو اردوءَ ۽ توروالي‌ءَ ۾ ڪجهہ هڪجهڙائي آهي پر پشتو هميشہ منهنجي لاءِ مسئلو بڻي رهي. پشتو ڳالهائيندڙ استاد اردوءَ ۾ ڏکيائي محسوس ڪندا هئا، ان ڪري هو اسان کي ڪڏهن بہ اها ڳالهائڻ لاءِ ڪونہ همٿائيندا هئا.

اسڪول ۾ جهڙوڪر مونکي زبردستي پشتو سکڻي پئي. آءٌ گهر ۾ پشتو يا اردو ڪونہ ڳالهائيندو هوس. اسان وٽ ٽي وي بہ ڪا نہ هئي، ان ڪري مون کي اردوءَ سان ڪابہ واقفيت ڪانہ هئي. تنهن هوندي بہ منهنجو پيءُ باقاعدگيءَ سان بي بي سي اردو ريڊيو ٻڌندو هو ۽ انهيءَ مون کي اردو سکڻ ۾ مدد ڪئي، خاص ڪري اٺين درجي کان پوءِ. مون 6 درجي ۾ انگريزي الفابيٽ سکڻ شروع ڪئي. هڪ پيري منهنجي استاد مون کي ان ڪري سخت سزا ڏني جو آءٌ انگريزي الفابيٽ رٽي ياد ڪري ڪونہ سگهيو هوس ۽ آءٌ اڄ بہ ان جي ترتيب ۾ منجهي پوندو آهيان.

اسان جي پهرئين درجي جي ڪتاب ۾ هڪڙو پشتو نظم هو اهو ڊگهيءَ جي باري ۾ هو آءٌ اهو نظم پڙهي ۽ ڳائي ويندو هوس پر مون کي ان

جي معنيٰ ڪڏهن بہ سمجھ ۾ ڪانہ آئي. اهو تہ هاڻي تازو نصاب تي تحقيق ڪندي انهيءَ نظام جي معنيٰ سمجھ ۾ آئي اٿم. ساڳيو معاملو منهنجي اردوءَ سان هو. 9 ۽ 10 درجي ۾ استادن گرامر جي ترجمي واري طريقي موجب انگريزيءَ جا زمان (Tenses) شروع ڪرايا. اهو منهنجي زندگيءَ جو سڀني کان خراب تجربو هو. انهيءَ انگريزي سکڻ جي صلاحيت ۾ وڏي رنڊڪ وڌي. مواد کي اردوءَ ۾ ترجمو ڪرڻ کان اڳ مون انگريزي لکڻ پڙهڻ شروع ڪري ڇڏي. آءٌ انهن رڪاوٽن کي تڏهن پار ڪري سگهيس، جڏهن مون اخبارن ۾ لکڻ شروع ڪيو.

## پڄاڻي/ نتيجو

جن ماڻهن کان انٽرويو ورتا ويا، اهي سڀئي مختلف پس منظرن وارا هئا. ڪن جون مائرون پڙهيل ڪونہ هيون تہ ڪي ٻيا تمام اعليٰ تعليم يافتہ مائٽن جا ٻار هئا. پر اهي پنهنجي 'ٻوليءَ' ۾ هڪجهڙا پڙ هئا تہ انگريزي بہ ڄاڻندڙ هئا. هڪڙو عنصر انهن سڀني ۾ ساڳيو هو سو اهو تہ انهن جي عمر جي شروعاتي سالن ۾ جنهن کي سندن 'حساس دور' چئجي ٿو. هنن جو پنهنجي ٻهرين ٻوليءَ ۾ مضبوط بنياد هو. انهن انگريزي ٻي ٻوليءَ طور مختلف مرحلن تي سکي ڪن اسڪول جي عمر کان اڳ تہ ڪن وري نوجوانيءَ ۾- آخري نتيجو هڪجهڙو هو اهي انگريزيءَ ۾ بہ سٺا هئا ۽ سندن پنهنجي مادري ٻوليءَ ۾ قابليت کين انگريزي ٻوليءَ جون مهارتون حاصل ڪرڻ ۾ مدد ڪئي. جن ماڻهن سان بہ مون ڳالهايو انهن سڀني ان ڳالھ جي نشاندهي ڪئي تہ انهن پنهنجن سٺن استادن جي مهارت ۽ تجربي مان ڏاڍو فائدو ورتو. سڀ کان وڏي ڳالھ تہ اهي سڀئي پڙهڻ جا شوقين آهن.

## Notes

1. Regine Fretz, 'Early Language Learning in Switzerland': in An Early Start: Young Learners and Modern Languages in Europe and Beyond, by Marianne. Nikolov and Helena Curtain (Council of Europe Publishing 2000) 71-7
   http: www. Google.com.Pk/ search?tbm=bks& chl=en & q = Education# sa=X& hl = en & tbm= bks& q= editions: ta ZzqhMdx 7 qcqei=y60 x 7 q c & ci = y 6 oouzch g & j M P a 3 bg NAJ & ved- occ 4 qn
   By ·v A A & bay= on.2, or. R cp.r qf & f b = 60 d 482632 d f e f a 71 & b : w= 800 & bih = 439, Accessed on 10 June 2013.
2. Kerstin Sundin, 'English as a First Foreign Language for Young Learners- Sweden' in Ibid, 157-2 Accessed on 10 June 2013.
3. Communication from the Swedish National Agency for Education provided the information and the websites.
   http:// wwwz. Skolverket. Se/ki 03/ front. As?
   Spark = E N & ar= 0910 & skolform = // & infoty p=2 & I d= //. Accesed on 10 June 2013.
4. Patricia Gendara and Russell Rumburger, "Immigration, Language and Education: How does Language Policy structure opportunity?" Teacher college Record. Vol 111 No. 3, March 2009, 750-52
   http:// www. Tcrecord . org/ content. asp?co'entid= 15343, Accessed on 10 June 2013.

# باب ستون

## زميني حقيقتون

ماڻهن جي زندگيءَ ۾ ايترو ڪجهه تيڻ سان ۽ پاليسيءَ ۽ انهيءَ جي لاڳو ڪرڻ (نفاذ) جي وچ ۾ ايڏي لاتعلقيءَ کي ڏسنديءَ مون تي اهو واضح ٿي ويو هو ته ميز ڪرسيءَ تي ويهي ڪيل ريسرچ مان مون کي زميني حقيقتن جي اصل تصوير بنهه ڪانه ملندي، سو منهنجي لاءِ اهو بالڪل ضروري ٿي ويو ته آءٌ ڪجهه اسڪولن جا دورا ڪريان ۽ ڏسان ته اهي ان مسئلي کي ڪيئن پيا منهن ڏين؟ مون اهو پنڌ پاڻ ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. جيئن ته منهنجي دلچسپي عوام جي تعليم سان آهي، آءٌ ڪن مهانگن اسڪولن ڏانهن ڪانه ويس، جيڪي وڏي تعداد ۾ ڪنهين وانگر نڪري آيا آهن. اهي ڪجهه مراعت يافته ته ڪجهه اڌورين مراعتن وارن گراهڪن جون ضرورتون پوريون ڪن ٿا. پاڻ وٽ موجود سيني وسيلن تي ضابطو هئڻ سان گڏ سياسي ۽ سماجي اثر جي ڪري اهي ادارا تعليم ۾ پنهنجو رستو وڏي خود مختياريءَ سان اصولن ۽ قاعدن کي لتاڙي ناهي سگهن ٿا. جيڪو ٿوڙڻ جي پيا همت به نتا ڪري سگهن. اهي اسڪول نصاب، درسي ڪتابن، تدريس جي طريقي، ايتريقدر جو امتحانن جي مقرر ٿيل نظام کان ٻاهر به ڪم ڪري سگهن ٿا. منهنجو مقصد ڪجهه اهڙا اسڪول ڏسڻ لاءِ ويڃڻ هو جتي عام ماڻهن جا ٻار پڙهن ٿا. اتي ئي مون کي ان ڳالهه جي وڌيڪ خبر پوي ها ته انهن کي پنهنجن ٻارن کي مناسب معيار جي تعليم ڏيارڻ ۽ تعليم ۾ ٻوليءَ جي حوالي سان اڻ نبريل مونجهاري جي نتيجن جي حوالي سان کهڙين للڪارن ۽ چئلينجن کي منهن ڏيڻو ٿو پوي.

آباديءَ، ثقافت، سماجي طبقاتي جوڙجڪ ۽ اقتداري حوالي سان گونا گوني، پاڪستان جي ماڻهن جي ڪرداري خاڪي ۾ ايتري ته گهڻي آهي جو اسڪولن جي اوچتي بنا رٿابنديءَ جي چونڊ ڪرڻ سان انهن جي پيٽ ڪرڻ بلڪل ناممڪن هجي ها ۽ اهو صوفن کي نارنگين سان ڀيٽڻ برابر هجي ها. (انگريزي محاورو) ان ڪري مون فيصلو ڪيو ته اورنگي ٽائون ويجهي ۽ اتان جي اسڪولن جو اڀياس ڪجي، خاص ڪري ٻوليءَ جي سکيا

جي حوالي سان، آخر اورنگي ئي ڇو؟ ڇو جو اهو هڪ طرح سان آمدنيءَ، مالي حيثيت ۽ طبقاتي حوالي سان هڪجهڙو علائقو آهي. مون کي هن علائقي ۾ ڪوبہ گهڻ ماڙ شاپنگ پلازه ڪونہ مليو. رستا موٽرڪارن سان ڀُرتيل ڪونہ هئا ۽ سڄي ڪراچيءَ جي پيٽ ۾ هتي موٽر ڪارن ڪان وڌيڪ بسون هلندڙ هيون. سڀ کان اهم ڳالهہ اها تہ اورنگي پائلٽ پراجيڪٽ ريسرچ اينڊ ٽريننگ انسٽيٽيوٽ (OPP-RTI) مون کي اهڙو بنياد مهيا ڪيو جنهن تي آءٌ اوساري ڪري سگهان. مون پنهنجي ڊگهي صحافتي تجربي مان سکيو آهي تہ ڪنهن بہ مقامي جاتيءَ جو اعتماد ۽ اعتبار ڪٽڻ لاءِ ضروري آهي تہ ڪوبہ ٻاهريون ماڻهو ان ۾ داخل ٿيڻ لاءِ ڪنهن ڪميونٽيءَ جي ليڊر يا سرگرم ڪارڪن جو سهارو وٺي. اورنگي پائلٽ پراجيڪٽ (OPP-RTI) وارن، سندن سربراهہ پروين رحمان ۽ سندس عملي، جيڪو گهڻو ڪري اتان جو اصلوڪو رهواسي هو مون کي ڪيترن اسڪولن تائين پهچڻ ۾ مدد ڪئي. پروين 13 مارچ 2013ع تي ٽارگيٽ ڪلنگ جو شڪار ٿي وئي.

اورنگي پائلٽ پراجيڪٽ، ان جي باني اختر حميد خان جي قائم ڪيل روايتن مان هڪ آهي، جنهن تحقيق ۽ توسيع لاءِ ٻهرين سڪڻ ۽ پوءِ سيکارڻ واري انوکي ترقيءَ جي حڪمت عملي جوڙي هئي. ترقيءَ جي ان نموني جي بنياد ۾ ڪميونٽيءَ جي حصيداري يا پاڻ ڀائيواريءَ وارو اصول ڪارفرما آهي. هن سندس انهيءَ ڳالهہ توڙي پنهنجي فلسفي ۽ نتيجن بابت پنهنجي لکڻين ۾ سمجهاڻي ڏني آهي. هن جي تحقيق لاءِ هُن شهر جو چڪر هڻي، ماڻهن سان ڳالهائي ٻولهائي، سندن رهڻي ڪهڻيءَ جو مشاهدو ڪري بہ نتيجا ڪڍيا. پهريون اهو تہ اتان ويجهڙائيءَ ۾ رهندڙ ماڻهن جو ڌيان سندن زندگيءَ جي چئن بنيادي مسئلن تي ٽڪيل هو جن ۾ رهائش ۽ صفائي سترائي، صحت، تعليم ۽ روزگار شامل هئا. ٻيو اهو تہ جيڪڏهن حڪومت اهي بنيادي ضرورتون پوريون نٿي ڪري تہ پوءِ ماڻهو پاڻ پنهنجون ضرورتون پوريون ڪرڻ لاءِ قدم کڻن. اهوئي اورنگيءَ ۾ ٿيو. ڏهہ لک ماڻهن جي هڪ ڪچي آبادي جتي ماڻهن 95000 گهر اڏيا آهن، 509 خانگي اسڪول قائم ڪيا آهن، 646 خانگي دواخانا (clinics) کوليا آهن ۽ پنهنجو گندي پاڻيءَ جو نيڪال سرشتو جوڙيو آهي. (1)

بنگلاديش مان لڏي آيل نام نهاد بهارين تي مشتمل اورنگيءَ جي هيءَ آبادي متحرڪ ۽ محنتي هئي. اهي هر قسم جي موقعن کي هٿ ڪرڻ لاءِ تيار هئا. جيڪي کين مليا. اهڙو بنهه ڪو سبب ڪونه هو جو هو ٻوليءَ واري صورتحال کي پنهنجي فائدي ۾ نه ڪٺي وٺن ها، پر ائين ٿيو ڪونه.

اورنگيءَ جا اسڪول ڪيترن سببن ڪري آدرشي مثال ٿي سگهن ٿا. پهرين ڳالهه ته هن علائقي جي آباديءَ جي خواندگيءَ جي شرح قومي خواندگيءَ جي % 60 سيڪڙي واري شرح کان گهٽي متي آهي. اورنگيءَ ۾ %80 سيڪڙو (اها دعوي هڪ ذريعي کان ٻئي ذريعي تائين ڪجهه فرق رکي ٿي) ماڻهو پڙهيل سمجهيا وڃن ٿا. ٻي ڳالهه ته مون پنهنجي اڀياس لاءِ اورنگي جي چونڊ ان ڪري ڪئي، جو آءٌ حڪومت طرفان تعليم کي نظر انداز ڪرڻ واري ڳالهه جي لاءِ ماڻهن جي رد عمل کان گهٽي متاثر ٿي هئس. بين ماڻهن جي برعڪس هي مات ڪري ويهي ڪونه رهيا، ان اميد تي ته حالتون ضرور تبديل ٿينديون. جڏهن حڪومت اسڪول قائم ڪونه ڪيا ته هنن اڳتي وڌي معاملا پنهنجي هٿ ۾ ڪنيا ۽ پنهنجن ٻارن لاءِ اسڪول قائم ڪيائون. اهي ڪي وڏا نفعي ڏيڻ وارا اسڪول ڪونه هئا، جن جو خرچ اورنگيءَ جي آباديءَ جي وس جي ڳالهه نه هجي ها. ٽين ڳالهه ته عارف حسين جنهن سماجي تبديلي ۽ شهري رٿابندي(town planning) جو اڀياس سماجياتي حوالي سان ڪيو هو. تنهن ان ڳالهه جي نشاندهي ڪئي ته اورنگيءَ جي ماڻهن ۾ مٿيرو وڃڻ جو عمل ٿي رهيو هو ۽ ڪيترائي جوان ماڻهو ڪراچي جي پروفيشنل ڪاليجن ۾ وڃي رهيا آهن.

ان سان گڏ مون اهڙن مختلف اسڪولن جو ذڪر ڪيو آهي، جن جا مون دورا ڪيا، جنهن سان پڙهندڙ تعليم جي معاملن کي انهن جي مڪمل تناظر ۾ سمجهي سگهندا. جيڪڏهن ٻولي اورنگيءَ جي ماڻهن لاءِ هڪ چئلينج ثابت ٿي آهي ته پوءِ ان مسئلي جي شدت جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو.

ڪيترن ئي عوامل جي ڪري، جن مان مکيه آهي اعتبار جوڳا انگ اکر گڏ ڪرڻ ۾ ناڪامي، اهو پڪ سان چئي نٿو سگهجي ته اورنگيءَ ۾ ڪل ڪيترا اسڪول هلي رهيا آهن (2) جدول نمبر 7.1 مان ان قسم جي ڏيتا گڏ ڪرڻ ۾ پيش ايندڙ ڏکيائين جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو.

**جدول 7.1: اورنگيءَ جا اسڪول**

| سال | ذريعو | سرڪاري اسڪول | خانگي اسڪول |
|---|---|---|---|
| 1989 | او پي پي سروي | 76 | 521 |
| 2003 | يونين ڪائونسل | 69 | 644 |
| 2003 | او پي پي- آر ٽي آءِ | 58 | 567 |
| 2010 | حڪومت | 170 | 189 |

ذريعو: 2010ع ۾ او پي پي- آر ٽي آءِ پاران سروي ڪيا هئا. انگ اکر خانگي اسڪول، ڊائريڪٽوريٽ ڪراچيءَ شهري ضلعي حڪومت ڪراچي جا ڏنل آهن. ٿورا: پروفيسر انيتا غلام علي، مئنيجنگ ڊائريڪٽر سنڌ ايجوڪيشن فائونڊيشن.

ان ۾ موجود گهٽ وڌايون گهٽڻ ئي طريقن سان سمجهائي سگهجن ٿيون. حڪومت طرفان ڏنل رڪارڊ ۾ سرڪاري اسڪولن جو وڏو انگ اورنگي پائلٽ پراجيڪٽ جي سروي ڪندڙن جي طرفان گهٽ ڳڻيل اسڪولن سان پيٽ نٿو ڪائي، جنهن مان ان ڳالهه جي نشاندهي ٿئي ٿي ته گهوسٽ اسڪولن جو معاملو جيترو عام طور سمجهيو وڃي ٿو ان کان گهڻو وڏو آهي. ساڳيءَ طرح سرڪاري رڪارڊ ۾ خانگي اسڪولن جو گهٽ تعداد اورنگي پائلٽ پراجيڪٽ وارن جي ڳڻپ سان نٿو ٺهڪي. ان جو سبب اهو ٿي سگهي ٿو ته ڪيترا اسڪول شايد رجسٽر ٿيل ئي ڪونه هوندا. اسڪول رجسٽريشن حاصل ڪرڻ ۾ جيڪي ڏکيائيون ڏسن ٿا ۽ اهو عمل شروع ڪرڻ کان رشوت جي ڏس ۾ جيترو پئسو خرچ ڪن ٿا اهي مسئلا مالڪن کي ائين ڪرڻ کان روڪين ٿا ۽ هو اهڙي رسمي نظام ۾ داخل نه ٿيڻ کي ترجيح ڏين ٿا. اهي پنهنجن شاگردن کي ايس ايس سي (مئٽرڪ) جو امتحان ڏيارڻ لاءِ اهڙن اسڪولن جي مدد وٺن ٿا، جيڪي ڊائريڪٽوريٽ وٽ رجسٽر ٿيل آهن ۽ بورڊ آف سيڪنڊري ايجوڪيشن ڪراچيءَ جا تسليم ڪيل آهن.

انهيءَ ڪري انگن اکرن جي تماشي ۾ وڃڻ ڪانسواءِ ماڻهو مختلف قسم جي ادارن جي باري ۾ ڳالهائي سگهي ٿو ۽ انهن ۾ تعليم لاءِ استعمال ٿيندڙ ٻوليءَ بابت معلوم ڪري سگهي ٿو. اڄ اورنگيءَ ۾ هلندڙ اسڪولن جا چار قسم ڳڻي سگهجن ٿا. اهي آهن:

1. سرڪاري اسڪول
2. خانگي مالڪن جا اسڪول جيڪي وچولي يا هيٺين سطح جي في وٺن ٿا.
3. اين جي اوز ۽ خيراتي ادارن طرفان هلندڙ اسڪول
4. مدرسا

## سرڪاري اسڪول

سرڪاري اسڪولن کي حڪومت طرفان باقاعدي جوڙيل نظام جي ليکي جي اندر رهندي ڪم ڪرڻو پوندو آهي ۽ تعليمي اختيارين طرفان ڏنل ٻوليءَ بابت هدايتن جي پوئواري ڪرڻي هوندي آهي. اورنگيءَ ۾ اردو اسڪولي تعليم ۾ ميڊيم طور استعمال ٿيندي آهي ۽ انگريزي هڪ مضمون طور پڙهائي ويندي آهي. جنهن وقت 2010ع ۾ مون پهرئين درجي کان انهن اسڪولن جا دورا ڪيا، ان وقت هنن جي ٻوليءَ بابت پاليسي 2009ع واري اعلان ڪيل قومي تعليمي پاليسيءَ سان هم آهنگ ڪانه هئي. 2010ع ۾ 18 ترميم پاس ٿي، جنهن تعليم (واري شعبي) کي صوبن حوالي ڪيو. آئين جي آرٽيڪل A-25 تحت تعليم کي ملڪ جي انهن سڀني ٻارن لاءِ لازمي ۽ مفت ڪيو ويو جيڪي 5 کان 16 سالن جي وچ ۾ هجن. انهيءَ آرٽيڪل A-25 تحت سنڌ اسيمبليءَ به ساڳيو قانون پاس ڪيو. تنهن هوندي به ٻوليءَ جي صورتحال تي ڪو اثر ڪونه پيو ڇو جو انهيءَ پاليسيءَ کي لاڳو ڪرڻ پنهنجي ليکي غير واضح آهي.

جيتوڻيڪ موجوده لساني پاليسي ٻارن جي فائدي ۾ استعمال ٿيڻ گهرجي، پر اها مسئلن کان آجي ڪانهي. هتي آبادي جا ڪجهه حصا اهڙا آهن، جيڪي اردو نٿا ڳالهائين. قصبه ڪالوني جي اسڪول جو دورو ڪرڻ تي مون ڏٺو ته اتي جيڪي ٻار داخل هئا، اهي اوسي پاسي ۾ موجود ڪارخانن جي مزدورن جا ٻار هئا (ان علائقي کي اورنگي ٽائون کان ڌار ڪري 2002ع کان سائيٽ ٽائون ۾ شامل ڪيو ويو آهي). اهي ٻار پشتو ڳالهائيندڙ آهن ۽ تمام غربت واري ماحول ۾ رهن ٿا ۽ اردو ڳالهائيندڙن سان لهه وچڙ ۾ نٿا اچن، ان ڪري اهي اردو نٿا سمجهي سگهن. جڏهن اهي ٻار اسڪول داخل ٿيڻ جي عمر کان اڳ اسڪول اچن ٿا ته انهن کي اردو سمجهه ۾ ڪانه ايندي آهي. اتي استادن کي، ٻارن کي اردو ڳالهائيندڙ ماحول ۾

هيرائڻ ۾ به سال لڳيو وڃن. ان لاءِ ڪڏهن ڪڏهن ٻارن جي وڏن ڀائرن ڀينرن مان ڪنهن کي گهرائي ترجمان وارو ڪم ورتو ويندو آهي.

جيڪڏهن حڪومت کي اهڙو خيال هجي ها جهڙو قصبه ڪالونيءَ جي هڪ خانگي اسڪول وارن کي ساڳين حالتن ۾ هو ۽ انهن ان کي حل به ڪيو آهي، ته اهو مسئلو گهڻو اڳ حل ٿي وڃي ها. نونهال اڪيڊميءَ جي عبدالوحيد خان پرائمريءَ کان اڳ واري سيڪشن لاءِ ڪي پشتو ڳالهائيندڙ استاد رکيا آهن ته جيئن ٻارن کي پشتو کان اردوءَ ڏانهن آڻڻ ۾ سولائي ٿئي.

اهڙن اسڪولن کي جيڪي مسئلا درپيش آهن، انهن ۾ صرف علائقي ۾ رهندڙ نسلي اقليتن جي ٻارن کي پنهنجي مادري زبان بدران ڪنهن ٻي ٻوليءَ ۾ تعليم ڏيڻ وارو هڪڙو مسئلو ڪونهي. درسي ڪتابن جي خراب معيار کي پڻ نظرانداز نٿو ڪري سگهجي، جيڪي ٽيڪسٽ بڪ بورڊ شايع ڪن ٿا. ان ڪانسواءِ پڙهائڻ يا تدريس جو معيار اتي هلندڙ اسڪولن ۾ ٻارن جي گهٽائي، اسڪول انتظاميا ۽ استادن جي غير دلچسپي، بورڊ آف سيڪنڊري ايجوڪيشن طرفان ٿيندڙ امتحانن جو ناقص نظام ۽ تعليم کاتي ۾ رشوت ۽ پنهنجا نوازي وارين خرابين سان گڏوگڏ انهن جي مانيٽرنگ جي اٿرائتي سرشتي جي اڻهوند به شامل آهي، جنهن جي ڪري جيڪي ٿورا باشعور هيڊ ماسٽر نظام ۾ ڪا تبديلي ڪرڻ چاهين ٿا، اهي بي دل ٿي وڃن ٿا ، ڇو ته (اڪيلي سر) هو ائين ڪري نٿا سگهن.

سڀ کان شديد مسئلو گهوسٽ اسڪولن جو آهي، جيڪي صرف ڪاغذن ۾ موجود آهن. جيڪي پاڪستان ۾ ڪنهن وقت 12000 چيا وڃن ٿا. اهي مالي وسيلن کي هضم ڪري بدعنوان ماڻهن جي کيسن کي ڀرڻ جو سبب آهن. انهن سمورن منفي ڪمن جو صرف هڪ مثبت ڪم سان مقابلو نٿو ڪري سگهجي. جيڪو آهي سکيا جي ٻوليءَ وارو! بلڪ عوام ۾ اهو تاثر گهر ڪري ويو آهي ته اردو يا صوبائي ٻولي ۽ تعليم جو خراب معيار گڏ گڏ هلن ٿا. حالانڪ ائين نه هئڻ گهرجي. انگريزيءَ جي حامي طبقن سرڪاري اسڪولن جي مثال ذريعي پنهنجي ان نقطہ نظر کي سگهارو

ڪرڻ جي ڪوشش پئي ڪئي آهي تہ سٺي تعليم رڳو انگريزيءَ جي ذريعي ئي ڏئي سگهجي ٿي. پنهنجي ڳالهہ جي پنيرائي لاءِ هو خانگي انگريزي ميڊيم اسڪولن جو مثال دليل طور ڏين ٿا. اها قومي ٻولي، صوبائي ٻولين، تعليم جي مقصد ۽ لاشڪ پاڪستان جي ٻارن جي خلاف غلط روش آهي، جن جي تعليم غلط نموني ناهيل رٿائن ۽ ڪوتاهہ نظر حڪمت عملين جو شڪار آهي، جيڪي پاڪستان جي تعليم جي رٿابندي ڪرڻ وارن جون جوڙيل آهن.

## نجي اسڪول

اورنگيءَ جا اهي اسڪول جيڪي نجي ڪاروبار ڪندڙن جا آهن، انهن جو مکيہ فائدو اهو آهي تہ اهي گهڻو ڪري ماڻهن جي مالي پهچ ۾ آهن ۽ متحرڪ منتظمن طرفان هلايا وڃن ٿا. پر انهن کي گهٽين ئي للڪارن کي منهن ڏيڻو پوي ٿو. اهي جيڪي مالي لحاظ کان بهتر فنڊ حاصل ڪن ٿا، ان مان ڪجهہ حصو ٿورو وڏيڪ رڪيل في مان (300 کان 450 روپيا مهينو) اچي ٿو. اهي ظاهر آهي تہ حڪومت جي سرڪاري اسڪولن کان بهتر تعليم ڏين ٿا. پر اهڙا گهٽ فيءَ وارا خانگي اسڪول جيڪي هر مهيني 50 روپين کان 300 روپين تائين في وٺن ٿا تہ اهي جاءِ جي ڪشادگيءَ توڙي سهولتن ۾ ڪجهہ گهٽتائي ڪن ٿا. ان سان گڏ هنن کي هڪ ٻيو نقصان ٿئي ٿو جيڪو ملڪ جي اڪثر ٻين تعليمدانن کي بہ ٿيندو آهي، تہ وٽن سٺن تربيت يافتہ استادن جي کوٽ هوندي آهي. نتيجي طور هو هر وقت ان جدوجهد ڪرڻ ۾ پورا هوندا آهن تہ پنهنجن شاگردن کي ٿوري گهڻي تعليم ڏئي سگهن، جيڪا هميشہ ممڪن ڪونہ هوندي آهي. انگريزيءَ جي سکيا هميشہ سڀ کان وڏي رڪاوٽ هوندي آهي، ڇو جو سٺا انگريزيءَ جا اُستاد ملڻ اجا بہ ڏکيو آهي، خاص ڪري اورنگيءَ جهڙي گهٽ آمدنيءَ واري علائقي ۾.

انهن مان مون ڪيترائي اسڪول ٻاڻ وڃي ڏٺا. تہ اهي ڪيئن ٿا ڪم ڪن؟ اتي مون کي انهن مسئلن جي خبر پئي، جن کي هو منهن ڏين ٿا

۽ انهن جي تدارڪ لاءِ ڪهڙي حڪمت عملي جوڙين ٿا. هتي هڪ اهڙي اسڪول جو احوال ڏيان ٿي جيڪو مون 2010ع ۾ ڏٺو:

2002ع ۾ قائم ٿيڻ جي باوجود هي اسڪول اڃا تائين خانگي اسڪولن جي ڊائريڪٽوريٽ وٽ رجسٽر ٿيل نہ آهي، ان ڪري ان کي ڪراچيءَ جي بورڊ آف سيڪنڊري ايجوڪيشن کان بہ تسليم ڪرائي ڪونہ سگهيا آهن. اها هڪ عام ڪهاڻي آهي، جيڪا مون کي بار بار اسڪولن جي مالڪن کان ٻڌڻي پئي، اهڙا ننڍي سرمائي وارا مالڪ جن جا ڪي لڳ لاڳاپا ۽ اثر رسوخ نہ هجن، جيڪي پاڪستان جي سماجي ڍانچي ۾ ڪن ٻين ماڻهن وٽ هوندا آهن تہ انهن لاءِ رجسٽريشن حاصل ڪرڻ جي اڳيان ڪاموري شاهي هڪ وڏي رڪاوٽ هوندي آهي، جنهن کي هو پڃي ڪونہ سگهندا آهن. نہ ئي وري هنن وٽ ايترا وسيلا هوندا آهن، جن سان هو ننڍين ننڍين ڪلارڪن ۽ آفيس جي انهن ملازمن جون مٺيون گرم ڪري سگهن، جيڪي ڪراچيءَ جي 'ڊائريڪٽوريٽ آف پرائيويٽ اسڪولز' ۾ ويٺا هوندا آهن، جن جي سهڪار ڪانسواءِ هو سندن ٻ'لا آفيسرن سان ملي بہ نٿا سگهن، نتيجي طور انهن جي انسپيڪشن نٿي ٿئي تہ پوءِ اختيارين جي رڪارڊ ۾ اهي آهن ئي ڪونہ۔ اهو سڄو لقاءُ سرڪار جي گهوسٽ اسڪولن واري لقاءَ جي بنهہ ابتڙ آهي.

آهستي آهستي وڌندي، هي اسڪول جيڪو ٻن درجن (ڪلاسن) تي مشتمل هو ۽ ان ۾ صرف 25 ٻار داخل هئا. سو اڄ ٻارنهن درجن (نرسريءَ کان ميٽرڪ) تي مشتمل 12 ڪمرن ۽ 250 شاگردن (150 ڇوڪريون ۽ 100 ڇوڪرا) وارو ٿي چڪو آهي. هن ۾ سهولتن جي حوالي سان ڏسبو تہ هڪ باٿ روم مان ٿي ڪيا ويا آهن. بجلي مهيا ڪئي وئي آهي، حنهن جي لاءِ مالڪ کي ڪراچي اليڪٽرڪ (اڳ ۾ ڪي اي ايس سي) کي ڪمرشل اگهہ تي بل ڏيڻو ٿو پوي، هڪ سائنس ليبارٽري، ٻارنهن ڪمپيوٽر ۽ هيڊ ماستر جي ڪمري ۾ ڪتابن سان ڀريل ڪٻٽ لائبريريءَ طور مهيا ڪيل آهن. اسڪول جي في 150 رپيا پرائمري ڪلاسن لاءِ ۽ 350 رپيا سيڪنڊري ڪلاسن لاءِ ورتي وڃي ٿي.

اسڪول ۾ ٻارنهن (12) استاد رکيا آهن، جن مان نوَ (9) عورتون آهن. ٻارنهن استادن مان صرف ٽي تربيت يافتہ آهن، جڏهن تہ ٽي گريجوئيٽ آهن. هڪ استاد ٻين جي ڪم تي نظر رکندي آهي. سندن ماهوار پگهار 700 کان 1500 روپين جي وچ ۾ آهي. جيتري قدر تعليمي معيار جو سوال آهي تہ جيڪڏهن بورڊ جي نتيجن کي ڪسوٽي ڪري ڏسجي تہ جيڪي ڀاڻ بہ اطمينان بخش ڪونهن-هنن جا نتيجا اخبارن ۾ آيل سرڪاري اسڪولن جي خراب ڪارڪردگيءَ جي ڀيٽ ۾ بهتر آهن. 2008ع ۾ ڇهہ شاگرد ميٽرڪ جي امتحان ۾ ويٺا، جن مان پنجن ڇوڪرن B گريڊ کنيو ۽ هڪ ڇوڪريءَ A گريڊ حاصل ڪيو. 2009ع ۾ امتحان ۾ ويهڻ وارن ڇهن ئي شاگردن B گريڊ حاصل ڪيو. پڙهائيءَ جي ٻولي گاڏڙ آهي، جيئن مون شهر جي ان قسم جي سمورن اسڪولن ۾ ڏٺو آهي. جيڪڏهن توهان هيڊ ماستر يا ماسترياڻيءَ کان پڇندا تہ تعليم جو ذريعو ڪهڙي ٻولي آهي تہ سيئي چوندا"انگريزي" آهي. ڪتاب انگريزيءَ ۾ آهن، پر استاد سبق اردوءَ ۾ سمجهائيندا آهن ۽ پوءِ شاگردن کي متن ياد ڪرڻ لاءِ چيو ويندو آهي تہ جيئن سوالن جا جواب انگريزيءَ ۾ لکن. اهو طريقو شاگردن سان ناانصافيءَ وارو آهي، جيڪڏهن انهن کي جواب پنهنجي ٻوليءَ ۾ لکڻ جي اجازت ڏني وڃي تہ اهي يقيناً وڌيڪ بهتر ڪارڪردگيءَ سان گڏ تخليقي تخيلاتي صلاحيت جو مظاهرو ڪندا. هن قسم جا اسڪول شاگردن کي گهڻا فائدا بہ ڏين ٿا. جيئن تہ اهي ادارا ڪميونٽيءَ ۾ پنهنجون پاڙون رکن ٿا، ان ڪري مالڪ جيڪي پاڻ بہ اورنگيءَ ۾ رهن ٿا، پنهنجي ڪم سان سچائي ۽ وابستگي ڏيکارين ٿا. ڪامورڪي بندشن کان آزاد هئڻ جي ڪري هي اسڪول راهہ ۾ آيل ڪن رڪاوٽن کي پاڻ ئي دور ڪرڻ لاءِ ڪوششون ڪندا آهن. جن جا مون دورا ڪيا، انهن اسڪولن ۾ صفائي سٿرائي هئي، باٿ روم بہ هئا، بجلي بہ هئي ۽ ساوڪ بہ هئي پوءِ ڪٿي ڪن ۾ گلن جون ڪونڊيون رکي اها ڪئي وئي هئي، سندن محدود مالي وسيلن کي ڏسندي، ان کان وڌيڪ جي اميد بہ نٿي رکي سگهجي. انهن رڪاوٽن جي باوجود هو فزيڪل ٽريننگ (پي ٽي) جا پيريڊ بہ رکن ٿا، هڪ

اسڪول ان کي پنهنجي ورانڊن ۾ تي ڪرايو ۽ کليل ميدان ۾ رانديون پڻ منعقد ڪرايون وڃن ٿيون. گهڻن مالڪن جو چوڻ هو تہ ٻارن کي تعليم ڏيڻ سندن خواب هو. ڪنهن بہ پنهنجي اسڪول کي ڪاروبار ڪونہ چيو حالانڪ انهن کي هلائڻ لاءِ هنن کي مالي ضرورتون بہ پوريون ڪرڻيون هيون.

ٻين اسڪولن وانگر هن اسڪول ۾ بہ استادن جو معيار هڪ وڏو مسئلو هو اهي اردو ۽ انگريزيءَ کي ملائي استعمال ڪري رهيا هئا. صرف اسلاميات ۽ اردوءَ جا مضمون نج اردوءَ ۾ پئي پڙهايائون. ٻين مضمونن جي متن جي سمجهاڻي گهڻو ڪري اردوءَ ۾ ڏيندا آهن. درسي ڪتاب انگريزيءَ ۾ هئا ۽ شاگردن کي جواب انگريزيءَ ۾ لکڻا هئا. ان ڪري شاگردن جي قابليت انگريزيءَ ۾ ٻڙي هئي ۽ هو ان ۾ ڪو اظهار ڪري نٿي سگهيا پر جيڪڏهن هنن سبق جو مضمون سمجهيو بہ ٿي تہ انهن ۾ ايتري قابليت ڪونہ هئي جو هو پنهنجا جواب پنهنجن لفظن ۾ انگريزيءَ ۾ لکي سگهن. ان ڪري انهن پنهنجا جواب رٽي پوءِ ڪاغذ تي ٿي لکيا. مون کي اها خبر ڪانهي تہ ٻولين جي انهيءَ ملاوٽ جو شاگردن جي سکيا تي ڪهڙو اثر ٿي پيو. ان ڪري شڪ آهي تہ حقيقت ۾ واقعي شاگرد پنهنجن خيالن جو دائرو وڌائي ڪتابن ۾ موجود ڄاڻ کان ٻاهر جي ڄاڻ جو اظهار ڪري بہ سگهن ٿا يا نہ.

تنهن ڪري انهيءَ لقاءَ کي سمجهي سگهجي ٿو عوام جي انگريزيءَ واري گهر کي ڏسندي، اسڪولن طرفان پنهنجن گراهڪن جي ضرورتن جي موٽ چالاڪيءَ سان ڏني وڃي ٿي. اهي پنهنجن استادن کي سبق اردوءَ ۾ سمجهائڻ جي هدايت ڏين ٿا، حالانڪ درسي ڪتاب انگريزيءَ ۾ هوندو آهي. سو اهڙيءَ طرح مائٽ سمجهندا آهن تہ سندن ٻار انگريزي پيو سکي پر کين اها خبر ڪانہ هوندي آهي تہ انگريزي ائين ڪانہ پڙهائبي آهي.

ڪي اسڪول موقعو ملڻ تي پنهنجن استادن کي تربيتي ورڪشاپن ۾ بہ موڪليندا آهن. اتان جي تعليمدانن جي اطلاع مطابق اهڙي تربيت بلڪل اڻپوري هوندي آهي، ان ڪري تعليمي معيار گهربل سطح کان گهٽ هوندو آهي، اهڙي منظر نامي ۾ ٻوليءَ جي معاملن وري تدريس جي طريقي ۽ تعليم جي معيار

لاءِ مونجهارا ۽ نوان مسئلا کڙا ڪيا آهن. ماڻهن جي ذهنن ۾ اهو عام تاثر پيدا ٿي ويو آهي تہ سٺي تعليم صرف انگريزي ٻوليءَ جي بنياد تي ٻيهاري سگهجي ٿي. هتي اهو بہ غلط تصور آهي تہ مختلف مضمونن جي مضبوط ڄاڻ جي بدران رڳو انگريزيءَ جي قابليت ڪنهن بہ ماڻهوءَ کي ملازمت جي هنڌ (Job Market) تي ڪاميابيءَ جي ضمانت ڏئي سگهي ٿي.

انگريزي پڙهائڻ يا انگريزيءَ ۾ پڙهائڻ لاءِ لياقت رکندڙ سٺن استادن جي اڻهوند جي ڪري اورنگيءَ جا اسڪول مايوسيءَ جو شڪار آهن. انگريزيءَ جي پنيان ڊوڙڻ جي ڪري هنن اسڪولن ٻارن کي مختلف مضمون سندن ٻوليءَ ۾ بهتر نموني پڙهائڻ جو موقعو وڃائي ڇڏيو آهي، جيڪا اورنگيءَ جي حوالي سان اردو آهي. هنن ڪميونٽي اسڪول هئڻ جي حيثيت سبب بهرحال فائدا بہ ڏنا آهن. جيئن اختر حميد خان اهو ٻڌايو هو تہ اهي اسڪول پنهنجي اوڙي پاڙي جي جاتين سان جڙيل آهن، جن جي ضرورتن جي هو موٽ ڏين ٿا ۽ اهي پاڻ وري سندن اخلاقي ۽ مالي سهڪار تي انحصار ڪن ٿا. ان ڪري اهي اسڪول مائٽن ۽ سرپرستن جي پريشانين کان اڻ واقف نٿا رهي سگهن ۽ پنهنجي معيار ۽ ڪارڪردگيءَ جي باري ۾ خبردار رهڻو ٿو پوين. (4)

اهي ڪميونٽي اسڪول هڪٻئي سان گڏ ڪم ڪري هڪٻئي جي مدد پڻ ڪندا آهن، جنهن ۾ اورنگي پائلٽ پراجيڪٽ وارا پڻ ساڻن سهڪار ڪندا رهندا آهن. 1995ع ۾ اورنگي پائلٽ پراجيڪٽ جي تعليمي رٿا کي سڌاريو ويو ۽ اهڙن ننڍڙن اسڪولن جي مدد لاءِ "اسڪول سپورٽ پروگرام" جو بنياد رکيو ويو جن ۾300 کان وڌيڪ شاگرد نہ هجن ۽جن جي في بہ تمام گهٽ هجي. 2011ع تائين اٽڪل 574 اهڙن اسڪولن کي هن پروگرام تحت 6000 کان 12000 روپين تائين گرانٽ ڏني وئي (جيڪا هاڻي وڌائي 18000 روپيا ڪئي وئي آهي) ۽ هن پراجيڪٽ 8.5 ملين (پنجاسي لک) رپيا پنهنجي هن اسڪول سپورٽ پروگرام لاءِ خرچ ڪيا آهن. هن رقم 3592 استادن (جنهن مان 2630 عورتون آهن) جي تعليم کي اڳتي وڌايو آهي ۽ انهن کي نوڪريون مهيا ڪيون آهن. لڳ ڀڳ

61.971 ٻارن (29345 ڇوڪرين) هنن اسڪولن جي ڪوشش سان تعليم پرائي آهي.

اهڙا اسڪول جن کي مدد جي ضرورت هوندي آهي، اهي پنهنجي ضرورتن مطابق رقم جي واڌاري سان ٻڌندا رهندا آهن. (OPP-RTI) اورنگي پائلٽ پراجيڪٽ ريسرچ ايډ ٽريننگ انسٽيٽيوٽ انهن اسڪولن جا واڌاري جا چار مرحلا ڄاڻايا آهن: پهرئين مرحلي ۾ اهو ڪاروبار ڪندڙ کي اسڪول کي اپ گريڊ (مٽيرو) ڪرڻ لاءِ گهٽ رقم جي ضرورت هوندي آهي. ٻئي مرحلي تي سال اندر اسڪول اداري جي شڪل اختيار ڪندا آهن. ٽئين مرحلي تي اهي رسمي/ باقاعدي ادارا بڻجي اڀرندا آهن ۽ قرض وٺي اهو واپس پرڻ جي حيثيت ۾ اچي ويندا آهن. آخري مرحلي تي ننڍا ننڍا اسڪول گڏ جي ڪنهن ننڍي اداري جي مدد ڪندا آهن (5)

2004ع ۾ 36 اسڪولن گڏجي يونائيٽيڊ ڊولپمينٽ سوسائٽي (United Development Society) نالهڻ تي راضپو ڏيکاريو. انهن ڪنهن بہ غير رواجي خرچ لاءِ پنهنجي پنهنجي بچت ملائي فنڊ گڏ ڪيو جنهن ۾ بنيادي ضرورتن جي واڌاريہ اسڪول جي عمارت جي سنڀال ۽ مرمت وغيره لاءِ ۽ نئين فرنيچر جي خريداري ۽ مرمت جي مد ۾ خرچ شامل آهن. اڄ ان سوسائٽيءَ جا 42 ميمبر آهن. بہ سال اڳ بلديا جي اسڪولن بہ ان جي پوئواريءَ ۾ پرائيويٽ اسڪولس ڊولپمينٽ آرگنائيزيشن قائم ڪئي، جنهن جا مقصد بہ ساڳيا آهن.

2010ع ۾ 'اسڪول سپورٽ پروگرام' وارن ادارن پنهنجن شاگردن کي امتحانن لاءِ تيار ڪرڻ لاءِ امتحان کان اڳ ۾ مشق وارا آزمائشي امتحان ورتا. انهن کي اخلاقي ڳالهين سان بہ متعارف ڪرايو ويو تہ جيئن اميدوار امتحاني پيپر لکڻ مهل ايمانداري ۽ ڪردار جي مضبوطيءَ جي اهميت کان واقف ٿين.

اسڪول سپورٽ پروگرام انهن بچت ڪندڙ گروپن جي مدد ڪرڻ لاءِ "ٽيچرس ٽريننگ" (استادن جي تربيت) ۾ سهائتا ڪندا آهن. ان مقصد لاءِ هنن 'ماسٽر ٽرينر' رکيا آهن ۽ چئن سالن کان باقاعدي پندرنهن ڏينهن

جا ڪورس هلايا پيا وڃن، جن مان 400 استادن تربيت ورتي آهي. اهڙا ڪورس /30000 رپين جيترو خرچ گهرن ٿا. جڏهن استاد سمورو خرچ پري نہ سگهندا آهن تہ (OPP-RTI) انسٽيٽيوٽ سندن کوٽ پوري ڪندو آهي.

اهي اسڪول اقتصادي لحاظ کان صفا آخري ڏاڪي تي آهن. جڏهن ڪنهن اسڪول وٽ وسيلن جي کوٽ ٿيندي آهي تہ اورنگي پائلٽ پراجيڪٽ پاران ان کي گرانٽ يا قرض ڏنو ويندو آهي، جيڪو ڪڏهن وياج سان تہ ڪڏهن بنا وياج هوندو آهي تہ جيئن هو پنهنجي مشڪلاتن کي منهن ڏئي سگهن. جيئن ئي اسڪول جي قرض جي واپسيءَ جي سگهہ بهتر ٿيندي آهي، تہ پوءِ انهن کي اجا وڌيڪ قرض 30000 رپين تائين ڏنو ويندو آهي. اورنگي پائلٽ پراجيڪٽ وارا انهن اسڪولن کي اڏاوتي ڪم لاءِ ٽيڪنيڪل مدد بہ ڏيندا آهن (6)

## ٽرسٽ ۽ اين جي اوز (غير سرڪاري تنظيمن) جا اسڪول

ان درجي بنديءَ ۾ اينڊڙ اسڪولن ۾ TCF (دي سٽيزن فائونڊيشن) جا اسڪول، بزم آمنہ جا اسڪول ۽ برائيٽ ايجوڪيشن سوسائٽيءَ جي نونهال اڪيڊمي (جيڪا سوسائٽيز رجسٽريشن ايڪٽ 1860ع تحت رجسٽرڊ ٿيل آهي) شامل آهن. اهي سيئي اسڪول ڪنهن ٽرسٽ، فائونڊيشن يا سوسائٽيءَ طرفان سنڀاليا ويندا آهن ۽ پنهنجا اسڪول هلائڻ لاءِ عطيا گڏ ڪندا آهن. اهي هڪٻئي کان ڪن تفصيلن ۾ مختلف آهن.

اپريل 2013ع ۾ ٽي سي ايف (TCF) جا يارنهن پرائمري ۽ چار سيڪنڊري اسڪول اورنگي ٽائون ۾ هئا، جن ۾ 1614 شاگرد پرائمري اسڪولن ۾ ۽ 347 سيڪنڊري اسڪولن ۾ داخل ٿيل هئا. اهي اسڪول سموري ملڪ ۾ پکڙيل TCF اسڪولن جي نيٽ ورڪ جو حصو آهن، جن جا هاڻي 1000 اسڪول آهن جن ۾ 145000 شاگرد پڙهن ٿا. جيئن تہ TCF پنهنجي اسڪولن جي ڪلاس ۾ 30 شاگردن جي تعداد کان مٿي نٿا داخل ڪن، ان ڪري ڪو بہ هڪ اسڪول 180 شاگردن کان وڌيڪ انگ کي داخل نٿو ڪري سگهي. مون جيڪو سندن اسڪول گلشن ضياء ۾ گهمي ڏٺو. اهو 2001ع ۾ قائم ٿيو هو جنهن کي شروع ۾ ٽن سالن لاءِ رجسٽر ڪرايو

ويو هو. ان کي 2007ع ۾ ٻيهر رجسٽر ڪرايو ويو. هن ۾ 177 شاگرد داخل آهن، جن مان 98 ڇوڪريون ۽ 79 ڇوڪرا شامل آهن. اهو شروع ڪرڻ مهل ان ۾ 74 شاگرد هئا. هر هڪ يونٽ ان وقت قائم ڪيو ويندو آهي جڏهن ڪو امداد ڏيندڙ (doner) 13 ملين جي موڙي ڪٺي اڳيان ايندو آهي، جيڪا اسڪول جي عمارت لاءِ (هڪ معياري رقم) هوندي آهي ۽ ٽن سالن تائين لاڳيتو خرچ ڪرڻ جو معاهدو ڪندو آهي. معاهدو جيڪو 5.4 ملين (54 لک) جي برابر هوندو آهي. هتي بنيادي ڍانچي ۾ واڌاري لاءِ ڪوبہ خرچ ڪونہ وڌايو ويو سواءِ ان جي جو ان ۾ باٿ روم ٽن مان وڌائي ڇھ ڪيا ويا. اسڪول ۾ هڪ لائبرري، هڪ وڏو راند جو ميدان ۽ ڪمپيوٽر موجود آهن.

دي سٽيزن فائونڊيشن وارن جا استادن جي تربيت لاءِ پنهنجا ٽيچرس ٽريننگ سينٽر آهن. جيڪي استادن کي هر سال مسلسل اونهاري جي موڪلن ۾ مفصل تربيت مهيا ڪندا آهن. اها تربيت پيشہ ورانہ مهارت سان ڪرائي ويندي آهي. TCF جي پاليسيءَ موجب صرف عورتون استاد طور رکيون وينديون آهن ۽ مون جيڪو پرائمري اسڪول ڏٺو ان ۾ اٺ ڄڻيون هيون، هڪ ڪانسواءِ باقي سڀ ماسترياڻيون گريجوئيٽ يا ماسٽرس ڪيل هيون، سندن پگهار ماهوار 4000 رپيا يا ان کان مٿي هوندو آهي، جنهن ۾ ٽرانسپورٽ ۽ ميڊيڪل الائونس شامل ڪونهي. هيڊ ماسترياڻي، سينئر ماسترياڻين جي ڪم تي نظر رکندي آهي.

سواءِ انهن ڪتابن جي جيڪي انگريزي پڙهائڻ لاءِ استعمال ٿين ٿا، باقي سڀ ڪتاب اردو ۾ آهن ۽ پڙهائي بہ اردوءَ ۾ ٿيندي آهي. ان سان شاگردن کي وڏو فائدو ملي ٿو ڇو ته گهٽ ۾ گهٽ ڪراچيءَ ۾، جتي اڪثر ٻار اردو ڳالهائين ٿا. انگريزي ٻي ٻوليءَ (L2) طور ٻهرئين درجي کان پڙهائي وڃي ٿي. TCF وارا سنڌ جي اندرين علائقن ۾ بہ اردوءَ کي تعليم جي ذريعي طور استعمال ڪن ٿا. اتي سنڌي ٻي ٻوليءَ طور پڙهائي وڃي ٿي.

جيتريقدر تعليمي سرگرمين جو تعلق آهي، TCF کي هڪ ماڊل طور پيش ڪري سگهجي ٿو سواءِ سندن لساني پاليسيءَ جي اهڙن هنڌن تي جتي اردو شاگردن جي ٻهرين ٻولي ڪانهي. جيئن سنڌ جي اندرين علائقن

۾ اتي سنڌن پاليسيءَ جي خلاف ڪجهه مزاحمت ٿي آهي. ٻاراڻي (پري- پرائمري) ۽ پرائمري سطح تي سنڌي ڳالهائيندڙ ٻارن کي اردوءَ ۾ پڙهائڻ ڪا آدرشي حڪمت عملي نٿي سمجهي سگهجي. 2013ع ۾ انهن ڪجهه پنهنجو رخ بدلايو ۽ هاڻ ڪنڊرگارٽن (ڪي- جي) کان سنڌي پڙهائڻ لاءِ کي اپاءَ ورتا آهن ۽ سنڌيءَ ۾ ڪن سرگرمين (لائبرري، واڌو نصابي سرگرمين جي پروگرامن) جي همت افزائي ڪري رهيا آهن. تنهن هوندي به سنڌن دعوي آهي ته مڪمل سنڌي ميڊيم تعليم جي لاءِ ضروري معياري وسيلا ميسر ڪونه اٿن.

اورنگيءَ ۾ جتي ٻارن جي اڪثريت جي ٻولي اردو آهي، تعليم جي ذريعي جي باري ۾ ڪو مسئلو پيدا ڪونه ٿيو آهي. البت TCF کي گهرجي ته هو ڪميونٽي اسڪول واري نموني يا ماڊل طرف وڃي. جيڪڏهن هنن کي اورنگيءَ مان سيئي استاد رکڻ ۾ ناڪامي ٿي آهي ته ان جو سبب اهو آهي ته هن گهٽ ترقي يافته علائقي ۾ گهربل لياقت وارين ماسترياڻين کي ڳولي لهڻ مشڪل آهي، جيڪڏهن مڪاني عملي کي روزگار ڏيڻ واري پاليسي اختيار ڪن ته تمام بهتر ٿيندو جيئن صرف عورتن کي استاد طور کڻڻ واري پاليسي ٺهيل آهي ان سان عملي ۽ شاگردن ۾ هڪڙو پنهنجائپ وارو احساس پيدا ٿيندو. اهو ان ڪري به اهم آهي، جو ان سان ڪميونٽيءَ جي ڀاڱي ڀاڻيواريءَ کي هٿي ملندي، جيڪا ان ڪري به ضروري آهي جو ائين مقامي ليڊر به پنهنجي مقامي اسڪول ۾ دلچسپي ڏيکاريندا.

هنن جو ماهوار خرچ هر هڪ ٻار تي 1200 رپيا اچي ٿو. جنهن جو صرف 15 سيڪڙو ٻارن جي فين مان حاصل ٿئي ٿو ڪي ٻار ته مقرر فيءَ جا 300 رپيا به ماهوار ڀرڻ جي قابل ڪونه هوندا آهن. انتظامي خرچن تي ڪل خرچ جي ڏهه سيڪڙي کان به گهٽ استعمال آهي. نظرداري (monitoring) تمام سخت آهي ۽ جيئن ته TCF پنهنجي امداد ڪندڙن ڏانهن جوابده آهي ان ڪري هر ڳالهه جو شفاف هئڻ ضروري آهي. مون TCF ۾ جيڪي ٽيسٽ

ورتا انهن جي نتيجن مان خبر پوي ٿي تہ شاگردن کي جيڪو ڪجهہ پڙهايو ويجي ٿو تنهن تي سٺي دسترس رکن ٿا.

بزم امينہ اسڪول هڪڙي ٽرسٽ پاران سنڀاليو ويجي ٿو جيڪو سن 2000ع ۾ 42 شاگردن ۽ 5 استادن سان شروع ٿيو هو. ان جي هيڊ ماسترياڻي مسز ضياء علي، هڪ سرڪاري ڪاليج جي سائنس جي رٽائرڊ پروفيسر آهي، هن وقت اسڪول 585 شاگردن ۽ 32 استادن تي مشتمل آهي، (12 عورتون ۽ 6 جز وقتي) انهن مان صرف ٿي ماسترياڻيون تربيت يافتا آهن پر اسڪول ماسترياڻين کي اونهاري ۾ ٽيندڙ تربيتي ورڪشاپن ۾ موڪلڻ جو بندوبست ڪندو آهي، جيڪي هڪ اين جي او DIL (ڊولپمينٽ ان لٽريسي) جي طرفان منعقد ڪرايا ويندا آهن.

شروع ۾ پنجن ڪمرن ۽ ٽن درجن (ڪلاسن) سان ابتدا ڪري، هن وقت هي اسڪول وڏي 24 ڪمرن ۽ 12 ڪلاسن وارو ٿي چڪو آهي، جنهن ۾ نرسريءَ کان ميٽرڪ تائين پڙهايو ويجي ٿو. ٽرسٽ ان جي عمارت اڏڻ ۾ مدد ڪئي، جيڪا هاڻي ٽي ماڙ آهي. هن ۾ 18 ڪمپيوٽر آهن ۽ هڪ ڪان وڏيڪ باٿ روم بہ آهن. في صفا نالي ماتر آهي، صرف 25 رپيا مهينو ۽ اندازا سئو شاگرد ڪابہ في ڪونہ ڏيندا آهن. ٻيا ڪجهہ ترغيبي عمل جهڙوڪ ڪير ۽ يونيفارم، شاگردن لاءِ ۽ راشن (سيڌو سامان) سندن ڪٽنبن لاءِ ڪليءَ دل سان ڏنا ويندا آهن. اسڪول هر ٽئين سال رجسٽر ڪرايو ويندو آهي جيڪو ترتيبوار 2003ع، 2006ع ۽ 2009ع ۾ رجسٽر ڪرايو ويو. اهو ڪو آسان طريقہ ڪار ڪونهي. جڏهن پهريون ڀيرو هيڊ ماسترياڻي پنهنجي مڙس سان گڏجي پرائيويٽ اسڪولن جي ڊائريڪٽوريٽ (ڪراچي) وئي هئي تہ انهن کي آفسر شاهي طرفان رڪاوٽن ۽ رنڊڪن جو منهن ڏسڻو پيو. پر پوءِ پنهنجي طبقاتي حيثيت سبب بچي ويا. اهي ڊائريڪٽر جي آفيس ۾ وڃڻ جو مطالبو ڪري پنهنجا ڪم ڪڍائي ٿي آيا.

اسڪول پنهنجي طرفان ٻوليءَ واري معاملي جو وچٿرو حل ڪڍيو آهي، جيڪو اڪثر ٻيا سيئي اسڪول بہ عمل ۾ آڻيندا آهن. انگريزي درسي ڪتابن جو مواد اردوءَ ۾ سمجهايو ويندو آهي، ان ڪان پوءِ شاگردن کي

انگريزيءَ ۾ ڪيل سوالن جا جواب ڏيٺا هوندا آهن. هڪڙي ڪلاس سماجي اپياس اردوءَ ۾ پڙهيو ۽ جڏهن مون سندن ڪاپيون ڏٺيون تہ مون کي انهن ۾ بهتر چارٽ نظر آئي. 2008ع ۾ يارنهن شاگرد ميٽرڪ جي امتحان ۾ ويٺا. ستن سٺي ترقي ڏيکاري آهي ۽ 2012ع ۾ پندرهن شاگردن اسڪول ليونگ امتحان (ميٽرڪ) ڏنو جن مان پنجن کي +A گريڊ ۽ ڏهن کي A گريڊ حاصل ٿيو.

"نونهال اڪيڊمي" قصبہ ڪالونيءَ جي نوجوانن جي هڪ گروپ قائم ڪئي هئي، جيڪي اختر حميد خان جي شخصيت کان متاثر هئا. اهو ڪراچيءَ جو سڀ کان پوئتي پيل علائقن مان هڪ آهي. نونهال اڪيڊمي BES برائيٽ ايجوڪيشن سوسائٽي طرفان قائم ڪئي وئي هئي، جنهن جي ايجنڊا تي تعليم، اداري جي عمارت، نوجوانن جي ترقي، صحت جي تعليم، تباهيءَ جي صورت ۾ انتظام ۽ بچاءَ بابت ريسرچ ، سياسي سماجي معاشي معاملن بابت فيصلن تي اثر انداز ٿيڻ جوڳي سرگرمي (Advocacy) ننڍڙا ننڍڙا قرض (micro credit) پاڻي ۽ صفائي سٽرائي ۽ بنيادي ڍانچي جي ترقي وغيره شامل آهن. اهڙيءَ طرح BES پٺتي پيل ڪميونٽين جي رهڻ سهڻ جي معيار کي بهتر ڪرڻ لاءِ خاص ڪري عورتن ۽ ٻارن لاءِ ڪم ڪري ٿي.

نونهال اڪيڊمي وارو اسڪول 1995ع ۾ قائم ڪيو ويو ۽ 1996ع ۾ رجسٽر ڪرايو ويو پر اڃا تائين ڪراچيءَ جي بورڊ آف سيڪنڊري ايجوڪيشن ان کي تسليم ڪونہ ڪيو آهي. اهو اسڪول 20 شاگردن (انهن ۾ بہ ڇوڪريون هيون) سان شروع ٿيو ۽ هاڻي ان ۾ 700 شاگرد (420 ڇوڪرا ۽ 280 ڇوڪريون) پڙهن ٿا. شروع ۾ ان وٽ صرف بہ ڪمرا هئا ۽ هاڻي 31 ڪمرا آهن، جيڪي ٽن ماڙن ۾ پکڙيل آهن. 31 استادن (70 سيڪڙو آغا خان بورڊ جي AKU-IED طرفان تربيت يافتہ) سان هن اڪيڊميءَ ۾ 18 ڪمپيوٽر بہ آهن ۽ شاگردن کان في صرف ماهوار 75 رپين کان 150 رپين تائين ورتي وڃي ٿي. جيئن تہ هرهڪ ٻار تي ماهوار خرچ جو

ڪاٿو 350 رپيا آهي، BES باقي خرچ جو پورائو امداد گڏ ڪري ڪيو وڃي ٿو. استادن کي پگهار جي مد ۾ 4000 کان 12000 ماهوار ڏنو ويندو آهي.

نونهال اڪيڊميءَ کي تعليم جي ذريعي واري ٻوليءَ جي حوالي سان ڳاڍي ڏکيائيءَ کي منهن ڏيڻو پوي ٿو. جيڪا هن علائقي ۾ رهائش آبادي جي ڪري آهي، جتي ٻار پشتو ڳالهائيندڙ آهن ۽ اردوءَ ميڊيم ۾ داخل ڪيا وڃن ٿا. اسڪول ۾ پشتو ڳالهائيندڙ استاد بہ آهن. جيڪي انهن پشتو ڳالهائيندڙ ٻارن سان گڏ ڪم ڪن ٿا. جيڪي پري اسڪول يا ٻاراڻن ڪلاسن ۾ هجن ٿا تہ جيئن آهستي آهستي اردوءَ سان مانوس ٿين. ان کان اڳتي تعليم جي ٻولي اردو آهي ۽ درسي ڪتاب انگريزيءَ ۾ آهن. ٻار لکندا انگريزيءَ ۾ آهن ۽ نتيجا انهن اسڪولن کان مختلف ڪونهن. جيڪي اها ساڳي لساني پاليسي رکن ٿا.

## مدرسا

پاڪ - هند ننڍي کنڊ ۾ صدين کان روايتي طرح مدرسا موجود رهيا آهن. انهن جا نصاب شاگردن جي روحاني ضرورتن جي پورائيءَ لاءِ حسب ضرورت جوڙيا ويندا آهن. ان ڪري انهن جا سند يافتہ گريجوئيٽ غير مذهبي نوڪرين جي مارڪيٽ ۾ ڪجهي ڪونہ سگهندا آهن. ڇاڪاڻ جو سندن اهڙي تربيت نئي ٿيل ڪانہ هوندي آهي، جو هو جديد معيشت ۾ ڪو ڪردار ادا ڪري سگهن. مدرسن جا سند يافتہ ماڻهو مسجدن ۾ موذن ٿيڻ، واعظ ڪرڻ، پيش امام ٿيڻ ۽ ڄمڻ ۽ مرڻ يا شادين جي موقعن تي ٿيندڙ مذهبي رسمن کي ادا ڪرڻ لاءِ رکيا ويندا آهن. پاڪستان ۾ مدرسن جو تعداد 1979ع کان پوءِ تمام گهڻو وڌي ويو آهي. جڏهن افغانستان ۾ سوويت فوجين جي مداخلت کان پوءِ جنرل ضياءُ الحق آمريڪا سان ٻائيوار ٿي، روسين کي افغانستان مان تڙي ڪيڻ لاءِ جهاد جو تصور استعمال ڪيو. جنرل ضياءُ ڏاڍي چالاڪيءَ سان سياست ۾ مذهبي نعرو متعارف ڪرايو ۽ پنهنجي سياسي ارادن ۽ مقصدن لاءِ اسلام کي استعمال ڪيو ان کان پوءِ مدرسن جو ڪلچر پروان چڙهيو آهي.

اورنگي ٽائون ۾ اٽڪل 150 مدرسا آهن. مون اسلاميه ڪالونيءَ ۾ هڪڙي مدرسي جو دورو ڪيو تہ ڏسان تہ اهو ڪيئن ٿو هلايو وڃي. مدرسہ تحفظ القرآن 2001ع ۾ عبدالرحمان خليق جي ماتحت قائم ڪيو ويو. اهو پرائمري اسڪول جي برابر آهي ۽ ٻن کان ٽن سالن جي عمر جي ٻارن کي 'ناظره قرآن' سيڪارڻ لاءِ داخل ڪيو وڃي ٿو جنهن کان پوءِ هو ٻئي مرحلي ڏانهن وڌن ٿا جيڪو 'حفظ القرآن' (ياد ڪرڻ) وارو آهي. ان کان پوءِ هو ان کان وڏي سدرسي ڏانهن ويندا آهن. جتي هنن کي مختلف اسلامي ڪورس پڙهايا ويندا آهن. هي ادارو وفاق المدارس سان لاڳاپيل آهي، جيڪو شروع 25 شاگردن (5 ڇوڪرين) جي هڪ ڪلاس کان ٿيو ۽ هاڻي ان ۾ 300 شاگرد (75 ڇوڪريون) پڙهن ٿا.

جڏهن مارچ 2010ع ۾ مون اهو مدرسو وڃي ڏٺو تہ ان وقت سڀ شاگرد موجود هئا. ان هنڌ تي گوڙ لڳو پيو هو جتي شاگرد زور زور سان قرآن پڙهي رهيا هئا. چاڪاڻ جو ٻارن کي ياد حافظ ڪرائڻ لاءِ بنا سمجهڻ جي رڳو وڏي آواز پڙهڻ لاءِ چيو ويندو آهي. جنهن ڳالهہ مون کي متوجہ ڪيو تنهن ۾ ڏکهي وقت تائين اتي هئڻ ۽ مائٽن جي طرفان ٻارن کي مدرسي موڪلڻ جي لاءِ خواهش پڌري هئي، ڪي شاگرد بنهہ ننڍڙا هئا. پر خوشيءَ سان مدرسي ڏانهن ٿي آيا. ان وقت منجهند جو وقت هو ۽ مون کي ٻڌايائون تہ صبح وارو سيشن اڳئي پڙهي پورو ڪيو اٿن ۽ گهر وڃي ماني کائي وري آيا آهن. شام واري سيشن لاءِ. ڪيترو وقت پوءِ مون "نيوز لائين"طرفان مدرسن بابت هڪ ڊاڪيومينٽري ڏٺي (تهمينہ احمد جي پيشڪش) جنهن ۾ هڪڙي منظر ۾ مذهبي امور جي وزارت جي سيڪريٽريءَ جي دعوي ٻڌي:

> مدرسن جي نصاب کي مربوط (عقلي بنياد تي) بنائڻ ۽ مدرسن کي مکيہ ڌاري ۾ آڻڻ کان پوءِ سندن شاگرد هڪ قدم اڳتي هوندا. سندن شاگرد فجر کان ظهر (نماز) تائين پڙهندا آهن. ظهر کان عصر تائين ڪجهہ آرام ڪري وري عصر کان عشاء تائين ٻيهر پڙهندا آهن. اهي پڙهائيءَ کي هڪ ڏينهن ۾ ايترو وقت ڏيندا آهن. جيترو ٻين نظامن جا شاگرد هفتي ۾ ڏيندا آهن.

هڪ تعليمدان جو چوڻ آهي تہ: اهو هڪ جدا معاملو آهي تہ اهي روبوٽ بڻجيو وڃن ۽ جيئن تہ هنن کي 18 صديءَ جا ڪورس پڙهايا وڃن ٿا، ان ڪري سندن ذهنيت سخت ٿيو وڃي.

هتي اها ڳالهہ ڏيان جوڳي آهي تہ مدرسن ۾ رابطي جي ٻولي اتي داخل شاگردن جي مادري زبان هوندي آهي، حالانڪ اها پوءِ ڪنهن مرحلي تي ڦري عربي ٿيو وڃي. ٻارن کي جيڪي ڪجهہ ٻڌايو وڃي ٿو سو هو سمجهي ٿا وڃن، چاهي اهي هن دنيا بابت هجن يا ٻئي جهان بابت. اهي قران کي سمجهڻ بنا ياد ڪندا آهن پر جيڪي ڪجهہ سندن استاد کين ٻڌائين ٿا سو هو سمجهن ٿا. اهي پنهنجو پيغام منجهن منتقل ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي وڃن ٿا، پوءِ پلي ڪو ٻيو انهن سان متفق ٿئي يا نہ ٿئي، ذاتي طور آءٌ ان کي رابطي واري ٻوليءَ جو نتيجو سمجهان ٿي. مون کي ٻڌايو ويو آهي تہ سنڌ ۾ مدرسا سنڌيءَ ۾ پڙهائين ٿا تہ پنجاب ۾ پنجابي ۽ خيبر پختونخوا ۾ پشتو ۾- جيڪا عربي هو سيکارين ٿا. اها انهيءَ متن جي ٻولي آهي جيڪو کين پڙهايو وڃي ٿو. اها تعليم جو ذريعو ڪانهيءَ جيئن اردو اورنگيءَ جي اسڪولن ۾ رابطي جو ذريعو آهي پر متن جي ٻولي انگريزي هوندي آهي. انهن ٻنهي صورتن ۾ مضمون جو مفهوم سمجهڻ لازمي طور تي محدود يا ماڳهين نہ هئڻ برابر هوندو آهي.

**تت**

اورنگيءَ ۾ هنن مختلف قسم جي اسڪولن جي اوسر کي انهن جي قائم ٿيڻ کان وٺي بيان ڪيو ويو آهي تہ جيئن ٻوليءَ وارو معاملو جنهن هيڏو سارو چئلينج آڏي سامهون بيهاريو آهي، تنهن کي ان جي سماجي، معاشيءَ ۽ ثقافتي بيهڪ ۾ سمجهائي سگهجي، باب چوٿين ۾ ٻارن جي تعليم، سماجي ۽ ثقافتي اوسر ۾ ٻوليءَ جي ڪردار بابت جيڪي چيو ويو آهي، ان جي روشنيءَ ۾ مون ضروري سمجهيو تہ اهو منظر ڏجي تہ جيئن انهن اسڪولن جي باري ۾ ڄاڻي سگهجي ۽ پنهنجن ٻارن کي اهي جيڪي

سهولتون ڏين ٿا. انهن جي بہ خبر پوي، اهو هڪ اهڙو پس منظر آهي، جنهن جي پيش منظر ۾ ٻوليءَ وارو سڄو معاملو پرکڻ گهرجي.

سڀ کان پهرين ڳالهہ اها صاف ٿي تہ اهو علائقو هيٺئين وچولي طبقي ۽ گهٽ آمدنيءَ وارن ڪٽنبن تي مشتمل آهي، جيڪي پاڪستاني سماج ۾ سڀ کان وڌيڪ محروم ۽ سماجي طرح سان محتاج آهن. جڏهن تہ اسڪولن جا مالڪ اورنگي ٽائون کان ٻاهران ٿا اچن. سندن مقصد مکيہ طور تي خلق جي خدمت ڪرڻ هوندو آهي، تہ اهي پنهنجو سماجي رتبو بہ ٻاڻ سان آٽيندا آهن جيڪو ڪين طبقاتي بنياد تي بيٺل عملداريءَ مان پنهنجي لاءِ رستو ڳولڻ ۾ مدد ڪري ٿو. جيڪي مالڪ خود ان ئي جاتيءَ جا آهن، اهي انهن مسئلن بابت شڪايت ڪن ٿا جن کي هو روز منهن ڏين ٿا جن ۾ انسپيڪٽرن طرفان هر قسم جا ٽيڪس ۽ فيون طلب ڪرڻ جي شڪايت بہ هجي ٿي، جيڪي هونءَ جيڪر قانوني طور بہ لاڳو نہ ٿين.

ٻي ڳالهہ اها تہ ڪميونٽيءَ جي ماڻهن جي ملڪيت وارا هلايل اسڪول فائدي ۾ رهن ٿا. ڇو تہ سندن ڀاڙون اتان جي ئي ماڻهن ۾ ڪتل آهن جيڪا ڳالهہ کين متحرڪ ڪري ٿي. وابستگيءَ جو احساس ترغيب ڏئي ٿو پر انهن وٽ وسيلن ۽ اهڙن تعلقات جي کوٽ آهي، جن کي هاڻي پاڪستان ۾ ڪاميابيءَ جي ڪنجي سمجهيو وڃي ٿو.

ٽين ڳالهہ آهي ان مکيہ مسئلي جي جيڪو هر قسم جي اسڪولن کي درپيش آهي يعني نااهل استادن جو مسئلو جيڪو سندن اسڪولن جي تعليم جي معيار تي اثر انداز ٿئي ٿو. تعليم جي شعبي ۾ ڪيترن ڏهاڪن جي بي توجهي علم ۽ تدريس جي مسلسل زوال کي يقيني بنائي ڇڏيو آهي. هاڻي جڏهن اسڪولي نظام کي ٻيهر جيارڻ جي ڪوشش ڪئي پئي وڃي تہ سٺا ٽيچر ملڻ ڏکيو ٿي پيو آهي ۽ انهيءَ خال کي پرڻ لاءِ اپاءَ سوچيا پيا وڃن.

تدريس جا معيار وڌائڻ لاءِ سڀ کان مناسب رستو ملازمت دوران ٽريننگ جو سمجهيو وڃي ٿو پر اهو هميشہ اطمينان بخش ڪونہ ٿو ٿئي ۽ استادن جي پيشيوراڻين مهارتن کي وڌائڻ ۾ ڪامياب ڪونهي. جيڪي تربيتي ڪورس علمي/ اڪيڊمڪ معيارن کي تڪڙو سڌاري سگهن ٿا،

اهي عام طور تمام مهانگا ۽ ڪيترن اسڪولن جي مالڪن جي پهچ کان ٻاهر هوندا آهن. هڪ لاڳاپيل مسئلو استادن جي ڄاڻ جي تمام هيٺين سطح آهي. اهي تدريس جو طريقيڪار ڪجهه سيشنن مان سکي سگهن ٿا پر انهن لاءِ اهو ممڪن ڪونهي ته مختلف مضمونن جي ڪورس جو مواد سمجهي سکي وٺن. جيڪو سورنهن سالن جي تعليم کان پوءِ ماسٽرس جي ڊگري ورتل استاد مان متوقع ٿي سگهي ٿو. تدريس يا پڙهائڻ جو عمل سچ پچ ڏهي چڪو آهي. خاص طور جيڪڏهن استادن کي ڪورس جو مواد به پڙهائجي ته گڏوگڏ تدريس ڪرڻ جا بنيادي اصول به سيکارجن. اهو ڏاڍو ڏکيو آهي، نه وري ڪو ان وقت تائين اسڪول بند ڪري سگهجن ٿا جيستائين استاد گهربل لياقت حاصل ڪري نٿا وٺن.

چوٿين ڳالهه. جيئن ته سيئي اسڪول پنهنجن شاگردن کي مقامي طور اسڪول ليونگ سرٽيفڪيٽ امتحان (مئٽرڪ) جي تياري ڪرائين ٿا انهن کي مقامي تعليمي اختيارين طرفان مقرر ڪيل نصاب ئي پڙهائڻ گهرجي. جيئن دانشورن ۽ تعليمي ماهرن طرفان ڪيترين ئي ڪوششن مان ظاهر ٿيو آهي ته ڪورسن جو مواد تعليم لاءِ نقصانڪار آهي. حڪومت جي طرفان بار بار اها خاطري ڪرائڻ جي باوجود ته نصاب تي نظرثاني ڪرائي وئي آهي، ڪجهه درسي ڪتاب ٻين مذهبن جي خلاف نفرت جي تبليغ مسلسل ڪندا رهن ٿا. دنيا جو تمام محدود/ تنگ نظر رخ پيش ڪن ٿا ۽ عورتن خلاف متيپيد رکن ٿا. ان سان گڏ اهي ڪورس سکيا جي ڀاڱي ڀائيواريءَ واري طريقي کي نٿا همٿائين ۽ ٻارن کي ڪابه تنقيدي يا سوچڻ جي مهارت بنهه نٿا سيکارين.

پنجين ڳالهه. مسئلن جي ان انبار ۾ تعليم ۾ ٻوليءَ وارو مسئلو تمام گنڀير للڪار آهي. پر حيرت آهي ته ان معاملي جي باري ۾ بنهه ڪابه سمجهه موجود ڪانهي، جنهن کي اسان جي موجوده طبقاتي سماج جي حالتن اجا به وڌيڪ ڏکيو ڪري ڇڏيو آهي. اهو هڪ اڻ ڪٽندڙ دائرو آهي جيڪو ٽوڙڻ مشڪل آهي. عام تاثر اهو جوڙيو ويو آهي ته انگريزي، هڪ

بين الاقوامي ٻوليءَ طور طاقت ۾ موقعن ڏيڻ واري ٻولي آهي، اهائي ٻولي آهي جيڪا ماڻهن کي ملازمت ڏياري سگهي ٿي ۽ کين ڪاميابيءَ ۾ مٿي چاڙهڻ ۾ مدد ڪري سگهي ٿي. ان سبب جي ڪري انگريزي سکڻ لاءِ دٻاءُ پيدا ٿئي ٿو جنهن کي انگريزيءَ ۾ سکيا (انگريزي ميڊيم ۾ تعليم) سان منجهايو ويو آهي. خرابي اتان شروع ٿئي ٿي. استاد انگريزيءَ ۾ اهل ڪونه آهن. ان ڪري سندن تدريس بنهه مايوس ڪندڙ آهي. تنهن ڪري تعليم ۾ خرابي ڏينهون ڏينهن وڌندي وڃي ۽ معيار هڪ نسل کان ٻئي نسل تائين ڪرندو رهي ٿو.

اورنگي پائلٽ پراجيڪٽ جو OPP-RTI وارو سهڪاري گروپ ان ڏس ۾ مددگار ثابت ٿيو آهي، پر ان کي ڪيپي ته اسڪولن کي صحيح رخ ڏيکاري ۽ رهنمائي ڪري، خاص ڪري ننڍين ادارن کي. هو ان لاءِ طريقو اهو اختيار ڪن ته بنيادي شروعات ڪميونٽيءَ مان ٿئي جنهن جا ليڊر سندن مسئلن کي سمجهن ٿا ۽ ڄاڻن ٿا ته انهن کي حل ڪيئن ڪبو؟ جيڪڏهن نتيجا سٺا هجن ها ته اهڙا سوال ئي نه اٿارجن ها. تنهن هوندي به اها ڳالهه اهم آهي ته ان کان اڳتي ڏسجي، خاص ڪري جتي وڏي ڄاڻ ۽ ٽيڪنيڪل امداد جي ضرورت هجي، اتي اهي وچ ۾ پون. ڇاڪاڻ جو مقامي ڪميونٽيءَ مان اها امداد نٿي اچي سگهي ڇو ته اهي بنيادي طرح اها مهيا ڪرڻ جي حيثيت ۾ ئي ڪونه آهن. بيشڪ اهو ته سوال ئي پيدا ڪونه ٿو ٿئي ته ڪا شيءِ مٿان کان مڙهي وڃي، جيڪا ماڻهن لاءِ اوپري هجي. پر ان جو اهو مطلب ڪونهي ته سپورٽ گروپ ڪميونٽيءَ کي پاڻ سان گڏ کڻي ترقيءَ جي راهه تي نٿو وٺي وڃي سگهي. اختر حميد خان انهيءَ عمل لاءِ ڪجهه رهنمائي ڪندڙ ڳالهيون ڪيون هيون ۽ سندس بقول "سماجي ۽ اقتصادي تنظيمن جي ترقي، رهنمائي ۽ پرک ڪنهن ٽرسٽ يا فائونڊيشن جو مکيه ڪم هئڻ گهرجي. هن تجويز ڏني هئي ته انهيءَ مقصد لاءِ ڪل وقتي ڪارڪنن جو اندروني حلقو وقت سان گڏ ناهڻ گهرجي. هو وڌيڪ چوي ٿو:

> بهرحال هر هڪ انفرادي تنظيم ائين ٺاهجي جو اها خود مختيار هجي ۽ آخرڪار خود ڪفيل به هجي. بي شڪ شروعاتي مرحلي ۾ ان جي عملي جي تربيت ۽ ڪم ڪار جي پرک ۾ مدد ڪئي ويندي. انهن کي خاص (specialized) تربيت ۽ سندن پرک لاءِ يا وري اقتصادي تنظيم

ڪاريءَ ۽ معاشي مدد خاطر ٽرسٽ کي مضبوط ايجنسين، حڪومت جي
ڪاتن، يونيورسٽين ۽ بينڪن ڪان سهڪار وٺڻو پوندو. (8)

ان مان اهو ظاهر آهي تہ اورنگي پائلٽ پراجيڪٽ جي بانيءَ هن ٿائون ۾ ڪم ڪندڙ ادارن جي عملي جي ٻاهرين ٽيڪنيڪل مدد جي باري ۾ سوچيو هو. اهو خيال شروع ۾ چڱيءَ طرح ٽيڪ مهيا ڪرڻ لاءِ هو جيڪو بنيادي طرح استادن جي تربيت ۽ اسڪول مئنيجمينٽ ٽيڪنڪ (انتظام هلائڻ جي طريقن) جي مدَ ۾ هو. اهڙي استحقام، تحرڪ ۽ دلي جذبي جي موجودگيءَ ۾ جيڪو اسڪول جا مالڪ ڏيکارين ٿا، مٿيون تصور اورنگيءَ جي تعليمي ادارن ۾ معجزاتي بدلاءُ آڻي وجهي ها. انهن جي بنيادي ضرورت جيڪا مون کي هر ڪنهن ٻڌائي، سا آهي ئي استادن جي تربيت. پاڻ ۾ گڏجي هنن کي استادن جي تربيت جي ادارن کان مدد گهرڻ کپي ۽ جڏهن هو اهڙي مرحلي تي پهچن جو پاڻ بہ ڪجھ ڪري سگهن تہ اهي پنهنجن استادن جي تربيت ۽ تعليمي رٿابنديءَ وارا ادارا پاڻ قائم ڪرڻ جو سوچين.دي سٽيزن فائونڊيشن (TCF) معاشي حوالي سان فائدي ۾ آهي، ان کي اورنگيءَ ۾ گهٽ خرچ سان اسڪولن کي ٽيڪنيڪل مدد ڏيڻ جي امڪان تي سوچڻ گهرجي. ٽي سي ايف کي آخرڪار پنهنجن اسڪولن ۾ مقامي ماسترياڻيون ۽ عملو رکڻ بابت بہ سوچڻو پوندو جيڪي انهن اسڪولن ۾ پڙهندڙ ڇوڪرين مان ٿي سگهن ٿيون ۽ TCF جي مدد سان اتان ئي تعليم مڪمل ڪنديون ۽ اميد ڪري سگهجي ٿي تہ انهن مان ڪي اعليٰ تعليم ڏانهن راغب ٿين ۽ اورنگيءَ جي مستقبل جي تعليمدانن وارين نوڪرين لاءِ پاڻ کي اهل بڻائين.

## Notes


1. Akhtar Hameed khan, Orangi Pilot Project; Reminiscences and Reflections (Karachi: OUP,1996), 43-4.
2. Arif Hasan, Participatory Development (Karachi:OUP 2010), 112, and Salma Mir and Muhammad Sirajuddin, Schools Profile, (Karachi: OPP-RTI-2006).

3. See author's article in Dawn, 'A Study in Contrast', Karachi, 26 May 2010.
4. Akhtar Hameed Khan, 'Community based School's, in Pervez Hoodbhoy (ed.) Education and the state: Fifty years of Pakistan (Karachi: OUP, 1998), 199-214.
5. Orangi Pilot Project: Institutions and Programmes, Karachi, 120th Quarterly Report Oct- Nov- Dec.2009, 61.
6. Ibid, 132nd Quarterly Report Oct- Dec; 2012, 51-3.
7. A. H. Nayyar and Ahmad Salim, The Subtle Subversion (Islamabad: SDPI, 2002) and Raza Rumi, 'Our Textbooks and the lies they teach', The Express Tribune, 14 April 2011.
8. Orangi Pilot Project: Reminiscences and Reflections op. cit. 46-7.

# باب اٺون

## وقتي چڪاس

اسان جي تعليمي نظام ۾ تعليم جي ٻوليءَ کي بنهه گهٽ اهميت ڏني وئي آهي، ان لاءِ ڪاٻه سنجيده تحقيق ڪانه ٿي آهي. نتيجي طور پاليسي جوڙيندڙ اسان جي تعليمي نظام ۾ تعليم جي ذريعي/ ميڊيم جي لاءِ سڀ کان وڌيڪ مناسب ٻولي اختيار ڪرڻ جو فيصلو ڪرڻ لاءِ اونده ۾ هٿوراڙيون ڏئي رهيا آهن. گهٽو ڪري هو ٻين ملڪن ۾ ٿيل تحقيق تي انحصار ڪري پاليسي جوڙيندا آهن. سڀ کان خراب ڳالهه اها ته پُڇهنجا مقصد ماڻڻ لاءِ اها ڪهڙي ٻولي آهي، جيڪا اسان جي ضرورتن کي پورو ڪري سگهندي؟ ان جو فيصلو ڪرڻ لاءِ هو 'هڻ وٺ ۽ متان ڌڪو لڳي وڃي' وارو رويو اختيار ڪندا آهن. ان چونڊ جي ضرورت ئي ڪانهي ته ان ۾ اسان جو ڪو فائدو ڪونهي. جڏهن اسان جو تعليمي نظام گهربل نتيجا ڏيڻ ۾ ناڪام ٿيندو ته اها خبر ئي ڪانه پوندي ته اسان کان ڪٿي غلطي ٿي آهي ۽ ان ناڪاميءَ ۾ تعليم جي ذريعي طور استعمال ٿيندڙ ٻوليءَ جو ڪيترو حصو آهي، ۽ اسان کي اها به خبر ڪانهي ته ڪهڙا اصلاحي اپاءَ وٺڻ گهرجن.

## ڪولمئن جون رٿون

ان ۾ حيرت نه ٿيڻ گهرجي ته آخر هئول ڪولمئن جهڙو انگريزي ٻوليءَ جو ماهر جنهن کي برٽس ڪائونسل پاڪستان ۾ تعليم ۾ ٻوليءَ جي حوالي سان هڪڙي رپورٽ ناهڻ لاءِ چيو ويو هو پنهنجي ان خواب جهڙي ڏنل پاليسيءَ جي پهرئين ڊرافٽ ۾ تبديلي ڪرڻ لاءِ ڇو راضي ٿيو؟ (2010ع) (1) اها پاليسي دنيا جي قبول ڪيل ۽ سائنسي اصول تي ٻڌل انهيءَ متن تي ٺاهيل هئي ته تعليم جي ذريعي (ميڊيم) طور ٻار جي گهر جي ٻوليءَ کي استعمال ڪرڻ گهرجي. گهٽ ۾ گهٽ پرائمري تعليم جا پهريان ٽي سال! پر ان کي سخت مزاحمت کي منهن ڏيڻو پيو ۽ ائين ڪولمئن کي ضرور خبر پئجي وئي هوندي ته سندس نقطہ نظر جي حمايت ڪرڻ لاءِ ڪاٻه اصلوڪي تحقيق نٿي ملي.

ان ڪري 2012ع واري سندس بي رپورٽ ۾ هن پنهنجو ڏيان خاص ٻوليءَ بابت ڏنل سفارشن تان هٽائي وسيع اصولن تي رکيو ۽ پنجن نڪتن وارو پروگرام ڏنو جنهن ۾ هيٺيان نقطا پيش ڪيا:

1. اصل تحقيق
2. ڄاڻ جي ذخيري مان اهم خيالن کي ڪڍي ڌار ڪرڻ ۽ انهن کي ٻين تائين پهچائڻ يا ڦهلائڻ (datamining and dissemination)
3. سماجي سياسي ۽ معاشي توڙي تعليمي سجاڳيءَ لاءِ دليل بازي (advocacy)
4. هڪ قومي ڪنسورشيم (تنظيم) ۽ مقامي ڪارڪنن جا گروهہ
5. تحقيق جي سکيا

هئول ڪولمئن شاگردن جي آزاد پرک يا ڪٿ ۽ تحقيق جي ضرورت جي باري ۾ وضاحت سان ڳالهايو. هن چيو تہ "ڪيترن اهم معاملن ۾ معلومات جي گنڀير کوٽ تعليم ۾ ٻوليءَ بابت ڪنهن جامع ۽ حقيقت پسند پاليسيءَ جي جوڙڻ لاءِ اڳتي وڌڻ ۾ رنڊڪ وجهي رهي آهي."(3)

هڪڙو اهڙو اپاءُ وٺڻ لاءِ بہ چيو ويو جنهن ۾ پاڪستان کي چيو ويو تہ اهو OECD (اڪنامڪ ڪوآپريشن اينڊ ڊولپمينٽ) جي طرفان هر ٽئين سال ٿيندڙ شاگردن جي (ذهني) پرک واري پروگرام Programme for International Student Assessment ۾ حصو وٺي. ان کي تشخصي يا مسئلي جي سڃاڻپ طور استعمال ڪري، هي عمل حڪومت کي سندس تعليم ۾ ٻوليءَ واري پاليسيءَ جي چڱائيءَ ۽ برائي بابت فيصلو ڪرڻ ۾ مدد ڪري سگهي ٿو. ان رپورٽ ۾ اها بہ تجويز ڏني وئي هئي تہ لساني پاليسيءَ بابت فيصلو ڪرڻ لاءِ صوبي وار جائزو يا سروي ڪيو وڃي.

بدقسمتيءَ سان پاڪستان ۾ ڪڏهن بہ تعليمي ادارن جي ڪارڪردگي جاچڻ لاءِ شاگردن جي ذهني پرک معلوم ڪرڻ واري پاليسي اختيار ڪانہ ڪئي وئي آهي. اها پرک در حقيقت هڪ هلندڙ يا جاري نظام ذريعي ڪئي وڃي، جيڪو تعليمي نظام ۾ موجود اندروني مڪينزم يا طريقي موجب هجي، جنهن جي ذريعي تعليمي شعبي جي ڪارڪردگيءَ

تي بہ نظر رکي سگھبي ۽ تعليمي ماھرن کي اھو فيصلو ڪرڻ ۾ بہ مدد ملندي تہ سندن ڪھڙيون حڪمت عمليون ۽ طريقيڪار اثرائتا ثابت ٿي رھيا آھن. اھڙيءَ طرح اھي ڄاڻي سگھندا تہ تعليم جي مختلف مرحلن تي جن مقصدن (goals) جو ھنن تعيين ڪيو ھو اھي حاصل ٿيا يا نہ؟

### قومي تعليمي چڪاس جو نظام (National Education Assessment Programme NEAS)

پاڪستان 2004ع ۾ نيٺ وڃي پنھنجو "قومي تعليمي چڪاس جو نظام" قائم ڪيو جيڪو ورلڊ بينڪ (WB) ۽ 'ڊپارٽمينٽ فار انٽرنيشنل ڊولپمينٽ' (DFID) – برطانيا طرفان مليل فنڊ سان ڪيو ويو. وفاقي، صوبائي ۽ اسڪول سطح تي انتظامي ڍانچو جوڙيو ۽ قائم ڪيو ويو ان ۾ ٽيڪنيڪي صلاحيت پيدا ڪري ان کي مضبوط ڪيو ويو تہ جيئن 4 ۽ 8 درجي جي شاگردن جي حسابن، سائنس، سماجي اڀياس ۽ ٻوليءَ واري سکيا جا نتيجا (Learning out comes) چڪاسي ۽ ڪٿي سگھجن. انھيءَ لاءِ ٽن دائرن ۾ چڪاس جو عمل ڪرايو ويو. جنھن جون رپورٽون شايع ٿيون. اھي ٽيسٽ ائين تيار ڪيا ويا ھئا. جو انھن جي ذريعي NEAS جي نظام جي ڪارڪردگي يا بجا آوري (Systemic performance) جاچڻ ڪانسواءِ آئيندي لاءِ سڌارن جوڳا نقطا پڻ معلوم ڪري سگھجن. ان جو اصل مقصد تعليم جو معيار وڌائڻ ھو. اھڙي طرح ان ۾ شامل ڌرين (stake holdes) واري ڪانفرنس 2005ع واري رپورٽ ۾ چيو ويو تہ "پاڪستان جي حڪومت شاگردن پرک جي عمل کي رواج ۾ آڻڻ جي قابل ٿي وئي آھي. جيڪا نصاب کي، نصابي مواد کي، استادن جي تربيت ۽ ڪلاس روم ۾ استاد جي ڪارڪردگيءَ کي وقتائتو (update) ڪرڻ جي لاءِ ان چڪاس جي نتيجن کي ھڪ ضروري (پرک واري مليل ڄاڻ موجب) مڪينزم يا طريقيڪار طور استعمال ڪندي" (4)

2010ع ۾ اھو معلوم ٿيو تہ پاڪستان NEAS کي جاري رکڻ لاءِ ورلڊ بينڪ کان مدد گھري آھي. ان کان پوءِ NEAS کي پاڪستان ۾ ٽينڊڙ آئيني

تبديلين، خصوصاً ارڙهين ترميم پٺيان ڇڏي ڏنو جنهن ۾ اسڪولي تعليم جو شعبو صوبن کي ڏنو ويو. ساڳئي سال تعليم جي حيثيت بابت ساليانو رپورٽ (Annual Status of Education Report) يعني، ASER جيڪا هڪ غير سرڪاري تنظيم طرفان جاري ٿي، جنهن کي 'يونيسڪو'، 'اوپن سوسائٽي فائونڊيشن پاڪستان'، اداره تعليم و آگاهي، 19 ڀائيوارن ۽ 31 انفرادي امداد ڏيندڙن جي سهائتا حاصل آهي. انهن جي طرفان گهرن ۾ وڃي سروي ڪري ٻارن جي ٻولين (انگريزي ۽ اردوءَ) ۽ حسابن ۾ سکيا جي نتيجن ( learning outcomes) جي چڪاس ڪئي وئي، هن سلسلي ۾ واڌو چارڻ اسڪولن کان ورتي وئي، جيڪا سندن ظاهري حالت، استادن ۽ شاگردن جي غير حاضريءَ جي انگ ۽ ماڻن جي تعليم جي سطح وغيره بابت هئي (5)

اسر ـ ASER

## تعليم جي حيثيت بابت ساليانو رپورٽ

اسر جو جائزو هڪ ساليانو مشق طور پڌرو ٿيو آهي ۽ 2012ع ۾ ان جا 9 سهڪاري، 20 ڀائيوار ۽ 239 ٽيم جا انفرادي ميمبر هئا. 2012ع واري اسر سروي ۾ 9000 کان وڌيڪ رضاڪارن حصو ورتو. ان جو سڀ کان اهم پهلو اهو هو تہ پهريون ڀيرو سروي فارم ۾ ٻوليءَ سان تعلق رکندڙ ڪي سوال بہ شامل ڪيا ويا هئا. جيڪي ٽي سوال پڇيا ويا سي هئا:

1. ٻارن جي اسڪولن ۾ سرڪاري طور ڪهڙو تعليم جو ذريعو هو؟
2. گهر ۾ گهر ڀاتي ڪهڙي ٻولي ڳالهائيندا آهن؟
3. اسڪول ۾ ترجيحي تعليم جو ذريعو ڪهڙو آهي؟

هن سروي جا جواب اکيون کولڻ لاءِ ڪافي هئا. اهو ظاهر ٿيو تہ پاڪستان هڪ گهڻ ٻوليائي رياست آهي، هر صوبي جي پنهنجي ٻولي آهي، ۽ هر صوبي ۾ وري ڪيترين ئي هڪٻئي سان ويجهين ٻولين جي گهڻائي/ گوناگي آهي. انهن علائقن ۾ جتي سروي ڪيو ويو انهن جي مکيہ ٻولين جي فهرست بہ سروي ۾ ڏني وئي (ڏسو جدول 8.1)

جدول 8.1 جنهن علائقي جي سروي ڪئي وئي، ان جي گهرن ۾ ڳالهائجندڙ ٻوليون

| سيڪڙو | ٻولي | نمبر | سيڪڙو | ٻولي | نمبر |
|---|---|---|---|---|---|
| 19.0 | پنجابي | 2. | 27.4 | پشتو | 1. |
| 9.7 | بلوچي | 4. | 15.8 | سنڌي | 3. |
| 4.3 | اردو | 6. | 7.2 | سرائڪي | 5. |
| 3.4 | براهوي | 8. | 4.0 | هندڪو | 7. |
| 1.5 | پهاڙي | 10. | 2.3 | شينا | 9. |
| 0.7 | بروشسڪي | 12. | 1.1 | بلتي | 11. |
| 0.5 | چترالي | 14. | 0.6 | مقامي | 13. |
| 0.4 | گجراتي | 16. | 0.5 | پوٺوهاري | 15. |
| 0.2 | ڍاٽڪي | 18. | 0.3 | کووار | 17. |
| 0.1 | بولاري | 20. | 0.1 | ڪشميري | 19. |
| 0.1 | مارواڙي | 22. | 0.1 | انگريزي | 21. |
| 0.1 | ڪڇي | 24. | 0.1 | راڪشاني | 23. |
| 0.1 | بلتستاني | 26. | 0.1 | ڪوهستاني | 25. |
| 0.1 | فارسي | 28. | 0.1 | کيتراني | 27. |
| 0.0 | رچنوري | 30. | 0.0 | پٺاڻي | 29. |
| 0.0 | رانگڙي | 32. | 0.0 | وکي | 31. |
| 0.0 | تور والي | 34. | 0.0 | درکن | 33. |
| 0.0 | مرائي | 36. | 0.0 | يتگها | 35. |
| 0.0 | ردکن | 38. | 0.0 | ميوتي | 37. |
| 0.0 | ڪولي | 40. | 0.0 | ميواتي | 39. |
| 0.0 | ڪاوور | 42. | 0.0 | مهاجري | 41. |

ذريعو اسر ASER جي سروي 2012

هر صوبي ۾ گهر ۾ ڳالهائجندڙ ٻولين ۾ فرق هو. اسر پاران ڏنل نتيجن موجب هر هڪ صوبي ۾ ٽي يا چار ٻوليون وڏيون ٻوليون هيون، جن کي ٻارن جو چڱو خاصو تعداد ڳالهائي ٿو. هڪ صوبي کان ٻئي صوبي ۾ ٻوليون مختلف هيون.

جيتوڻيڪ اهو جائزو ثابت ڪري ٿو تہ اسان جي تعليمي پاليسيءَ جي ٻولي اطمينان بخش ڪانهي، پر اها سچ تہ اهڙي ڪا حڪمت عملي نٿي ٻڌائي سگهي، جيڪا وڌيڪ مناسب ٿي سگهي ٿي. جيتوڻيڪ مائٽن طرفان پنهنجن اسڪولي ٻارن لاءِ ٻوليءَ جي ترجيح جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو پر سروي ۾ انهن کان پڇيو ئي ڪونہ ويو تہ هو ڪهڙي ٻوليءَ کي فوقيت ڏين ٿا. سواءِ اردو ۽ انگريزي ٻولين جا نالا وٺڻ جي ٻين سڀني ٻولين کي "گهر جي ٻولي" جي وسيع دائري ۾ رکيو ويو. سروي ۾ ان معاملي کي پڌرو ڪري پئي سگهيا. ڇو جو هر صوبي ۾ ڳالهائجندڙ ٻولين جو انگ صوبائي حوالي سان ڪو اهڙو منجهائيندڙ بہ ڪونہ آهي. اسڪولن طرفان ٻولين کي تعليم جي ذريعي طور استعمال ڪرڻ جي ڏس ۾ مونجهارو ڏسندي، هن سروي کي "تعليم جي ذريعي" (medium of instruction) واري اصطلاح جي صاف صاف وصف تيار ڪرڻ گهرجي ها. انهيءَ ڪري وڌيڪ ڪا جاچ ڪرڻ ڪانسواءِ، اسر جي 2012ع واري رپورٽ جي بنياد تي ڪابہ لساني پاليسي جوڙي نٿي سگهجي، ڇو تہ ان ۾ جيڪا معلومات ڏني وئي آهي اها اڻ پوري آهي.

ٻارن کي اسڪول ۾ ڪهڙي ٻوليءَ ۾ پڙهايو وڃي، ان لاءِ مائٽن جي ترجيحن ۾ ڪا يڪسانيت ڪانهي، هر ڪو گهر جي ٻوليءَ جي چونڊ ڪرڻ بہ نٿو چاهي. ان ڪري بلوچستان، پنجاب، آزاد جمون ڪشمير ۽ گلگت بلتستان ۾ مائٽن جي پهرين ترجيح اردو آهي، جيتوڻيڪ انهن خِطن ۾ اسڪول ويندڙ ٻارن جي اها گهر جي ٻولي ڪانهي، ان ڳالهہ کي بهتر طور سمجهڻ لاءِ تہ آخر ڇو مائٽ پنهنجن ٻارن کي هڪ اهڙي ٻولي سکڻ لاءِ دٻاءُ وجهن، جنهن سان هو ايترا مانوس ئي ڪونہ آهن، اهو ضروري آهي تہ ٻوليءَ جي مسئلي کي سمجهڻ لاءِ انهن کان مستقبل ۾ سوال پڇيا وڃن. (سروي ۾)

"اسر" گهر ۾ ڳالهائجندڙ ٻوليءَ ۽ سرڪاري طور اسڪول ۾ تعليم جي ذريعي واري ٻوليءَ جي باري ۾ لا تعلقيءَ جو مظاهرو ڪيو آهي. انهيءَ جو ٻار جي سکيا جي نتيجن تي ڪهڙو اثر ٿو پوي؟ ان جو اپياس ڪرڻ بہ ضروري آهي. ٽي مسئلا اهم آهن، جن جو تجزيو ڪرڻ ۽ کوجنا ڪرڻ جي ضرورت آهي. پهريون اهو تہ مائٽ ڇا ٿا چاهين ۽ اهي ٻار سان گهر ۾ ڪهڙي ٻولي ٿا ڳالهائين؟ ٻيو اهو تہ ڇا اسڪول جي ٻوليءَ ۽ گهر جي ٻوليءَ

۾ ڪو سنڌو موجود آهي؟ ٽين ڳالهہ اها تہ جي اهڙو سنڌو موجود آهي تہ ان جو تعليم تي ڪهڙو اثر ٿئي ٿو؟

پڇڻ تي "اسر" جي هڪ نمائندي سمجهايو تہ هنن ٻوليءَ سان لاڳاپيل سوال 2012ع واري سروي ۾ ان ڪري بہ رکيا هئا، جو ان کان اڳ واري سال ۾ ڏنو ويو هو تہ بلوچستان ۾ ٻارن اردوءَ کان وڌيڪ انگريزيءَ ۾ سٺو نتيجو ڏنو هو. هن اهو بہ چيو تہ ٻوليءَ بابت ڪجهہ ڄاڻ ان وقت فائديمند ثابت ٿيندي، جڏهن مادري زبان تي آڌار رکندڙ گهڻ- ٻوليائي (multilingual) تعليم متعارف ڪئي ويندي. اسر جي نمائندي وڌيڪ ٻڌايو تہ اهڙو سروي يا جائزو پهرين گهر جي ٻولي يا سرڪاري ٻوليءَ ۾ رواني ۽ اعتماد کي وڌائيندو، جنهن کان پوءِ تعليم جي معيار کي وڌائڻ لاءِ واڌو ٻولين جي اجازت ڏئي سگهبي.

اسر وارا ممڪن آهي تہ ايندڙ جائزن ۾ ٻوليءَ سان لاڳاپيل ڪجهہ وڌيڪ سوال شامل ڪن يا خاص ٻوليءَ بابت سروي بہ ڪن. جيڪڏهن اهڙو سروي ڪيو ويو تہ اهو بهترم قدم هوندو پر ان کي ڪنهن ماهر لسانيات جي مدد سان پيشہ وارانہ انداز ۾ تيار ڪرڻ ضروري آهي.

جيئن تہ (اڳوڻو) سوالنامو ٻار جي تعليم جي ذريعي کي سندس سکيا جي نتيجن سان ڳنڍڻ کانسواءِ تيار ڪيو ويو هو، ان ڪري ان جي پرک نٿي ڪري سگهجي. اسر وارن ان قسم جي پرک کي موضوعي (subjective) سڏيو آهي، حالانڪ ان ۾ صرف اها ضرورت هئي تہ ٻار جي ڄاڻ جي نتيجن کي اسڪول ۾ تعليم جي ذريعي سان ڳنڍيو وڃي ها.

### منهنجي پنهنجي چڪاس

جيئن تہ شاگردن جي سکيا جي نتيجن تي تعليم جي ذريعي جي ٻوليءَ جي اثر کي معلوم ڪرڻ لاءِ مون کي ڪوبہ اهڙو تيار ڪيل چڪاس جو نمونو ڪونہ مليو، ان ڪري مون فيصلو ڪيو تہ پنهنجي طور هڪ غير رسمي قسم جو ٽيسٽ وٺان. آءٌ اها دعويٰ نٿي ڪريان تہ اهو ڪو سائنسي انداز جو سروي هو. ان صرف مون کي اهو بنياد ڏنو جنهن تي بيهي آءٌ ان موضوع تي پنهنجي سمجهہ کي وڌائي سگهان. آءٌ پڙهندڙن سان پنهنجا

نتيجاوندڙ ٿي چاهيان. اهو به واضح ڪندي هلان ته مون اهو ڪم اڪيلي سر ڪيو جيتوڻيڪ هڪ خانگي اسڪول ۾ 16 سالن کان پڙهائيندڙ هڪ استاد صائمه جعفريءَ اهو پيپر تيار ڪرڻ ۾ مدد ڪئي، جنهن کي چڪاس ڪرڻ جي طريقيڪار جي جاڻ هئي. هن منهنجون ڪاپيون جاچڻ جي سلسلي ۾ به رهنمائي ڪئي. مون کي هر وقت اهو احساس هو ته اهڙا ڪيترائي مختلف عنصر آهن، جيڪي ٻار جي سکيا جي سطح طئي ڪري سگهن ٿا، جن مان ٻولي به هڪ آهي. اها، بهرحال تمام اهم آهي ۽ ان کي گهٽ ڪري نه سمجهجي.

مون چار اسڪول چونڊيا جن ۾ مون کي ٽيسٽ ڪرڻو هو. اهي چارئي غير سرڪاري تنظيمن (NGOs) پاران هلندڙ آهن، جيڪي ڪراچيءَ جي ڪچين آبادين ۾ گهٽ آمدنيءَ وارن ڪٽنبن جي ٻارن کي تعليم ڏين ٿا، ائين انهن ٻارن جو سماجي معاشي پس منظر تقريباً ساڳيو هو. صرف هڪڙو نظر ايندڙ فرق اهو هو ته انهن مان ٻن اسڪولن ۾ اردو ميڊيم هو ۽ باقي ٻن انگريزيءَ جي چونڊ ڪئي هئي، جن ٻارن جو ٽيسٽ ورتو ويو اهي پنجين درجي ۾ هئا، جو جو مون کي جهڙي قسم جي پرک ڪرڻي هئي، انهيءَ حساب سان هنن کي پڙهڻ ۽ لکڻ جو چڱو موقعو مليل هو. مون اهو ٽيسٽ مئي 2012ع ۾ پاڻ ورتو. مون ٻارن کي شروع ۾ ئي ٻڌائي ڇڏيو هو ته آءٌ ڪو اهو باقاعدي رسمي ٽيسٽ ڪانه پئي وٺان ۽ هو جنهن ٻوليءَ ۾ چاهين انهيءَ ۾ لکي سگهيا ٿي، خيال اهو هو ته هو ڪجهه ذهني سڪون سان لکي سگهن.

اهو ٽيسٽ پيپر ٻن ٻولين ۾ هو جنهن ۾ ٻنهي ٻولين ۾ بلڪل هڪجهڙا سوال هئا. (انگريزي ۽ اردو). پيپر ۾ ٻه سوال هئا. پهرئين ۾ هڪ تصوير هئي، جنهن جي مٿان عنوان لکيل هو "اسڪول جو پهريون ڏينهن" (The First Day of School) ٻارن کي انهي تصوير سان لاڳاپيل سٽن جملن تي مشتمل هڪ ڪهاڻي لکڻي هئي. ٻئي سوال ۾ ٽي پيراگراف ڏنل هئا، جنهن کان پوءِ 8 سوال به ڏنل هئا، جيڪي انهيءَ مٿين تحرير بابت هئا. ان مان ٻارن جي سمجهڻ جي صلاحيت (Comprehension)، يا اظهار ڪرڻ جي قابليت، ۽ سنڌن سوچڻ جي مهارت معلوم ڪرڻ منهنجو مقصد هو.

انهن سوالن جو معيار هن قسم جي اسڪول جي پنجين درجي جي شاگرد جي ذهني سطح کي سامهون رکي مقرر ڪيو ويو هو.

منهنجي رپورٽ ۾ چئني اسڪولن جا نالا ڪونہ ڏنا ويا آهن ڇو جو منهنجو مقصد ٻارن جي ٻوليءَ جي مهارتن جي پرک ڪرڻ هو انهن اسڪولن تي تنقيد ڪرڻ يا سندن علمي معيار ڏسڻ ڪونہ هو.

## اسڪول - الف (اردو ميڊيم)

اسڪول جي پرنسپال ٻڌايو تہ انهن ٻارن جي پيئرن جي طرفان ٻڌايل آمدني سراسري طور 8000 ماهوار هئي ۽ ڪٽنبن جي ڀاتين جو سراسري تعداد 6 کان 8 ڀاتي هو. مشڪل سان 2 سيڪڙو مائرون يا پيءُ پڙهيل هئا. مائرون گهڻو ڪري گهر کان ٻاهر وڃي محنت مزدوري ڪندڙ ڪونہ هيون ۽ ڪين گهرن ۾ پابند رکيو ويو هو. ڇوڪرين سان عام طور امتياز ڪيو ٿي ويو. جتي جتي ممڪن هو تہ مائٽن پنهنجا ڇوڪرا نام نهاد انگريزي ميڊيم اسڪولن ۾ ٿي پڙهايا، جن کي عام ماڻهو اُچي معيار وارو سمجهندا آهن.

استاد گهڻو ڪري گريجوئيٽ هئا. مددگار استاد طور انٽر پاس فرد رکيل هئا. نوڪريءَ تي رکيل هر استاد کي ڪجهہ شروعاتي تربيتي پرگرامن ۾ حصو وٺڻو ٿي پيو ۽ ان کان پوءِ وقت بوقت پنهنجي تربيت اسڪول ۾ رهندي پوري ڪرڻي ٿي پئي. جن ٻارن کان ٽيسٽ ورتو ويو انهن کي روزانو هڪ هڪ پيريڊ انگريزي، اردو ۽ حسابن جو پڙهڻو هو- معنيٰ ڇهہ ڏينهن هفتي جا- جيڪو ڪنهن بہ مضمون لاءِ وڏ ۾ وڏ وقت هو.

ان ٽيسٽ ۾ 29 ڇوڪرين حصو ورتو. انهن ٽيسٽ پورو ڪرڻ لاءِ 40 منٽ ورتا. سندن عمريون سراسري طور 12 سال 3 مهينا هيون- جن ۾ وڏي ۾ وڏي 14 سالن جي ۽ ننڍي ۾ ننڍي 9 سالن جي ڇوڪري بہ هئي. انهن مان 18 جي گهر جي ٻولي پَشتو هئي، ڇهہ اردو ڳالهائيندڙ هيون، هڪڙي سرائڪي بہ "ڪڇي" ڳالهائيندڙ ۽ بہ پنجابي ڳالهائيندڙ هيون.

سيني شاگرديائين پنهنجا جواب اردوءَ ۾ لکيا ڇو تہ اهائي ان اسڪول ۾ تعليم جو ذريعو هئي. سڀ کان وڌيڪ گاڏڙ نتيجا ڪهاڻي لکڻ

جا مليا. ٽن شاگردياڻين ڪي مربوط جملا لکڻ ڪونہ ٿي آيا. باقي 26 جي لکڻ ۾ جملن ۾ ڪجھہ سلسلو هو پر انهن جملن جو ڪوبہ مطلب ڪونہ هو. ٻئي سوال جي جوابن مان محسوس ٿيو تہ ڏنل تصوري کي هنن پوري طرح سان سمجھيو هو ۽ انهيءَ تصوري مان پڇيل سوالن ۾ جيڪا معلومات گهربل هئي اها بلڪل درست نموني ڏنل هئي. پر اهڙا سوال جن ۾ "ڇو" (why) سان ڪجھہ پڇيل هو (جيئن سيما ٻڌايو) اهي ٻار ڪي سوچي، اصل جواب ڳولي ڏيڻ جي لاءِ ڪليل انداز ۾ ڪيا ويا هئا. انهن جا نتيجا ايترا اتساهيندڙ ڪونہ هئا. 11 شاگردياڻين مڙئي رواجي جواب ڏنا ۽ ڇهن اطمينان بخش جواب ڏنا ۽ ٻڌايو تہ ڇو ۽ ڪيئن ٻارن جي لاءِ ٽيليوزن ڏسڻ يا خراب شيءِ آهي.

## اسڪول۔ ب (اردو ميڊيم)

(هن گروپ ۾) گهٽو ڪري پيءُ مزور هئا. جن جي سراسري آمدني -/10000 روپيا کان -/12000 روپيا مهينو هئي. ڪيترن جون مائرون ٻين گهرن ۾ ڪم ڪندڙ يا گهر ويٺي ڪو ڪم ڪندڙ يا ڪارخانن ۾ ڪمائيندڙ هيون. اٽڪل 80 سيڪڙو مائٽ اڻ پڙهيل هئا. باقي ٻين صرف پرائمريءَ تائين پڙهيو هو.

استاد سڀ گريجوئيٽ هئا. هڪ وٽ ماسٽرس جي ڊگري هئي ۽ سيني 6 ڏينهن وارا ٽيچرس ٽريننگ پروگرام بہ ڪيا هئا. جنهن کان پوءِ هن اسڪول ۾ نوڪري ڪئي هئائون. انهن مان هرهڪ کي هر سال اونهاري جي موڪلن ۾ ٽن هفتن جي تربيت بہ وٺڻي پوندي هئي. جيئن تہ هن اسڪول ۾ استادن جي تربيت جو بندوبست موجود هو ان ڪري انهن جي لاءِ تربيت ڪرائڻ ممڪن هو.

هفتي جي 36 پيريڊن مان ڇھ انگريزيءَ لاءِ ۽ ڇھ اردوءَ لاءِ مخصوص هئا. ان جو مطلب تہ اهي مضمون روز پڙهايا ويندا هئا. اها بہ ڪنهن مضمون لاءِ وڏ ۾ وڏ پڙهائي آهي.

29 ٻارن جو ٽيسٽ ورتو ويو. انهن 40 منٽن ۾ اهو ٽيسٽ مڪمل ڪيو. سندن سراسري عمريون 11 سال بہ مهينا ۔ وڏي ۾ وڏو 13 سال ۽ ننڍي ۾

ننڍو شاگرد 8 سال جي عمر جو هو. انهن مان ٻاويهن پنهنجي گهر جي ٻولي اردو ٻڌائي، چار بنگالي ۽ ٻه سرائڪي ۽ ٻه پنجابي ڳالهائيندڙ ٻار هئا.

سيني ٻارن پنهنجا جواب اردوءَ ۾ لکيا. جيڪا سندن اسڪول ۾ تعليم جو ذريعو هئي. ڪهاڻي ٻڌائڻ واري حصي ۾ 19 ٻارن بلڪل خراب لکيو، 9 ٻارن مشڪل سان ڪي ربط وارا جملا لکيا ۽ صرف هڪ ٻار صحيح لکي سگهيو.

ٻيو سوال جيڪو ٻارن جي سمجهڻ جي صلاحيت جاچڻ لاءِ هو ان کي اڪثر شاگردن سمجهيو ۽ ڏنل تڪري مان گهربل معلومات جواب ۾ لکي سگهيا. پر صرف 6 شاگرد اهڙا هئا جن ”چو“ (why) وارن سوالن جا صحيح جواب ڏنا. 9 جوابن ڪاٻه اصليت ڪانه ڏيکاري ۽ 14 شاگرد ڪوبه عقلي جواب ڏيڻ ۾ ناڪام رهيا.

## اسڪول-الف (انگريزي ميڊيم)

پيئرن طرفان ماهوار خانداني آمدني سراسري طور 8000 روپيا کان 15000 روپيا ٻڌائي وئي هئي. 50 کان 60 سيڪڙو مائٽ پڙهيل هئا. جن مان ڪن اسڪول ۾ به پڙهائي ڪئي هئي، خواندگيءَ جي اها وڌي شرح ان ڪري ٿي سگهي ٿي، جو انهيءَ اسڪول واري انتظاميه طرفان بالغن جي تعليم جا پروگرام ۽ ڪي ڪميونٽي پراجيڪٽ به هلندڙ هئا.

پرائمريءَ کان اڳ ۽ پرائمريءَ جي سطح جا استاد اتان ئي ڪميونٽيءَ مان ورتل هئا. ڪي گريجوئيٽ به هئا. هنن کي هر مهيني هلندڙ تربيت به ملي ٿي. هتي هفتي ۾ پنجاهه پيريڊ رکيل هئا. ٽيسٽ 45 منٽن ۾ پورو ڪيو ويو. ٻارن جي سراسري عمر 10 سال 11 مهينا هئي- وڏي ۾ وڏو 12 سال ۽ ننڍي ۾ ننڍو 9 سال جي عمر جو هو. ڪلاس جي ڇهن ٻارن جي گهر جي ٻولي اردو هئي، باقي ڇئن جي هزاره، ٽن جي سنڌي، ٻه پنجابي، ٻه بلوچ ۽ ٻه پشتو ڳالهائيندڙ ٻار هئا.

هن قسم جو گڏيل سڏيل ڪلاس پنهنجو پاڻ ۾ هڪ چئلنج سو ۽ اسڪول وارن ٻڌايو ته اسڪول کان اڳ ۾ (نرسري ڪي جي ۾) انگريزيءَ

ڏانهن آڻڻ جي ڪوشش ڪئي هئائون. جيڪا وٽن تعليم جو ذريعو هئي.
پرائمريءَ جا چار سال پڙهڻ کان پوءِ هو ڪيتري پاڻيءَ ۾ هئا؟ جيئن ٻارن
سڄو پيپر اردوءَ ۾ ڪيو جڏهن ته انهن مان ڪنهن جي به گهر جي ٻولي اردو
لکيل ڪانه هئي. نون شاگردن سڄو پيپر انگريزيءَ ۾ لکيو ۽ جيئن ٻارن ٻئي
ٻولين ڪتب آنديون.

ڪهاڻيءَ واري سوال جي جواب ۾ صرف پنج شاگرد ڪجهه ربط
وارا جملا لکي سگهيا. 12 ڄڻن مڙئي آڏا ابتا جملا لکيا ۽ دراصل ڪنهن
هڪ به ڪا ڪهاڻي ڪانه لکي. سمجهڻ جي صلاحيت وارا جواب به رواجي
هئا. "ڇو" (why) وارن سوالن جا جواب 15 شاگردن بنهه خراب ڏنا. ٻن مڙئي
ان کان بهتر لکيا پر اطمينان بخش ڪونه هئا.

## اسڪول- ب (انگريزي ميڊيم)

پيئرن طرفان ماهوار سراسري آمدني -/8000 کان -/10000 رپيا ٻڌايل
هئي. مائرن جو هڪ ننڍڙو سيڪڙو خوانده هو پر ٻارن جا سڀ وڏا ڀائر ۽ ڀينرون
پڙهي رهيا هئا ۽ هنن ننڍن ڀائر ڀينرن کي پڙهائيءَ ۾ مدد ڪندڙ هئا.

استادن جي تعليمي لياقت مختلف هئي: ٽي ايم اي ۽ گريجوئيٽ،
ٽي مئترڪ ۽ ٻه ڪميونٽيءَ مان ورتل استاد هئا جن ڪجهه درجا اسڪول ۾
پڙهيو هو. انهن کي ڪجهه عارضي تربيت مليل هئي پر اسڪول ۾ هنن لاءِ
ڪا باقاعده تربيت وٺڻ جي سهولت ڪانه هئي. جيئن ته ٻارن کي انگريزيءَ ۾
پڙهائڻ لاءِ اسڪول اهڙن استادن جي مدد وٺي رهيو هو جيڪي پاڻ به
انگريزيءَ ۾ ماهر ڪونه هئا. ان ڪري انگريزيءَ تي دٻاءُ وڌيڪ هو. هفتي جي
ٽيهن (30) پيريڊن مان 12 انگريزيءَ لاءِ مخصوص هئا، پنج اردوءَ لاءِ، حسابن لاءِ
ٽي، ٽي پيريڊ سائنس ۽ سماجي اڀياس لاءِ ۽ ٻه سنڌيءَ لاءِ مخصوص هئا.

ڏهن ٻارن جو ٽيسٽ ورتو ويو. هنن 50 کان 80 منٽ ان ٽيسٽ کي
مڪمل ڪرڻ لاءِ ورتا. سندن عمر سراسري طور 10 سال ۽ 10 مهينا هئي- منجهن
وڏي ۾ وڏو ٻار 12 سالن جو ۽ ننڍي ۾ ننڍو 10 سالن جو هو. سڀني ٻارن جي گهر جي
ٻولي اردو هئي. گهڻن ٻارن ته انگريزيءَ جو ڏنل ٽڪرو سمجهيو ئي ڪونه جڏهن

تہ ان جو اردو ترجمو بہ پيپر ۾ ڏنو ويو هو پر ان بہ ڪا مدد ڪانہ ڪين ڇو جو ڪجھہ شاگردن کي تہ اردو پڙهڻ ۽ سمجھہ ۾ بہ صحيح ڪانہ ٿي آئي.
سيني ٻارن ڪهاڻي اردوءَ ۾ لکڻ جي ڪوشش ڪئي، جيتوڻيڪ اسڪول ۾ سندن تعليم جو ذريعو انگريزي هو. ظاهر آهي تہ جڏهن کين آزاد چونڊ جي سهولت ملي تہ هنن اها ٻولي چونڊي، جنهن ۾ هنن کي سولائي محسوس ٿي. پن ڪانسواءِ ٻين ڪجھہ ربط وارا جملا ناهيا. پر ڪهاڻي ڪونہ لکي سگھيا. جملا بي مطلب هئا ۽ انهن مان ڪابہ ڳالھہ ظاهر نٿي ٿي، سمجھڻ واري صلاحيت لاءِ ڏنل سوال بہ عام رواجي هئا ۽ ٻنهي ٻولين ۾ لکيل هئا. جتي ٻار ڏنل تڪري مان ڪو جواب ڪڍي سگھيا تہ اهو انگريزيءَ ۾ لکيائون پر "ڇو" (why) وارن سوالن ۾، جتي ڪجھہ سوچ جي ضرورت هئي، اتي هو پاڻمرادو اردوءَ ۾ اظهار طرف ويا.

## جدول 8.2: "ماءِ ٽيسٽ" جو نتيجو

| | اسڪول | | | |
|---|---|---|---|---|
| | الف<br>اردو ميڊيم | ب<br>اردو ميڊيم | الف<br>انگريزي ميڊيم | ب<br>انگريزي ميڊيم |
| جانورتل شاگردن جو تعداد | 29 | 29 | 17 | 10 |
| سراسري عمر | 12.3 سال | 11.2 سال | 10.11 سال | 10.10 سال |
| استعمال واري ٻولي | اردو | اردو | گڏيل | گڏيل |
| ڪهاڻي پڙهڻ | - | 1 A | - | - |
| | 26 B<br>3 C | 9 B<br>19 C | 5 B<br>12 C | 8 B<br>2 C |
| سمجھڻ | سٺي | سٺي | وچٿري | وچٿري |
| "ڇو" واري سوال جو جواب | 6 A | 6 A | - | - |
| | 11 B | 9 B | 2 B | - |
| | 12 C | 14 C | 15 C | 10 C |

A= سٺو، B = وچٿرو، C = خراب

مجموعي طرح سان منهنجو مشاهدو اهو آهي تہ تدريس جو معيار ئي شاگردن جي سکيا جي نتيجن جو ذميدار آهي. جن اسڪولن

استادن جي تربيت تي ڌيان ڏنو هو انهن جي شاگردن بهتر نتيجا ڏنا. تنهن هوندي بہ سيني اسڪولن ۾ انگريزي پڙهائيندڙ استادن جي ٻوليءَ پڙهائڻ واري مهارت ئي خراب هئي، اهي سڀ ڪان وڏيڪ نقصان ۾ رهيا. هڪ ناقص نظام جا پيدا ڪيل استاد. اهي پڻ جيڪي انگريزي ٻي ٻوليءَ طور پڙهائي رهيا هئا. انگريزيءَ ۾ ماهر ڪونہ هئا. جڏهن انهن سائنس يا سماجي اڀياس جهڙا مضمون انگريزيءَ ۾ تي پڙهايا. تہ اهي صحيح ڄاڻ ٻار ۾ منتقل ڪري نٿي سگهيا. جڏهن تہ جن استادن انهن ٻن اسڪولن ۾ تي پڙهايو جن جو تعليم جو ذريعو اردو هو ۽ جن جو مون دورو ڪيو هو ڄاڻ منتقل ڪرڻ جي ڏس ۾ وڏيڪ ڪامياب هئا. ڇو تہ اهي بهتر نموني اظهار ڪري تي سگهيا. اسان ڏٺو تہ شاگرد پنهنجا متن ياد ڪري پوءِ سوالن جا جواب ڏين ٿا پر صرف اوترائي ڪامياب ٿين ٿا. جيتري منجهن سمجهہ هجي ٿي. جيڪا ٽيسٽ مون ورتي هئي، ان ۾ انهن منهنجي ڏنل ٽڪري مان جواب نقل ڪري ڏنا هئا. جن پنهنجا جواب اردوءَ ۾ لکيا وڏيڪ بهتر طور اظهار ڪيائون ۽ ڏنل ٽڪري مان لفظ ب لفظ نقل ڪونہ ڪيائون، ڇو تہ جيڪڏهن اردو سندن مادري ٻولي نہ بہ هئي تہ بہ ان ڪان وڏيڪ مانوس هئا. اردو ماحول جي ٻولي آهي، خاص ڪري ڪراچيءَ ۾، جنهن جي ڪري جن جي مادري ٻولي اردو ڪانهي تہ بہ انهيءَ ۾ اظهار ڪرڻ ممڪن ٿيو پوي.

ڇاڪاڻ جو انگريزي ٻولي انهن سمورن شاگردن لاءِ ٻاهرين ٻولي آهي، جن جي انگريزي ميڊيم اسڪولن جو مون دورو ڪيو هو ان ڪري اهي پنهنجي ڪلاس ۾ انگريزيءَ ۾ هڪٻئي سان رابطي ڪرڻ جي صلاحيت بنا، آزاديءَ سان انگريزيءَ ۾ گفتگو نٿي ڪري سگهيا. ان عمل جي ڪري هو خود پنهنجي ٻوليءَ ۾ بہ سوچڻ ڇڏي ڏين ٿا. جن ٻن انگريزي ميڊيم اسڪولن ۾ آءٌ ويس اتي مون ڏٺو تہ ٻارن جي اردوءَ تي بہ خراب اثر پيو هو.

### پنجاب جي اسڪولن ۾ انگريزيءَ بابت SAHE (سوسائٽي فار دي ائڊوانسمينٽ آف ايجوڪيشن) جي رپورٽ

هن ڪتاب کي آخري شڪل ڏيڻ مهل انگريزيءَ کي تعليم جو ذريعو بنائڻ بابت هڪ رپورٽ ڇپجي آئي، جيڪا تعليم کي اڳتي وڌائڻ واري مقصد

سان قائم ڪيل هڪ تنظيم SAHE جي طرفان تياري ڪئي وئي هئي، جيڪا 1982ع ۾ قائم ٿيل هڪ غير سرڪاري تنظيم (NGO) آهي، جنهن ۾ ڪجهه سڄاڻ ۽ فڪرمند شهرين ۽ تعليمي ماهرن، هر ڪنهن کي تعليمي انصاف مهيا ڪرڻ لاءِ گڏجي ڪم ڪرڻ جو سوچيو. SAHE صرف سيني ٻارن کي اسڪولن تائين رسائڻ لاءِ نه پر ڪين سٺي معياري تعليم ڏيارڻ لاءِ ڪم ڪرڻ تي چاهيو. هو تعليم جي ٻوليءَ واري ذريعي (ميڊيم) بابت به فڪرمند هئا. 2009ع ۾ جڏهن پنجاب جي حڪومت، سندن سمورن سرڪاري اسڪولن ۾ پهرئين درجي کان انگريزيءَ کي تعليم جو ذريعو بنائڻ جي فيصلي جو اعلان ڪيو ته SAHE ان بابت اپياس ڪرڻ ۾ لازمي طوردلچسپي ورتي ته جيئن ڪن سوالن جا جواب حاصل ٿي سگهن، جيئن: ڇا انگريزيءَ کي تعليم جي ذريعي طور پرائمري سطح تي رائج ڪرڻ سان پنجاب جي سرڪاري اسڪولن ۾ بامقصد تدريس ۽ سکڻ جي عمل کي سهارو ملندو؟

حسابن، سائنس ۽ انگريزيءَ بابت 126 مشاهدن، 21 هيڊ ماسترن، 36 استادن ۽ 152 مائٽن کانسواءِ 1700 شاگردن کان انٽرويو ونيا، انهن تي مقداري بحث ذريعي تجزيو (Quantitative discourse analysis) ڪرڻ کان پوءِ، رپورٽ لکندڙ ان نتيجي تي پهتا ته اردوءَ ۽ انگريزي کي تمام گهڻو ملايو ٿي ويو ۽ استادن خاص طور هڪ ٻوليءَ کان ٻي ٻوليءَ ۾ پٺي پاڻ کي اٿلايو پٿلايو. انگريزي رڳو انگريزيءَ واري ڪلاس ۾ ٿي استعمال ٿئي، سو به ڪل ٻوليءَ جي استعمال جو 33 سيڪڙو هنن انگريزيءَ ۾ ڳالهايو. اهو استعمال به صرف درسي ڪتاب مان تڪرا پڙهي گفتگو گهڻو ڪري ننڍين ننڍين جملن يا نصيحت وارن جملن ۾ هئي پر مضمون جي سمجهاڻيءَ لاءِ بلڪل استعمال نٿي ٿي. ان ڪري شاگردن کي به ڪا سمجهاڻي ڏيڻي ڪانه هئي ۽ نه ئي هو ڪو سوال پڇي ٿي سگهيا.

رپورٽ لکندڙن جي طرفان هيٺ ڏنل مشاهدو گهڻو ڪجهه ٻڌائي ٿو. اهي لکن ٿا:

"سڀ کان وڏو مسئلو جيڪو سامهون اچي ٿو سو آهي استادن جي انگريزيءَ ۾ لياقت. ايتريقدر جو جتي ڪي استاد انگريزي سبقن ۾ ڏنل

گرامر جي سٽاءَ سمجهائي ٿي سگهيا. سي به انگريزيءَ ۾ ڳالهائڻ کان جهجهڪيا پئي. حسابن ۽ سائنس جي معاملي ۾ لڳي ٿو ته استادن جي پنهنجي مضمون جي ڄاڻ ڪٿل هئي، مثان وري تعليم جي ذريعي جي ٻوليءَ ۾ ڏکيائيءَ جي ڪري تدريس جي معيار تي به سمجهوتو ڪيو ٿي ويو" (9)

شاگردن جي حوالي سان رپورٽ ۾ چيو ويو آهي ته "شاگرد انگريزي تمام گهٽ استعمال ڪن ٿا سا به ننڍين ننڍين جوابن ڏيڻ ۾ يا ڪن عملن يا عام شين جي نالن وٺڻ ۾ جيڪڏهن درسي ڪتاب يا عام جوابن سان لاڳاپيل معاملا نه هجن ته هو گهڻو ڪري اردوءَ ۾ ڳالهائين ٿا. جيئن توقع هئي انگريزي مڪمل جملن جي صورت ۾ ڳالهائي ڪانه ٿي وئي. سڀ کان نقصان ڪار اها ڳالهه محسوس ٿي ته سروي ڪندڙن طرفان شاگردن کان ڪي چڱا سوال پڇڻ جو ڪو موقعو مهيا نه ڪيو ۽ نه اهڙا سوال رڪارڊ تي اچي سگهيا ۽ صرف هڪڙو مثال ڏنو اٿن، جنهن ۾ شاگرد استاد کان ڪجهه ڪرڻ لاءِ ڪا اجازت وٺن ٿا. اهي ڪنهن خيال کي سمجهائڻ جي ڪابه ڪوشش نٿا ڪن. "سندن سکيا جو مظاهرو صرف استاد طرفان ڪيل سوال جي جواب ۾ چيل هڪ يا ٻن لفظن تي مشتمل هو" جيئن رپورٽ ۾ چيو ويو آهي (10)

ان جو نتيجو؟ انگريزيءَ، حسابن ۽ سائنس جي مضمونن ۾ تعليم جو معيار وڌائڻ واري پاليسيءَ جو مقصد حاصل ڪونه پيو ٿئي. "اصل ۾ ميڊيم يا تعليم جي ذريعي جي بدلجڻ سان مرڪوئي اهڙي مقصد جي ابتڙ ڪم ٿي رهيو آهي. تعليم جو ذريعو بدلائي انگريزي ڪرڻ سان موجوده تدريسي عمل ۾ موجود خامين کي دور ڪرڻ ۾ ڪا مدد ڪانه ٿي ملي (11)

ان ۾ ڪو تعجب ڪونهي ته استاد ۽ هيڊ ماسٽر ان نئين لساني پاليسيءَ مان خوش ڪونه آهن.. مائٽ البت خوش آهن جو اهي سمجهن ٿا ته انگريزيءَ ۾ سکيا وٺڻ معنيٰ معياري تعليم، ۽ اهو غلط تاثر وٺي رهيا آهن ته سندن ٻار انگريزي به پيا سکن ته اهي مضمون به پيا سکن جن کي انگريزيءَ ۾ پڙهي رهيا آهن. هو سمجهن ٿا ته هو هڪ تير سان ٻه شڪار ڪري رهيا آهن پر حقيقت اها آهي ته ڪو هڪڙو شڪار به ڪونه پيو ٿئي!

SAHE رپورٽ مطابق، اهڙين حالتن ۾ جتي استاد ۽ شاگرد ٻئي انگريزيءَ ۾ رابطو ڪرڻ لاءِ اڃ ۾ تيار نه آهن اتي انگريزيءَ کي تعليم جي ذريعي بنائڻ سان تعليم جو معيار اڃا به وڌيڪ ڪرڻ جو خدشو وڌي وڃي ٿو (12)

هنن طرفان سفارش ڪئي وئي آهي تہ پڙهائڻ جو طريقو بدلايو وڃي تہ جيئن استاد شاگردن جي وچ ۾ دوري گهٽ ٿئي. ان لاءِ اهڙي ٻوليءَ ۾ ڳالهائڻ ضروري آهي، جيڪا هو بهتر سمجهي سگهن ٿا. انگريزي کي تعليم جي ذريعي طور اپنائڻ سان اهو مقصد حاصل ڪونہ ٿيندو. شروعات ۾انگريزي هڪ مضمون طور پڙهائي وڃي، جنهن سان گڏ ٻار جي گهرجي ٻوليءَ کي تعليم جو ذريعو هئڻ گهرجي. رپورٽ ۾ ان ڳالهہ تي صاف زور ڏنل آهي تہ انگريزي پڙهائيندڙ استادن کي انگريزي ٻولي اچڻ گهرجي ۽ سندن پڙهائڻ جو طريقيڪار بہ درست هئڻ گهرجي.

استادن کي برٽش ڪائونسل مان تربيت ڏيارڻ جي ڪوشش ڪان پوءِ پنجاب حڪومت کي پهرئين درجي کان انگريزيءَ کي تعليم جو ذريعو بنائڻ واري غلطيءَ جو احساس ٿيو. انهن جي مدد ڪندڙ هڪ برطانوي تعليمي ماهر مائيڪل باربر (Michal Barber) جي طرفان ڪجهہ مداخلت ڪري هڪ اهڙو رستو ڪڍيو ويو، جنهن سان ان پاليسيءَ کي بدلائي سگهجي. انگريزيءَ ڏانهن تبديليءَ تي استادن طرفان احتجاج ڪيو ويو ۽ زوردار آواز اٿاريو ويو هو. فيبروري 2014ع ۾ پنجاب جي تعليم واري وزير اعلان ڪيو تہ هاڻي اپريل کان جيڪو نئون تعليمي سال شروع ٿيندو ان ۾ ا کان 3 درجي تائين انگريزيءَ تعليم جو ذريعو ڪانہ رهندي (13)

## Notes

1. Hywel Coleman and Tony Capstick, Language in Education in Pakistan, (Islamabad: British Council 2012),70
2. Report of First National Stake holders Conference on National Assessment Findings,2006 (Islamabad: Ministry of Education, Government of Pakistan, 2006)
3. Annual Status of Education Report 2010. WWW. Ases Pakistan,org/document/aser/2011/ total% 20 pdf% aser% 20Report pdf.
4. Ibid
5. Annual Status of Education Report 2012. www aser Pakistan. Org/ document/ aser/ 2012/ report/ National/ National 2012. pdf.
6. An email interview dated 28 March 2014 with Safyan Jabbar on behalf of Aser.
7. Ibid
8. Abbas Rashid ethal, Policy and practice: Teaching and Learning in English in Punjab Schools (Lahore: SAHE, 2013)
9. Ibid
10. Ibid
11. Ibid
12. Ibid
13. English medium to be done away with till Class 3: Minister Dawn, Karachi, 15 Feb. 2014.

# باب نائون

## ٻولي، سماج ۽ معيشت

اپريل 2013ع ۾ گئلپ پاڪستان طرفان ڪرايل هڪ سروي مطابق، پاڪستانين جي اڪثريت سمجهي ٿي تہ پرائمري ۽ هائر ايجوڪيشن ۾ تعليم جو ذريعو انگريزي هئڻ گهرجي. قومي سطح تي هڪ نمائندي مثال طور سنڌ، پنجاب، پختونخوا ۽ بلوچستان جي مردن ۽ عورتن جنهن سوال جو جواب ڏنو سو هو:

"توهان جي راءِ ۾ پرائمري تعليم ۾ تعليم جو ذريعو (ميڊيم) ڪهڙو هئڻ گهرجي؟" چيو ويجي ٿو تہ 49 سيڪڙو ماڻهن جواب ڏنو تہ اهو انگريزي هئڻ کپي. 42 سيڪڙو ماڻهن اردوءَ کي ترجيح ڏني، 8 سيڪڙو طرفان مقامي ٻوليءَ کي پنهنجي چونڊ طور رکيو جڏهن تہ رهيل هڪ سيڪڙي "ٻيو" ڪو نالو ورتو. شهري ماڻهن مان جواب ڏيندڙن جي 61 سيڪڙي جو خيال هو تہ پرائمري اسڪولن ۾ ميڊيم انگريزي هئڻ گهرجي (1)

ان ڳالهہ کي نظر ۾ رکندي تہ ڪيترائي سروي اهڙن سوالن سان پريل هوندا آهن يا اهڙا سوال تيار ڪيا ويندا آهن جو جواب ڏيندڙ انهن کي چٽائيءَ سان سمجهي ڪونہ سگهندا آهن، ان ڪري يڪدم نتيجن بابت فيصلو نہ ڪجي. اسر (Annual status of Education Report) 2012ع جنهن پاڪستان جي ٻهراڙين ۾ شاگردن جي پرک ڪئي هئي، انهن کي معلوم ٿيو تہ انگريزي سڄي پاڪستان جي ماڻهن جي چونڊ ۾ شامل ڪانہ هئي. هر صوبي ۾ اڪثريت اردوءَ يا مقامي/ گهر جي ٻوليءَ کي تعليم جي ذريعي طور چونڊيو هو. هيٺ ڏنل جدول ۾ ماڻهن جي ترجيحن کي ڏيکاريو ويو آهي، جيڪي "اسر" طرفان پڌريون ڪيون ويون آهن. (2)

جدول 9.1- مائٽن جو ترجيحي تعليمي ذريعو

| علائقا | ترجيحي ذريعو | % |
| --- | --- | --- |
| بلوچستان | اردو | 69٪ |
| آزاد جمون ۽ ڪشمير | اردو | 70٪ |
| وفاقي قبائلي علائقا | پنهنجي مادري زبان | 60٪ |
| گلگت بلتستان | اردو | 54٪ |
| اسلام آباد گادي وارو هنڌ | انگريزي | 49٪ |
| | ۽ اردو | 46٪ |
| خيبر پختونخوا | پنهنجي مادري زبان | 45٪ |
| | اردو | 39٪ |
| پنجاب | اردو | 56٪ |
| | انگريزي | 31٪ |
| سنڌ | پنهنجي مادري زبان | 90٪ |

ذريعو: تعليم جو ساليانو معيار-رپورٽ 2012ع (عارضي)

2013ع ۾ ڪراچيءَ ۾ اسر جي اچڻ کان پوءِ اها ڳالهه ظاهر ٿي ته ڪيتريون ئي مائرون جيڪي اڻ پڙهيل هيون، تن کي اها ڳڻتي هئي ته اهي پنهنجن ٻارن جي ڪابه مدد ڪري نٿيون سگهن، ڇو ته جيڪي ڪجهه ٻارن کي پڙهايو پئي ويو سو ڪين سمجهه ۾ نٿي آيو. انهيءَ مشاهدي جي نتيجي ۾ اها ڳالهه امڪاني نٿي لڳي ته مائٽ پرائمري اسڪولن ۾ ٻارن کي انگريزي ميڊيم ۾ پڙهائڻ چاهيندا هوندا، جنهن سان اڻپڙهيل مائٽن کان تعليم کي سمجهڻ اڃا به پري ٿيو وڃي.

## ٻولي ۽ سماجي حيثيت

بهرحال، ان ڳالهه کان انڪار نٿو ڪري سگهجي ته انگريزيءَ کي طاقت ۽ مراعات واري ٻولي سمجهيو وڃي ٿو ۽ اهڙا ماڻهو جيڪي اڳتي وڌڻ جي خواهش رکن ٿا ان جي حمايت ضرور ڪندا. ان ڳالهه جو امڪان وڌيڪ آهي ته سيئي مائٽ پنهنجن ٻارن لاءِ چاهيندا ته اهي "انگريزي سکن" نه کي "انگريزيءَ ۾ سکن" ان سان ظاهر آهي ته عوام جو دٻاءُ ان

ڳالهه جي حمايت ۾ پيدا ٿئي ٿو ته اسڪولن ۾ انگريزي پڙهائي وڃي. اهي دباءَ سماجي، معاشي ۽ سياسي نوعيت جا آهن، ڪاٻه ٻولي سکڻ جو عمل ان ڳالهه کان مختلف آهي ته اها تعليم جو ذريعو هجي.

اسان جهڙن طبقاتي سماجن ۾ ٻولي ۽ لباس اهڙا ٻه مکيه عنصر آهن جنهن سان ماڻهوءَ جي طبقي جي سڃاڻ ۽ گهٽتائي کي ڳنڍيو ويندو آهي. انهن ٻنهي مان ٻولي وڌيڪ اهم آهي. توهان کي ڪنهن ماڻهوءَ جي لباس کي ڏسڻ لاءِ ان سان ملڻو پوندو. تمام مهانگن ڊزائينرن جا ڪپڙا، نقل جي صورت ۾ ۽ سستي نقل جي صورت ۾ به ملي وڃن ٿا ۽ هر ڪنهن کي ان جي سلائيءَ جي معيار کي سڃاڻڻ واري ڄاڻ ڪانه هوندي آهي باقي جيتريقدر ٻوليءَ جو سوال آهي، هڪڙي ماڻهوءَ کي ڏسڻ بنا سندس ڳالهائڻ کي ٻڌي سگهبو آهي. مون کي اهڙي لقاءَ جو ذاتي تجربو آهي. هڪ ڀيري مون کي هڪ اوچي سماجي رتبي واري عورت سان ڪنهن ڪم واري معاملي تي ڳالهائڻ لاءِ فون ڪرڻو پيو. مون هن سان اردوءَ ۾ ڳالهائڻ شروع ڪيو ته هن جي لاتعلقيءَ وارو انداز صاف محسوس ٿيو مون بلڪل فطري انداز ۾ گفتگوءَ کي انگريزيءَ ۾ بدلايو ۽ يڪدم سندس لهجي ۾ جيڪا تبديلي آئي، اها صاف هئي. هن مون کي سنجيدگيءَ سان ورتو ۽ وڌيڪ دلچسپيءَ ۽ احترام سان ڳالهائڻ لڳي. هن نه مون کي ڏٺو هو ۽ نه منهنجي باري ۾ ٻڌو هو پر هن ظاهري طور منهنجي باري ۾ ڀهريون تاثر منهنجي ڳالهايل ٻوليءَ مان ٿي ورتو. ان مان اهو پيغام مليو ته انگريزي معنيٰ اعليٰ سماجي رتبو جڏهن ته اردو ٻئي درجي تي آهي.

انهيءَ مان خبر پوي ٿي ته آخر ڇو هاڻي ماڻهو وڌيڪ انگريزي ڳالهائڻ جي ڪوشش ڪندا آهن، جيتوڻيڪ اهي ان ۾ ايتري رواني به ڪونه رکندا آهن. اهو هو ان وقت به ڪن ٿا جڏهن کين خبر به ڪانه هوندي آهي ته ڪنهن سان پيا ڳالهائين. ٿي سگهي ٿو هو خالص اردو ڳالهائيندڙ سان مخاطب هجن پر پوءِ به انگريزي ڳالهائڻ تي زور هوندو اٿن. ائين هو سمجهندا آهن ته ٻڌندڙ کي متاثر ڪري سگهندا. جيڪي انگريزيءَ ۾ رواني نٿا رکن اهي وري پنهنجي اردوءَ ۾ ٽيندڙ ڳالهه ٻولهه ۾ تمام گهڻا انگريزي لفظ ٽنبيندا آهن. ٻار به هاڻي آزاديءَ سان انگريزي لفظ اڌارا وٺي استعمال ڪن ٿا، جيتوڻيڪ انهن جا متبادل اردوءَ ۾ موجود آهن. انگريزي لفظ اڪثر غلط

اچاريا ويندا آهن، سندن هِجي بہ غلط هوندي آهي، جيڪڏهن اردوءَ ۾ لکندا تہ اشتهاري بورڊن تي ۽ ٽيليويزن تي بہ وڏ ۾ وڏ "ارلش" (Urlish) (اردو ۽ انگلش جو ميلاپ) جو استعمال ڪيو ويندو آهي، جيتوڻيڪ اهو ڪنن کي ڳرو ڳرو محسوس ٿيندو آهي.

انگريزي ٻوليءَ جي قوت ۽ طاقت کي ٽين دنيا جي ٻين سماجن بہ قبول ڪيو آهي. هڪ هندستاني پروفيسر اويجيت پاٺڪ، جيڪو تعليم جي سماجيات (Sociology of Education) جو مضمون پڙهائيندو آهي، تنهن جو چوڻ آهي تہ انگريزيءَ کي ترجيح ڏيڻ سبب ٻارن کي اسان پنهنجي مقامي ٻولين ۽ انهن ۾ موجود ڏاهپ جي خزاني کان اوپرو ۽ ويڳاڻو ڪري ڇڏيو آهي. هو ان کي سندن اجتماعي سڃاڻپ کان ويڳاڻپ چوي ٿو. تعليم اڻ ڏري نٽي رهي ۽ ٻوليءَ جي ڪري پيدا ٿيل ورهاست کي اندروني طور قبوليت ۽ جواز ملي وڃي ٿو. (3)

ٻولين جي وچ ۾ اڻ برابريءَ وارو اهو رشتو نہ صرف اردو ۽ انگريزيءَ لاءِ سچو آهي، بلڪ اهڙي ساڳي اڻبرابري اردوءَ ۽ مقامي ٻولين ۾ بہ موجود آهي، جتي انگريزيءَ جو ڪوبہ ڪردار ڪونهي. طارق رحمان جنهن ڪيترن اسڪولن ۾ سروي ڪيا آهن لکي ٿو تہ "پنجاب ۾ پنجابيءَ کي سڀ کان هيٺيون سماجي درجو حاصل آهي" تعليمي نظام اهڙيون سماجي لساني رڪاوٽون وجهي ٿو جن مان ٻوليءَ ڏانهن سماجي روين جو هي هڪ مثال آهي. (4)

اهي ايترا تہ طاقتور تعصب آهن، جو اهي حقيقت ۾ پيڙهين ۾ وڇوٽيون پيدا ڪري رهيا آهن. اهڙا ڪٽنب جيڪي شهري علائقن ڏانهن لڏي آيا آهن، اڪثر ڪري اهي پنهنجون اصلوڪيون ٻوليون رد ڪري ڇڏين ٿا، جيڪي انهن جون صدين کان مادري ٻوليون رهيون آهن. نتيجي طور سندن ٻار پنهنجي اَبن ڏاڏن جي ٻولي ڪڏهن بہ سکي نٿا سگهن. اهي پنهنجي ڏاڏن ڏاڏين يا نانن نانين سان جڙي نٿا سگهن، خاص ڪري انهن سان جيڪي صرف پنهنجي هڪڙي ٻولي ڳالهائين ٿا ڇاڪاڻ جو پنهنجي

ٻوليءَ ۾ گهر جي ڳالهين ۾ ٿيندڙ گفتگوءَ سان انهن ڳالهين جو پاڻ ۾ جيڪو مضبوط رشتو جڙيل هوندو آهي، اهو ڪٽي گم ٿي ويندو آهي.

محمد علي خان هڪ اهڙو ماڻهو آهي جنهن ڪراچيءَ جي ٽن اسڪولن ۾ ڏهن سالن تائين GSCE جي او ليول ۽ اي ليول جي شاگردن کي انگريزي پڙهائي ۽ ڪراچيءَ ۾ آغا خان يونيورسٽيءَ جي انگريزي ٻوليءَ جي مرڪز ۾ به سينئر استاد رهيو آهي. ان انهيءَ ڏس ۾ ٽيئن اسڪولن جو اڀياس ڪيو جن مان ٽي ڪراچيءَ جا خانگي اسڪول هئا ۽ هڪ ڪوئيٽا جو سرڪاري ادارو هو. هن جو مقصد پاڪستان ۾ تعليم ۾ ٻوليءَ واري پاليسيءَ جو اڀياس ڪرڻ ۽ اسڪولن ۾ روزانو استعمال ٿيندڙ ٻوليءَ جو رواج ڏسڻ هو. ان ۾ ڪا حيرت نہ ٿيڻ گهرجي تہ هن انهن کي هيڊانهن ڪان هوڏانهن بي ترتيب محسوس ڪيو جيڪا ڳالهہ ٻيا تعليمي ماهر بہ اڳهہ ۾ چئي چڪا آهن. علي خان جو ڌيان ان ڳالهہ جي پڪ ڪرڻ تي هو تہ آخر استاد ۽ مائٽ اسڪول جي انهيءَ رواج ۾ ڪيئن ٽا سماجي رابطي جو مظاهرو ڪن ۽ پوءِ وري ان کي جائز قرار ڏين.

هن جا نتيجا جيتوڻيڪ نوان ڪونہ آهن پر دلچسپ ضرور آهن. سماجي شعبي ۾ ٻوليءَ جو وهنوار اندازي ڪان وڌيڪ منجهيل آهي. اهي مختلف وقتن تي مختلف ٻوليون استعمال ڪن ٿا ۽ ٻوليءَ جي ڪردار جي باري ۾ سندن خيالن ۾ بہ مونجهارو آهي. اهي مقامي ٻولين کي تعليم لاءِ اڻپورو سمجهن ٿا ۽ منجهن انهن جي خلاف ڌڪار پيدا ٿي چڪي آهي. اهي ئي نتيجا طارق رحمان پنهنجي 90 جي ڏهاڪي واري تحقيق مان حاصل ڪيا هئا. تعجب جي ڳالهہ آهي تہ علي خان گهر ۽ اسڪول جي ٻوليءَ ۾ فرق کي تعليم جي راهہ ۾ ڪا وڏي رڪاوٽ نٿو سمجهي، هن جي بقول وڌيڪ طاقتور ٻوليءَ جي حيثيت ۾ اسڪول جي ٻوليءَ کي مارڪيٽ ۾ مضبوط رشتو ۽ باقاعده هڪ حيثيت ملي ٿي.

علي خان پنهنجون سموريون ڪوششون ان ڳالهہ تي ڌيان ڏيڻ ۾ لڳايون آهن تہ اهي ٽيڪنيڪي طريقا معلوم ڪجن جن مان معلوم ٿئي تہ مختلف ٻوليون ڳالهائيندڙ ماڻهو پنهنجي ٻوليءَ جي چاڻ کي تعليم جي ذريعي سان ڪيئن ٿو نهڪائي سگهي. هو ان ڳالهہ ۾ غلطي ڪري ويو آهي

تہ ڪو پاڪستان ۾ رڳو انگريزي ۽ اردو ٻہ ٻوليون تعليم جي ذريعي طور استعمال ٿين ٿيون ۽ هن جي بقول اهي هتي ٻہ ٻوليائي هئڻ يا ٻن ٻولين ۾ خواندگيءَ کي پيدا ڪرڻ جو باعث آهن. حقيقت ۾ سڄي سنڌ ۾ (ڪراچيءَ کانسواءِ) تعليم جو ذريعو عام طرح سنڌي آهي. 2010-11ع ۾ خيبر پختونخوا پشتو، هندڪو ۽ ڪي ٻيون ٻوليون لازمي مضمونن طور متعارف ڪرايون هيون. پر گهڻ-ٻوليائي حوالي سان ٻوليءَ جي حصول جي سلسلي ۾ وڌيڪ تحقيق ۽ معلومات جي ضرورت آهي تہ جيئن اهڙو ڪو نظام جوڙي سگهجي جنهن جي نتيجي ۾ سٺي معيار جو ٻہ- ٻوليائي سلسلو قائم ٿئي، جنهن جي هن وقت اهميت ڪان ڪوبہ انڪار نٿو ڪري.

محمد علي خان کي سندس انهيءَ تحقيق جي نتيجي ۾ يو.ڪي جي لنڪاسٽر يونيورسٽيءَ مان پي ايچ ڊي جي ڊگري ملي، هو ان ڳالھ جي پڪ ڪرڻ ٿو چاهي تہ آخر اسڪولن ۾ بي ترتيب بي ربط ٻوليءَ واري رواج کي اهي ماڻهو ڪيئن ٿا قبول ڪري سگهن، جيڪي پاڻ ان جا ڳالهائيندڙ نہ آهن؟ ۽ وري ان مان جيڪا ٻن ٻولين واري صورتحال پيدا ٿئي ٿي ان کي استاد ۽ مائٽ جائز بہ سمجهن ٿا (6) هو ٻڌائي ٿو تہ 'اُهَ اسڪول جي ماحول ۾ ٻوليءَ جو مظاهرو غير سماجي، غير سياسي ۽ غير تاريخي نٿو سمجهان' بلڪ مون کي اهو دراصل مختلف نسلي- لساني (ethno linguistic) گروهن جي وچ ۾ سماجي معاشي ۽ سياسي جدوجهد جو مظاهرو لڳي ٿو. (7)

هن جو واسطو ان سان آهي تہ جاتيون ان ڳالھ جي ڪوشش ڪنديون آهن تہ ڪو اهڙو وچ وارو طريقو ڳولجي، جنهن سان ٻوليءَ جا تضاد پڌرا نہ ٿين ۽ انهن کي تعليمي نظام ۾ استعمال ڪري سگهجي. اڪثر ٻارن کي اصل ٻہ- ٻوليو نظام ملي ئي ڪونہ ٿو (8)

هو اهو نٿو سمجهي تہ ڪواچ اسين جنهن هڪ خراب تعليمي نظام تي هلي رهيا آهيون، اهو ٻوليءَ جي ڏس ۾ منجهيل روايتن تي هلڻ جو نتيجو آهي. اهو ان ڪري جو علي خان طرفان اسڪولن جي دوري وقت شاگردن جي سکيا جي حاصلات جي معيار تي ڪو خاص توجھ ڪونہ ڏنو هو. هو انهن

سماجي ۽ معاشي مجبورين بابت ڄاڻي ٿو جيڪي اسڪولن ۾ ٻوليءَ جي باري ۾ وهنوار جو سبب آهن پر هو هلندڙ رٿائن کي چيڙڻ نٿو چاهي (9)

علي خان ان ڳالھ ۾ صحيح آهي جڏهن هو چوي ٿو تہ ٻوليءَ ڏانهن وهنوار عام ماڻهن جي رويي سان طيءِ ٿئي ٿو. اسان جي معاملي ۾ ٻوليءَ واري مسئلي سبب پيدا ٿيل سماجي ورهاست تعليمي پاليسين کي ڏاڍو توڙي مروڙي ڇڏيو آهي. اهو ئي سبب آهي تہ ڪولمئن ٻوليءَ بابت ماڻهن جي خيالن ۾ تبديلي آڻڻ لاءِ دليل ڏيڻ جي سفارش ڪئي آهي. اهي انٽرويو جيڪي علي خان ماڻهن ۽ استادن کان ورتا ۽ هن جي ٿيسز ۾ شامل آهن، ڏيکارين ٿا تہ اصل ڳالھ کي سمجهڻ کانسواءِ ڪيئن نہ اُهي ماڻهو انگريزي ٻوليءَ کي ايڏو اوچو درجو ڏين ٿا. انهيءَ ڏس ۾ هن ڪميونٽيءَ مان انٽرويو ڪرڻ جو موقعو سجايو ڪونہ ڪيو تہ جيئن ٻوليءَ جي معاملي تي حمايت يا مخالفت جي خبر پئجي سگهي، جنهن سان ڪيترائي مفروضا ڊهي پون ها. ۽ هن معاملي جي باري ۾ چڱي سمجھ پيدا ٿي سگهي ها.

ٻولي سماجي جوڙجڪ ۽ تصورن ۾ تمام اهم ڪردار ادا ڪري ٿي. سماجيات جي هڪ ماهر روبينہ سهگل اسان کي اهو سمجهائي ٿي تہ سماج ڪهڙيءَ ريت موروثي جوڙجڪ ۽ سماجي طبقن جي بنياد تي بيٺل آهن، جن ۾ پيداوار جا طريقا ساڳيا آهن جن سان رشتا بہ ساڳيا آهن، جنهن جي ڪري سندن قدر عقيدا ۽ اصول بہ ساڳيا آهن. (10) هوءَ ان ڳالھ جي بہ نشاندهي ڪري ٿي تہ ڪيئن پاڪستان جو تعليمي نظام "طبقاتي ثقافتي طاقت کي پيدا ڪرڻ ۾" پنهنجو ڪردار ادا ڪري ٿو. سهگل لکي ٿي:

> ڪامورن جا ٻار پاڻ بہ ڪامورا يا پيشيور (Professionals) ٿيڻ جي اميد رکندا آهن، صنعتڪارن جي ٻارن کي سماجي خيالن تي ضابطو ٿي سگهي ٿو ۽ فوج جي مٿين عهدن وارن فوجين جا ٻار تمام پڪي نموني سان اميد رکندا آهن تہ اهي جنرل، ڪرنل ۽ ميجر ٿيندا. هڪ هاريءَ جو ٻار سواءِ سخت پورهئي جي ٻيو ڪهڙا خواب ڏسندو؟ ۽ شهري غريب آباديءَ وارو ڪڏهن بہ پاڻ کي ڪنهن ذميدار عهدي تي ڪونہ ڏسندو ۽ ڪو سرن جي ڀٽي تي ڪم ڪرڻ واري جو ٻار ڀٽي جي ساڙيندڙ گرميءَ ۾ پيو سڙندو ۽ ٻرندو. (11)

سهڳل جو رايو آهي تہ انهيءَ نظام جي خلاف جدوجهد صرف تعليم جي ميدان ۾ ڪانہ ٿي ڪري سگهجي. سمورو سماجي ڍانچو ئي بدلائڻو پوندو. سندس مشاهدو بلڪل صحيح آهي. پر ائين ٿئي ڪونہ پيو ان ڪري هڪ بيو متبادل يا پور وچوٽ لقاءُ هلي رهيو آهي، هن اليڪٽرانڪ ميڊيا جي دور ۾ هاريءَ جي ٻارن ۽ غريب آباديءَ ۾ ٻئي تي مزدوري ڪندڙن کي خواب ڏسڻ يا خواهشون ڪرڻ کان روڪي بہ نٿو سگهجي ۽ جڏهن هو پنهنجا خواب پورا ڪري نٿا سگهن ڇو تہ انهن وٽ اهڙا وسيلا ۽ صلاحيت ڪانهي، ان ڪري هو مايوس ٿي وڃن ٿا. انهن کي مليل تعليم ايتري تہ گهٽ معيار جي آهي جو اها کين ۽ سندن قيد ٿيل وجود کي آزاد ڪرائي نٿي سگهي. ٽيليويزن انهن کي ڪوڙا دلاسا ۽ حل ڳولڻ لاءِ بيشمار امڪان ڏيکاريا آهن. ٻوليءَ بہ انهن مان هڪ آهي.

تاريخي طور تي مٿين طبقن کي ئي انگريزي ٻوليءَ تي دسترس حاصل رهي آهي. 1935ع کان پوءِ برطانوي راج جي پاليسيءَ ان ڳالهہ جي پڪ ٿي ڪئي تہ انگريزي صرف هڪ اهڙي طبقي کي سيکاري وڃي، جيڪي "اسان انگريز حڪمرانن ۽ انهن لکين ماڻهن جن تي اسين حڪومت ڪري رهيا آهيون، انهن جي وچ ۾ ترجمان بنجي سگهن". اهو طبقو "هڏ رت ۽ رنگ" ۾ هندستاني پر "پسند نا پسند ۾ راين، اخلاقن ۽ سوچ ۾". برطانوي هجي (12) ائين مٿين طبقن لاءِ انگريزدان بنجڻ ۽ انگريزي ڳالهائڻ جي لاءِ هڪ مثال قائم ٿي ويو. ان ڪري الله جي غريب ٻندن جي ٻارن کي مٿي چاڙهڻ لاءِ سندن مائٽ بہ چاهين ٿا تہ سندن اولاد بہ مراعتن ۽ طاقت جي حصول لاءِ اِها سگهاري ٻولي سکي. پر ائين ٿئي ڪونہ ٿو ڇو تہ اسان جو تعليمي نظام ائين ٿيڻ نٿو ڏي... تنهن ڪري ماڻهو اڏو گابرا حل ڳوليو وينا آهن ۽ ان سڄي عمل ۾ تعليم جو ٻيڙو ٻڏي رهيو آهي. افسوس تہ ان ڳالهہ جو احساس ۽ تعليم جي هن مڪمل تباهيءَ جي سمجهہ پاليسي جوڙيندڙن کي بنهہ ڪانهي.

اها صرف تعليم ڪانهي جنهن کي خطرو آهي، انساني ذهن ۽ ثقافت کي بہ خطرو درپيش آهي. هاڻي بہ نفسياتدان چون ٿا تہ ٽيليويزن جي ڪري وڌندڙ لساني غير فعاليت، هڪ ٻار جي ذهني اوسر جي لاءِ هاڃيڪار

تي سگهي ٿي. هو ان ڳالهہ تي زور ڏين ٿا تہ ٻارن جا ڪن هميشہ کليل هئڻ گهرجن. ان جو مطلب اهو ٿيو تہ رابطو ٻہ طرفو هئڻ ضروري آهي، جنهن ۾ ٻار ۽ وڏن جي وچ ۾ وڌيڪ آمهون سامهون گفتگو ضروري آهي، جنهن سان نہ صرف ٻار جي دماغ جي واڌ ويجهہ ٿئي ٿي پر ان جي ذريعي ملندڙ معلومات کي ٻوليءَ جي استعمال جي حوالي سان ٻار عمل ۾ آڻي ٿو ان جي باري ۾ سوچي ٿو ۽ مسئلن کي حل ڪرڻ سکي ٿو. ڇا اهو سيکجهہ کنهن اهڙي ٻوليءَ ۾ ٿي سگهي ٿو جنهن کي ٻار بنهہ ڄاڻي ئي ڪونہ ٿو جيڪا مائٽن لاءِ بہ اوپري آهي ۽ جنهن ۾ استاد بہ ڪا لياقت نٿا رکن. تنهن کانسواءِ ٻار جي ذهن ۽ شخصيت جي اوسر ۾ ٻوليءَ جو ڪردار ان کان وڌيڪ فيصلي وارو آهي، جيترو هيستائين سمجهيو ويو آهي. اها ٻولي آهي، جيڪا سوچڻ جو اوزار آهي خاص ڪري اختصاري ۽ تجزيي واري سوچ جو! ماڻهوءَ کي پنهنجن خيالن کي، تجربن ۽ تصورن کي ترتيب ڏيڻ لاءِ لفظن جي ضرورت پوي ٿي، جن کي ڪنهن ماڻهوءَ جون 'سماجي حقيقتون' چئي سگهجي ٿو. هڪڙو اهڙو ٻار جنهن کي ٻوليءَ جي شاهوڪار تجربي کان محروم رکيو وڃي، اهو سماجي سطح تي ڏکيو ٿئي ٿو ڇو تہ ڪيترائي سماجي- ثقافتي قدر هن ۾ منتقل ئي ڪونہ ٿي سگهندا آهن.

ڪي ماڻهو اهو دليل ڏئي سگهن ٿا تہ اها ڳالهہ تہ هر ٻوليءَ سان هڪ جهڙي لاڳو ٿئي ٿي؟ ان ڪري جيڪڏهن ٻارن کي پنهنجي گهر جي ٻولي نہ پر ڪنهن ٻي ٻوليءَ ۾ سکيا ڏني وڃي ٿي جنهن کي تعليم جو ذريعو بڻايو ويو آهي، تہ اسان کي پريشان ٿيڻ جي ضرورت ڪانهي، پر اهو هڪ گنڀير مسئلو آهي ڇو تہ تعليم ۾ جنهن ٻوليءَ کي اڳتي آندو پيو وڃي سا انگريزي آهي. ان جو مطلب اهو ٿيو تہ ٻار گهڻو ڪري رڳو غير فعال ٻڌندڙ ٿيندا ويندا ۽ مربوط طريقي سان سوچڻ ۽ چٽائيءَ سان پنهنجن خيالن جو اظهار ڪرڻ جي صلاحيت کان محروم ٿي ويندا. انهيءَ عمل ۾ سندن گهر جي ٻوليءَ تي بہ اثر پوي ٿو جنهن ذريعي هو پنهنجن مائٽن سان بہ صحيح ڳالهہ ٻولهہ نہ ٿا ڪري سگهن. محققن جو چوڻ آهي تہ ٻولي ڪنهن ماڻهوءَ جي سماج ۽ ٻي دنيا جي باري ۾ خيال تي بہ اثر انداز ٿئي ٿي. جين هيلي (Janc Healy) لکيو آهي تہ "آرڪٽڪ جا ماڻهو (جن کي اڳي اسڪيموز

سڏيو ويندو هو) جن وٽ برف جي مختلف قسمن لاءِ سوين لفظ آهن. انهن مان اها اميد وڏيڪ رکي سگهجي ٿي تہ برف جي باري ۾ بهتر انداز ۾ دليلن سان ڳالهائي سگهن بنسبت انهن سماجن جي جن وٽ برف بابت صفا گهٽ لفظ هجن ۽ ان کان بہ گهٽ معنائن جا رنگ هجن. (13) ان جو ڪنهن ماڻهوءَ جي سماجي رتبي تي ناڪاري اثر پئجي سگهي ٿو جنهن سان اهڙي طبقاتي ورهاست پيدا ٿئي جيڪا بنهہ اڻ وڻندڙ هجي. خوداسان هن معاملي ۾ پاڪستان ۾ عام طور استعمال ٿيندڙ ٻن ٻولين اردو ۽ انگريزي واري لاڙي کي سمجهي سگهون ٿا. اسان جي ڪٽنبن تي آڌار رکندڙ هن سماج کي ڏسندي، خاندان اندر مختلف رشتن ناتن کي بيان ڪرڻ لاءِ اردوءَ ۾ موجود ڪيترن ئي لفظن کي سمجهڻ سولو عمل آهي. انگريزيءَ جو لفظ انڪل (uncle) اردوءَ ۾ ڪيترن ئي اصطلاحن سان پڌرو ڪري سگهجي ٿو جن ۾ خاص رشتن ڏانهن اشارو ٿئي ٿو جيئن 'چچا' يا 'تايا' 'مامو'، 'خالو' يا 'ڦڦا' وغيره. جيڪڏهن اسين هيليءَ جي دليل کي قبول ڪريون، جيڪو صحيح بہ لڳي ٿو تہ پوءِ هڪ اردو ڳالهائيندڙ يا ٻي ڪا علائقائي زبان ڳالهائيندڙ ٻار جو ساڳئي جوڙجڪ ۾ خاندان جي باري ۾ جيڪو تصور هوندو سو انگريزي ڳالهائيندڙ ٻار جي تصور کان بلڪل مختلف هوندو.

### ٻولي ۽ معيشت

پاڪستان ۾ ٻوليءَ کي ڪنهن ماڻهوءَ جي معاشي حيثيت سان جوڙيو وڃي ٿو. جيتوڻيڪ عملي طرح اسان وٽ ڪو اهڙو ذاتين جو نظام ڪونهي، جنهن ۾ ماڻهن جي مختلف پيشن يا ڌنڌن کي سندن سماجي رتبي سان ڳنڍيو ويو هجي، پر ڏنو وڃي تہ حقيقت ۾ اهوئي ڪجهہ ٿي رهيو آهي، جنهن کان انڪار ممڪن ڪونهي. اهو بنيادي طرح ان ڪري آهي جو اسان وٽ ٽن قسمن جي تعليم آهي ۽ بقول طارق رحمان جي:

> "ٻهرين ڳالهہ اها تہ سيني ثقافتن ۾ ڪي قدر ۽ رسمون رواج وڏي ٿهيءَ کان ننڍي ٿهيءَ کي منتقل ٿيندا آهن. ٻي ڳالهہ اها تہ هنتي هنر سکڻ يا رسمي تعليم جي حصول جو مقصد ملڪيت گڏ

ڪرڻ يا اچا وڏيڪ ترقي يافتہ معيشت ۽ دولت پيدا ڪرڻ هجي ٿو.
ان کي تعليم جو مُوڙي پيدا ڪرڻ وارو ڪردار چئي سگهجي ٿو.
ٽين ڳالهہ اها آهي تہ علم جي تلاش ڄاڻ جي لاءِ ئي هجي ٿي. هتي
تعليم ڪنهن منزل لاءِ ذريعو نہ پر خود منزل ٿئي ٿي." (14)

روايتي طرح تعليم جي انهن ٽن قسمن مختلف طبقن جا ماڻهو
پيدا ڪيا، جن ۾ مذهبي شخصيتن کي ماڻهن جي اخلاق جو محافظ
سمجهيو وڃي ٿو استاد ۽ فلاسفر ذهني ۽ فڪري طور شاهوڪار هوندا آهن
۽ دولت پيدا ڪندڙ واپاري، صنعتڪار توڙي جاگيردار حڪمران بہ هن ۾
شامل آهن. اهي جيڪي پڙهيل ڪونہ هوندا آهن، تن کي هٿ جو ڪم
ڪرڻو پوندو آهي ۽ سندن اجرت بہ گهٽ ۾ گهٽ هوندي آهي.

پاڪستان ۾ تعليم عام طور موڙي (دولت) حاصل ڪرڻ واري قسم
جي هوندي آهي. سر سيد احمد خان طرفان ڏنل فلسفي موجب وچولي طبقي
جي مسلمان ڪٽنبن جي نوجوانن ۽ اشرافيہ حڪومتي ملازمتن ۾ وڃڻ لاءِ
تعليم حاصل ڪئي، بقول طارق رحمان جي، 'نوجوان مردن مان سيني کان
هوشيار طبقي انڊين سول سروسز ۾ مرضيءَ سان شموليت اختيار ڪئي،
انگريزن سان گڏجي پنهنجن غريب اڻپڙهيل هم وطنن تي حڪومت ڪئي.
اها تعليم پيو ڪجهہ نہ پر اشرافيہ واري زندگي گذارڻ جو پروانو هئي. (15)

تنهن ڪري پاڪستان ۾ تعليم پڻ هڪڙو دولت پيدا ڪندڙ
ذريعو بنجي وئي آهي، جيڪو ڪو مثبت رخ ڪونهي، خاص ڪري اهڙي
سماج ۽ معيشت جي هن دور ۾ جڏهن مارڪيٽ ۾ ماديت ۽ تجارت انساني
زندگيءَ جي هر پهلو مٿان حاوي آهي. سڀ کان ڏکوئيندڙ ڳالهہ اها آهي تہ
انگريزيءَ کي قومي معيشت جي لاءِ هڪ وڏي فائدي واري عنصر طور اڳتي
وڌايو پيو وڃي. جڏهن هڪ متفق پاليسيءَ طور نوڪرين جي حصول کي
انگريزيءَ ۾ اعليٰ صلاحيت سان سلهاڙيو وڃي، جنهن جي ڪا ايتري
ضرورت بہ ڪانهي، تہ پوءِ اسين گهٽن اهڙن ماڻهن جي راهہ ۾ رڪاوٽ ٿا
وجهون، جيڪي ٻوليءَ جي معاملي ۾ پنتي هجن، ان جو لازمي نتيجو اهو

نڪتو آهي تہ ان، انهيءَ ٻوليءَ جي لاءِ هڪڙي مصنوعي طلب پيدا ڪري وڌي آهي. ان سان تعليمي نظام تي غير ضروري دٻاءُ پئجي ويو آهي.

ہ مثال ان ڳالهہ کي ثابت ڪرڻ لاءِ ڪافي ٿيندا تہ انگريزي ٻوليءَ کي ڪيئن معاشي ترقيءَ سان جوڙيو ويجي ٿو. هڪڙو معاملو ڪراچيءَ ۾ مانٽيسوري ٽيچرس ٽريننگ سينٽر (MTTC) وارو ڏسو اهو ادارو ايمسٽرڊئم جي "مانٽيسوري انٽرنيشنل ايسوسيئيشن" سان جڙيل آهي. اهو سينٽر مانٽيسوري ڊپلوما ڪورس اردوءَ ۽ انگريزيءَ ۾ ڪرائي ٿو. استاد ٻہ ٻوليون ڳالهائيندڙ آهن، جيڪي انهن ٻنهي ٻولين ۾ ڪلاس وٺن ٿا. ساڳيا ئي درسي ڪتاب (16) ٻنهي سيڪشنن جا شاگرد استعمال ڪن ٿا. ٻين لفظن ۾ علمي ۽ درسي معيار ٻنهي ٻولين جي سيڪشن سان ساڳيو آهي.

جڏهن هرڪا ڳالهہ بلڪل برابر آهي تہ پوءِ حيرت جي ڳالهہ اها آهي تہ اهي شاگرد جن جي بظاهر انگريزي ڪمزور آهي، اهي بہ انگريزيءَ جي چونڊ ڪن ٿا. جڏهن تہ انهيءَ سان سندن علمي ڪم متاثر بہ ٿئي ٿو ڇاڪاڻ جو سندن ٻوليءَ جي سمجهہ بہ معيار کان گهٽ آهي. سال 13_2012ع واري سيشن ۾ 59 شاگرد MTTC ۾ داخل ٿيا، جن مان 35 انگريزي ميڊيم ڪلاسن جي چونڊ ڪئي، جڏهن تہ 24 هن اردوءَ کي چونڊيو. جنهن وقت سيشن شروع ٿيندو آهي، ان وقت انگريزيءَ واري حصي ۾ وڌيڪ شاگرد هوندا آهن، پر پوءِ جڏهن اهي پڇي ڪونہ سگهندا آهن تہ کين اردوءَ ۾ وڃڻ جي صلاح ڏني ويندي آهي. انگريزي ڀاڱي ۾ 35 شاگردن مان صرف 20 هن کي انگريزيءَ ۾ رواني حاصل هئي، 14 کي انگريزي ڳالهائڻ واري مهارت حاصل ڪانہ هئي. اهي اردوءَ يا پنهنجي گهر جي ٻوليءَ ۾ سوچي پوءِ ذهن ۾ ان جو ترجمو ڪري ڳالهائيندا آهن. پر پوءِ انگريزيءَ جا ڪجهہ جملا ڳالهائڻ کان پوءِ اهي وري اردوءَ ۾ شروع ٿيو وڃن، ڇو تہ هو انگريزيءَ ۾ گفتگو جاري رکڻ ۾ ڏکيائي محسوس ڪندا آهن. ان جي باوجود شاگردن جي انگريزيءَ لاءِ ترجيح صاف ظاهر آهي. پڇڻ تي مون کي ٻڌايو ويو تہ پرائمريءَ کان اڳ واري تعليم (preschool) جي ادارن کي انگريزي نہ ڳالهائيندڙن کي ملازمت ۾ رکڻ کان چڙ آهي. اها ڏاڍي مزيدار ڳالهہ آهي ڇو

تہ ڊپلوما ۾ اميدوار جو تعليم جو ذريعو تہ لکيل ئي ڪونهي، پر پوءِ مون کي ٻڌايو ويو تہ نوڪريءَ لاءِ انٽرويو مهل اميدوار کان سنڌس ميڊيم پڇيو ويندو آهي، جيڪو هن اختيار ڪيو هو. ٻين لفظن ۾ ائين چئي سگهجي ٿو تہ معاشي شاهوڪاريءَ ۾ بجاءِ اصول ۽ مواد جي، ظاهري ڏيک کي وڏيڪ اهميت حاصل آهي. اسڪولن ۾ استادن جي چونڊ مهل بہ اهڙو رويو رهي ٿو ۽ MTTC جي شاگردن کي سندن سکيا جي مشق ڪرڻ يا رڳو مشاهدو ڪرڻ لاءِ چونڊڻ مهل بہ اهڙي تعصب جو مظاهرو ڪيو ويندو آهي. مون کي مانٽيسوري ٽريننگ سينٽر وارن ٻڌايو تہ چار ڪن اسڪول اهڙا آهن، جيڪي ٻوليءَ جي گهرج بابت ڪافي سخت آهن ۽ رڳو تربيتي پروگرامن خاطر بہ انگريزي نہ ڳالهائيندڙ استادن کي قبول ڪونہ ڪندا آهن. نوڪريءَ جي تلاش ۾ سهولت جي ڪري پڻ ٻوليءَ جي چونڊ ۾ شاگرد اهڙو عمل اپنائين ٿا.

اهو هڪ بنهہ ننڍڙو مثال آهي، جو تہ هرسال MTTC ۾ رڳو 60 شاگرد داخلا وٺندا آهن. ان کان وڌيڪ تہ برٽش ڪائونسل جي طرفان يورو مانيٽر انٽر نئشنل (Euromonitor International) کي جيڪا رپورٽ تيار ڪرڻ لاءِ چيو ويو هو انهيءَ جي اهميت آهي (17). اها 30 ملٽي نئشنل ڪمپنين کان ورتل انٽرويوئن تي مشتمل آهي، جنهن ۾ آءِ. ٽي کان زراعت (جا شعبا) تي خانگي يونيورسٽيون، تعليم جي وزارت ۽ ڪجھ ڪارخانا شامل هئا ۽ انهن طرفان آسامين جا آن لائين ۽ ڇپيل اشتهارن جا فوٽا بہ شامل هئا، جن ۾ انگريزيءَ جي گهر ڪيل هئي. ان طرح هنن جي طرفان مقررين جو طريقي ڪار ۽ پگهار جو ڪاٿو ۽ انگريزي ٻوليءَ کي ڏنل اهميت وغيره معلوم ڪئي وئي. انهن مان ڪي نتيجا ۽ مشاهدا تمام ڏيان ڇڪائيندڙ هئا. انهن نتيجن موجب انگريزي ڳالهائيندڙ ۽ اهي جن کي اها نٿي آئي، انهن جي پگهارن ۾ 10 کان 15 سيڪڙي جو فرق هو يورو مانيٽر انٽرنئشنل (Euromonitor International) اهو ڪاٿو 2009ع ۾ لڳايو تہ 49 سيڪڙو (پاڪستان جي) ڪل آباديءَ مان انٽرميڊيئيٽ جي سطح جا ماڻهو انگريزي ڳالهائي سگهيا ٿي، اها شرح 2015ع تائين وڌي 58 سيڪڙو

ٿيڻ جي اميد آهي (18). اها ڳالهہ يقين ڪرڻ جهڙي ڪانهي ڇو تہ ڪل آباديءَ جو 57 سيڪڙو سرڪاري طور اڻ پڙهيل قرار ڏنل آهي (حقيقت ۾ تہ اجا بہ وڌيڪ هوندو) ۽ اٽڪل 70 سيڪڙو ملڪ جي آبادي ٻهراڙين ۾ رهي ٿي. اسر (ASER) طرفان ٻارن جي سکيا جي نتيجن جي درست نشاندهي ٿيل آهي.

يورو مانيٽر جو اهو نتيجو تہ پگهار وٺندڙ اهڙن ملازمن مان، جن کان انٽرويو ورتا ويا، 65 سيڪڙو انگريزي ڳالهائيندڙ هئا، درست هوندو. پر ڏنو وڃي تہ ملٽي نئشنل ڪمپنين ۾ ڪارڪنن جو تمام ٿورو انگ ڪم ڪري ٿو. ان مان اهو ظاهر ٿئي ٿو تہ روزگار جي مارڪيٽ ڪيتري بگڙيل آهي.

اسان وٽ "هڪ ٻوليءَ طور انگريزيءَ ۽ معاشي شاهوڪاري" جو پاڻ ۾ ڪيترو سڌو لاڳاپو آهي، اهو وڏن وڏن آجرن (نوڪري ڏيندڙ مالڪن) جو پيدا ڪيل آهي، جيڪي نوڪريءَ جي لاءِ انگريزيءَ جي لياقت جو اڳواٽ شرط وجهندا آهن ۽ اهو جواز ڏيندا آهن تہ ڪمپنيءَ جي واڌ ويجهہ لاءِ انگريزي تمام اهم آهي. نتيجي طور اهي صنعتون جيڪي GDP (خالص قومي پيداوار ۽ خرچ وغيره) ۾ وڌ ۾ وڌ حصيدار هونديون آهن. مثلاً آءِ. ٽي، ٽيليڪميونيڪيشن ۽ بينڪن ۾ وڌ ۾ وڌ افرادي قوت هوندي آهي، انهن جو 92 سيڪڙو انٽرميڊئيٽ جي سطح جي انگريزي ڳالهائي ٿو. (19)

هڪ ٻيو عنصر جنهن انگريزيءَ جي طلب وڌائي آهي، اهو آهي ملازمتن جي مارڪيٽ ۾ اهم ڪردار ادا ڪندڙ نوڪري ڏياريندڙ ايجنسيون (Recruitment agencies)، جيڪي هن وقت اعليٰ عهدن واريون وڏيون آساميون پرڻ لاءِ پنهنجي چونڊ کي اهو چئي جائز قرار ڏين ٿيون تہ انگريزيءَ ۾ تعليم ئي معيار جي ضمانت آهي، اهي ئي اهو عام تاثر اپارين ٿيون تہ انگريزي ڳالهائيندڙ تڪڙي ترقي ڪن ٿا. ڇاڪاڻ جو اهي بين الاقوامي سطح تي رابطا ڪري پنهنجو پاڻ کي وڌيڪ پڌرو ڪري سگهن ٿا. 30 ڪمپنين مان، جن جا انٽرويو ڪيا ويا، 17 جي طرفان انٽرميڊئيٽ سطح جي انگريزيءَ واري صلاحيت جي طلب ڪئي وئي، جڏهن تہ 9 انگريزيءَ ۾ سٺي لياقت سان گڏ ڳالهائڻ ۾ روانيءَ تي بہ زور ڏنو. (2)

يورو مانيٽر واري رپورٽ واضح طور بيان ڪري ٿي تہ مراعت يافتہ طبقي ۽ ويچاري ڪمزور طبقي جي تعليم جي وچ ۾ ڪيتري اڻ برابري آهي. جيڪي اسڪول بهترين تعليمي لياقتن جي لاءِ پڙهائين ٿا, اهي سمورا مضمون انگريزيءَ ۾ پڙهائين ٿا ۽ مهانگا بہ تمام گهڻا آهن. سندن سراسري ماهوار ٽيوشن في 15000/ ڪان -/75000 رپيا يا ان ڪان وڌيڪ آهي, جڏهن تہ داخلا في 15000/ ڪان -/30000 رپين جي وچ ۾ اٿن. هڪ عام رواجي هٽ جو پورهيو ڪندڙ ڪارڪن جي ماهوار اجرت 4088 رپيا هوندي آهي. (21)

ان سان انگريزي ٻوليءَ جي مهارتن تي تمام گهڻو زور وڌو وڃي ٿو پر عام ماڻهوءَ جي لاءِ انگريزي سکڻ جي مالي سگهہ نہ هئڻ جو مطلب اهو نڪري ٿو تہ سٺيون نوڪريون بہ سندن پهچ کان ٻاهر آهن. اها صورتحال ڪن ٿورن ماڻهن جي پيدا ڪيل آهي, جيڪي نوڪرين تي پنهنجي هڪ هٽي قائم رکڻ چاهين ٿا.

## برٽش ڪائونسل واري رپورٽ جا نتيجا

برٽش ڪائونسل طرفان ٻوليءَ جي هڪ ماهر هيول ڪولمئن (22) کي پاڪستان ۾ انگريزيءَ جي حيثيت جو تجربو ڪرڻ لاءِ مقرر ڪيو ويو ۽ چيو ويو تہ ان موضوع تي سفارشن سوڌي هڪ رپورٽ تيار ڪري ڏي. ان جي نتيجي ۾ 2010ع ۾ "پاڪستان ۾ تدريس ۽ سکيا: تعليم ۾ ٻوليءَ جو ڪردار"

(Teaching and Learning in Pakistan: The Role of Language in Education)

جي عنوان سان اها رپورٽ ڇپجي سامهون آئي. (23) ان رپورٽ لاءِ چيو ويو تہ اها ڪيس مقرر ڪري ڏنل حدن کان مٿي هئي ڇو تہ ڪولمئن محسوس ڪيو تہ هو انگريزي ٻوليءَ واري معاملي کي خلا مان تہ ڪونہ ڪڍندو. جيئن تہ سندس سفارشون عوام جي خلاف هيون ۽ پاڪستان ۾ تعليم ۾ ٻوليءَ وارو تصور اشرافيہ جي اثر ۾ هو ان ڪري برٽش ڪائونسل طرفان ڪولمئن جي رپورٽ جي چند ڇاڻ ڪرڻ لاءِ صلاح مصلحت جو سلسلو شروع ڪيو ويو تہ جيئن ان تي بحث مباحثو ٿي سگهي. جيئن بعد واري رپورٽ ۾ ڏسي سگهجي ٿو پاڪستان ۾ عام راءِ جنهن تي هڪ ننڍڙي شاهوڪار طبقي جو قبضو آهي, اها

هن ڏس ۾ ٻوليءَ جيّ سکيا بابت هڪ سائنسي ۽ مثبتُ رويي کي قبول ڪرڻ لاءِ به تيار ڪانهي (24). اهو اندازو سموري پڙهيل لکيل ۽ دانشور سطح تي ۽ وزارتي ڪانفرنس ۾ موجود هو.

## رپورٽ جا ڪجهه نتيجا هتي ڏجن ٿا (25)

- تعليم جو ذريعو انگريزي هئڻ گهرجي ته جيئن ٻين ملڪن جا ماڻهو اسان جي عزت ڪن.
- ٻار ننڍي عمر ۾ ٻولي وڌيڪ بهتر نموني سکن ٿا.
- انگريزي رابطي جي ٻولي آهي، جيڪا ماڻهن کي هڪٻئي جي ويجهو آڻي ٿي.
- انگريزيءَ جي استعمال سان اشرافيه ۽ هيٺئين طبقي جي وچ واري وڇوٽي ختم ٿي ويندي.

جيڪي پنج غلط فهميون ڇاٽايون ويون، اهي هي آهن: (26)

- ٻار ننڍي عمر ۾ ٻولي وڌيڪ بهتر نموني سکي سگهن ٿا.
- تعليمي نظام ۾ مادري ٻوليءَ کانسواءِ ٻيون ٻوليون، استعمال ڪرڻ جا ڪي به ناڪاري نتيجا نٿا ڪرن.
- پرائيويٽ اسڪولن جا نتيجا بهتر هوندا آهن ڇو جو اهي انگريزي کي تعليم جي ذريعي طور استعمال ڪن ٿا.
- عالمگيريت جو مطلب آهي ته انگريزي تعليم جي ذريعي طور ضرور استعمال ڪجي.
- دنيا جي ٻين حصن ۾ مادري ٻوليون تعليم جي ذريعي طور استعمال نٿيون ٿين.

سماج ۾ ايڏا وڏا تعصب ڪتل آهن، جو ماڻهو سمجهي سگهي ٿو ته مقامي ٻولين کي ڪيتري وڏي جنگ جوٽڻي پوندي.

## Notes

1. Gallup Pakistan 17 April 2013. http: www.gallup.com.pk/ polls show. php?id=2013-04-15> Accessed on 16 April 2013.
2. Annual Status of Education Report 2012. www.aserpakistan.org/document/aser/2012/reports/national/ National 2012.pdf.
3. Avijit Pathak, Social Implications of Schooling: Knowledge, Pedagogy and Consciousness (New Delhi: Rainbow Publishers 2002), 151-3.
4. Tariq Rahman, Language, Education and Culture (Karachi: OUP, 1999),165.
5. Ibid.
6. Muhammad Ali Khan, 'Social Meanings of Language Policy and Practices: A Critical, Linguistic, and ethnographic Study of four Schools in Pakistan.' Doctoral thesis submitted to the University of Lancaster, UK, December 2012.
7. Ibid, 245.
8. Ibid, 199.
9. Ibid, 245-50.
10. Rubina Saigol, Education: Critical Perspectives (Lahore: Progressive Publishers, 1993), 133.
11. Ibid, 138.
12. Lord Thomas Macaulay's Minutes on Education of 1835.
13. Jane Healy, Endangered Minds: Why Children Don't Think and what we can do about it (New York: Touchstone, 1990), 106.
14. Tariq Rahman, Unpleasant Essays: Education and Politics in Pakistan (Lahore: Vanguard, 2002),13.
15. Ibid.
16. The English edition of Maria Montessori's writings have been translated into Urdu by Dr. Ismail Saad, an eminent Scholar who taught at the University of Karachi.
17. The Benefits of the English Language for Individuals and Societies: Quntitative Indicators from Cameroon, Nigeria, Rwanda, Bangladesh and Pakistan, a custom report

compiled by Euromonitor International for the British Council, London, 2011.

18. Ibid, 111.
19. Ibid, 118.
20. Ibid, 125-6.
21. Ibid, 131
22. Hywe Coleman is Honourary Senior Research Fellow at the School of Education, Leeds University, UK. He has edited Society and the Language Classroom (1996) and Dreams and Realities: Developing Countries and the English Language (2011).
23. Hywel Coleman, Teaching and Learning in Pakistan: The Role of Language in Education (Islamabad: British Council, 2011).
24. Hywel Coleman, and Tony Capstick, Language in Education in Pakistan, Recommendations for Policy and Practice (Islamabad: British Council,2012).
25. Ibid, 25-36.
26. Ibid, 38-42.

# باب ڏهون

## نيٺ ڇا ڪجي

هاڻي وقت اچي ويو آهي تہ پاڪستان جا دانشور تعليم ۾ هڪ مربوط ۽ منطقي لساني پاليسيءَ جي گهر ڪن، جيڪا زميني حقيقتن ۽ انصاف ۽ برابريءَ تي ٻڌل هجي، حقيقت اها آهي تہ اسين هن اهم معاملي تي تحقيق ڪرڻ ۾ ناڪام ويا آهيون ۽ نہ ئي اسان کي ڪو اندازو آهي تہ اسان کي ڇا ڪرڻ گهرجي! اسان جي پاليسي جوڙيندڙن کي سياسي ۽ سماجي مصلحتن پٺي هلايو آهي، جڏهن تہ انهن کي ٻار جي ذهني صلاحيتن جي اوسر واري بنيادي مقصد لاءِ ڪم ڪرڻ کپندو هو. ان جو اهو مطلب ڪونهي تہ ڪو اسان کي بنهہ شروعات کان ڪم ڪرڻو پوندو. ڪيترن ئي ملڪن ۾ تعليم ۾ ٻوليءَ جي باري ۾ تمام گهڻي تنقيد ٿي چڪي آهي، انهن مان هندستان بہ هڪ آهي، جنهن جو سماجي ثقافتي پس منظر ساڳيو هئڻ جو اسان کي فائدو بہ آهي، اسان جي ساڳي تاريخ ۽ ساڳيا معاشي مسئلا آهن، جيڪي غربت جا پيدا ڪيل آهن. پاڪستان ۾ بہ ساڳيو حال آهي.

ڪنهن بہ تعليمي پاليسيءَ سان مسئلو اهو آهي تہ ، صحت جي پاليسيءَ جي برعڪس، اها نتيجا دير سان ڏيندي آهي. صرف جڏهن هڪ يا ٻہ نسل اسڪول مان پڙهي نڪرندا آهن ۽ پاليسيءَ ۾ ڪا تبديلي نہ آئي هجي تہ پوءِ ان جو شاگردن تي اثر جاچي سگهجي ٿو. ڪيترائي ملڪ اهڙا سروي ڪندا آهن، جيڪي ٻن يا ٽن ڏهاڪن تائين پکڙيل هوندا آهن ۽ پوءِ انهن شاگردن جي سکيا جي نتيجن بابت تمام ڏيان سان فيصلا ڪندا آهن، جنهن کان پوءِ ئي مستقل بنيادن تي پنهنجي تعليمي پاليسين ۾ حڪمت عمليون شامل ڪندا آهن پر اسان جي لاءِ اهو مناسب ناهي تہ اسين تبديليون متعارف ڪرائڻ کان اڳ ايترو ڊگهو انتظار ڪريون. تنهن ڪري اهڙا سڌارا جن ۾ وقت سان آزمايل حڪمت عمليون شامل هجن ۽ عقلي بہ لڳن ۽ عملي طور ممڪن بہ هجن تہ پوءِ انهن تي بحث مباحثو ڪري جلد کان جلد اهي لاڳو ڪجن، گهٽ ۾ گهٽ پرائمري سطح تي تہ اختيار ڪيون وڃن. جيئن تہ

اهڙو ڪو ضابطي وارو ماحول مصنوعي طرح پيدا نٿو ڪري سگهجي، ان ڪري رهنما اصول عام سمجهه کي بنايو وڃي.

تعليم ۾ ٻوليءَ جي معاملي ۾ ڪيترن ئي متبادل عنصرن کي سامهون رکڻو پوندو خانداني پس منظر، ٻار جو نيپاج، ثقافت، اسڪول جو معيار، درسي ڪتاب، سکيا جا مددي اوزار، استادن جو علمي معيار، تدريس ۾ سندن تجربو ماحول جي ٻولي، ٽيليويزن سان واقفيت، سماج جا مجيل قدر وغيره نتيجن تي اثر انداز ٿي سگهن ٿا. تنهن ڪري پاليسي جوڙيندڙ جيڪي هميشا مراعت يافتا طبقي مان هوندا آهن، مسئلي کي پنهنجي محدود نقطہ نظر سان ڏسندا آهن، پر سندن ٻارن جي تجربي کي ڪنهن عام ماڻهوءَ جي ٻارن جي تجربي سان ڀيٽي نٿو سگهجي، يا جن ڇوڪرن کي رستن جا رولاڪ ٻار چئبو آهي، انهن سان نٿو ڀيٽي سگهجي. سو پاليسيون مشاهدي ۽ تجربي کي سامهون رکي، عملي بنياد تي ناهڻ جي ضرورت آهي، ڪن ماڻهن کي پنهنجي خول مان نڪري محروم ٻارن تي پيل پابندين کي سمجهڻو پوندو. اها ڳالهہ بہ مددگار ٿي سگهي ٿي تہ جڏهن پاليسيءَ کي نافذ ڪيو وڃي تہ گڏوگڏ ان کي ويجهائيءَ کان مشاهدي ۾ رکجي ۽ مستقل بنياد تي جاچيندو رهڻ گهرجي تہ جيئن جيئن اها اڳتي هلي تہ ان کي بهتر ڪري سگهجي. اهو تمام ايمانداريءَ ۽ غير جانبداريءَ سان ڪرڻو پوندو.

هتي هڪ قومي ٻوليءَ جي پاليسيءَ جي بہ ضرورت آهي، جنهن کي لاڳو ڪري تعليم ۾ ٻوليءَ جي رسائيءَ کي طاقتور ڪري سگهجي ٿو. آئين جي آرٽيڪل (1) 251 ۾ چيو ويو آهي تہ "پاڪستان جي قومي ٻولي اردو هوندي ۽ ان جي لاءِ اهڙا انتظام ڪيا ويندا جو ان کي سرڪاري ۽ ٻين مقصدن لاءِ ان ڏينهن کان 15 سالن اندر استعمال ڪري سگهجي.' اهو مدو گهڻو اڳ ۾ ختم ٿي چڪو آهي ۽ ڪيترين ئي رياست جون ڪارروايون ۽ دستاويز اڃا تائين انگريزيءَ ۾ لکجي رهيا آهن. جيڪا اڃا بہ سرڪاري مقصدن لاءِ استعمال ٿئي ٿي.

ان جي بدران اردوءَ جي استعمال لاءِ مناسب بندوبست اڃا بہ ڪونہ ٿي سگهيا آهن. آرٽيڪل (3) 251 ڪنهن بہ صوبائي اسيمبليءَ کي اجازت ٿو ڏئي تہ اها قومي ٻوليءَ سان گڏ صوبائي ٻوليءَ جي سکيا، ترقي ۽ استعمال

جي لاءِ اپاءَ وٺڻ جي لاءِ چئي سگهي ٿي، پر حڪومت انهن ڳالهين کي نظر انداز ڪريو ويٺي آهي. حڪومت جي طرفان سرڪاري رابطي جي ٻوليءَ طور انگريزيءَ تي زور جي ڪري اسڪولن ۾ پنهنجون ٻوليون پڙهائڻ جي ضرورت ئي محسوس ڪانه ڪئي وئي آهي. اهو نہ صرف غير جمهوري آهي، پر ان سان انگريزيءَ جي رجحان کي هٿي ملي ٿي، جيڪا سماجي انصاف لاءِ هاڃيڪار آهي.

هاڻي وقت اچي ويو آهي تہ حڪومت لساني پاليسيءَ جي ڏس ۾ واضح موقف اختيار ڪري، جيڪو نہ صرف رياست جي معاملن ۾ پر تعليم لاءِ بہ هجي، جمهوري انداز ۾ هجي، جنهن جو مطلب اهو آهي تہ ٻولي اهڙي اختيار ڪئي وڃي، جيڪا عوامي سطح تي سمجهي ويندي هجي. ان جو اهو بہ مطلب آهي تہ علائقي ۾ اڪثريت واري ٻوليءَ کي فوقيت ڏيڻ کپي. برازيل جي تعليم جو ماهر پائلو فريئر (Paulo Freire) تعليم ۾ ٻوليءَ واري معاملي ۾ تمام ڳوڙها مشاهدا بيان ڪيا آهن، هو ڪنهن ڌارين ٻوليءَ کي تعليم جي ذريعي طور استعمال ڪري تعليم ڏيڻ واري لقاء کي ٻار جي "سوچڻ واري سٽاءَ" جي خلاف ٿو سڏي. هو ان ڳالهہ تي تنقيد ڪري ٿو تہ ڪيپ وردي (Capc Verde) جي ٻارن کي تاريخ، جاگرافي، بائيولاجي (حياتيات)، حساب ۽ سماجي سائنس جا مضمون پورچوگيز ٻوليءَ ۾ پڙهايا وڃن ٿا جيڪا سرڪاري زبان آهي: (هو چوي ٿو تہ) ائين قومي ٻوليءَ ۾ ڪرڻ گهرجي، جيڪڏهن ڪيپ وردي جي ٻار کي پورچوگيز ٻوليءَ جي سکڻ ۾ مشڪلاتون هونديون تہ پوءِ اهو تصور ڪري سگهجي ٿو تہ ٻيا مضمون پورچوگيز ۾ سمجهڻ سکڻ انهن لاءِ ڪيڏو نہ ڏکيو هوندا. اهي سبب جيڪي اصلوڪين ٻولين کي دٻائڻ ۽ بيٺڪي راڄ جي ٻوليءَ کي اڳتي وڌائڻ لاءِ ڄاڻايا وڃن ٿا، فريئر جي بقول اهي نظرياتي ۽ سياسي آهن: (1)

اسان جو مسئلو اهو آهي تہ ٻوليءَ جهڙي حساس موضوع کي سميٽڻ جي لاءِ اسان ڪڏهن بہ ٻوليءَ جو يا تعليم بابت پاليسيءَ کي ڪنهن گفتگو يا مڪالمي ۾ اڪيڙيو ڪونهي. مثال طور مون کي پاڪستان حڪومت وٽان هڪڙو دستاويز مليو. جنهن جو عنوان هو قومي درسي ڪتاب ۽ سکيا جو مواد.

پاليسي ۽ عمل جو منصوبو (National Text Book and Learning Materials Policy and Plan of Action') جيڪو 2007ع ۾ جاري ڪيو ويو هو ان ۾ ڪٿي بہ چاٽايل ڪونہ هو تہ ٻولي ڪهڙي استعمال ڪئي ويندي اها ڳالهہ سمجهہ کان ٻاهر آهي تہ ڪتابن بابت پاليسي جوڙجي پر ان ٻوليءَ جو ڪو ذڪر نہ هجي، جنهن ۾ اهي ڪتاب ڇاپيا ويندا. جيڪڏهن روسي نفسيات جو ماهر وائگو نسڪي جنهن ٻولي ۽ تعليم بابت لکيو هو (ڏسو باب۔5) موجود هجي ها تہ اهو اسان جي تعليمي نظام تي حيران پريشان ٿي وڃي ها. تہ ان کي ڪيئن پيو هلايو وڃي.

## سفارشون

طارق رحمان، جيڪو هن وقت لاهور جي بيڪن هائوس نئشنل يونيورسٽيءَ جي اسڪول آف ايجوڪيشن جو ڊين ۽ قائد اعظم يونيورسٽي اسلام آباد جو پروفيسر ايمريٽس آهي، تنهن تعليم جي ذريعي جي سلسلي ۾ هڪ متفرقہ ۽ درجيوار طريقي کي لاڳو ڪرڻ جو نظريو پيش ڪيو آهي. اهو جيتريقدر ممڪن ٿي سگهي نرسري ڪلاس کان تعليم جي ذريعي طور مادري ٻوليءَ کي متعارف ڪرڻ جو تصور ڏي ٿو جنهن ۾ انگريزي ۽ اردوءَ جي بنيادي خواندگي پڙ فلمن، راندين، گيتن، ڊرامن ۽ گفتگوءَ وسيلي ڏني سگهجي ٿي. اهو شروعاتي ٻوليءَ وارو تجربو وسيع ابلاغ ۽ رابطي (Language of wider Communication) واري ٻوليءَ ڏانهن وٺي وڃي سگهي ٿو جيڪا اردو آهي، جنهن کي 3 درجي کان اڳتي تعليم جي ذريعي طور اختيار ڪجي، تنهن هوندي بہ مادري ٻولي هڪ مضمون طور اسڪول جي تعليم جي آخر تائين پڙهائي وڃي. هو انگريزيءَ کي تعليم جي ذريعي طور اسڪولن ۾ استعمال ڪرڻ جي سخت مخالفت ڪري ٿو. ان جو مطلب اهو ٿيندو تہ مراعت يافتہ انگريزي ميڊيم اسڪول ختم ٿي ويندا ۽ هر ڪنهن کي هڪ جهڙو ميدان ملي پوندو(2)

برٽش ڪائونسل جي طرفان هئول ڪولمئن کي چئي، جيڪا رپورٽ ڪانئس تيار ڪرائي وئي، ان ۾ اهو بلڪل صحيح چيو ويو آهي تہ ... "پاليسي جوڙڻ لاءِ ٻاهرين ادارن طرفان سهولتون ۽ سهڪار ملي سگهي

ٿو پر اهو انهن جو ڪم ڪونهي تہ زور پرين تہ ڪهڙي پاليسي هئڻ گهرجي". ان ڪري صلاحڪار ڏاڍي چالاڪيءَ سان هڪڙي "مختصر تصوراتي" 'خوابن جهڙي پاليسيءَ جي ڳالهہ ڪئي. پاڪستان جي تعليم ۾ ٻوليءَ جي سلسليءَ ۾ ڏهن سالن لاءِ هوندي'.

ان جا مکيہ نُڪتا آهن: نرسريءَ واري تعليم اردوءَ سميت ستن ٻولين مان ڪنهن هڪ ٻوليءَ ذريعي ڏني ويندي. اها تعليم گهٽ ۾ گهٽ ڪري زباني هوندي. پرائمري تعليم جا پهريان ٽي سال، انهن ستن مان ڪنهن هڪ ٻوليءَ ۾ پڙهايا ويندا. ان ۾ ٻارن کي سندن گهر جي ٻوليءَ جي الفابيٽ سيکاري خواندگي حاصل ڪئي ويندي. ٻارن کي 3 درجي ۾ اردوءَ سان متعارف ڪرايو ويندو جنهن ۾ هو 6 درجي تائين ماهر ٿي ويندا.

6 درجي کان اڳتي، اردوءَ کي تعليم جي ذريعي طور متعارف ڪرايو ويندو. ان مرحلي تي ٻارن کي انگريزيءَ سان مانوس ڪيو ويندو پر صرف هڪ مضمون طور، جيڪو هو ڇئن سالن تائين پڙهندا. ان وقت هو پنهنجي گهرجي ٻولي بہ هڪ مضمون طور پڙهندا. ڏهين درجي ۾، تعليم جو ذريعو انگريزي ٿي ويندو پر اردو ۽ مقامي ٻولين مان ڪا هڪ ٻولي مضمون طور جاري رهندي تہ جيئن مستقبل جي منتظمن کي ان ۾ تربيت حاصل هجي ۽ هو هڪ مقامي ٻوليءَ ۾ مهارت سان ماڻهن جي خدمت ڪن ۽ وسيع دنيا جي خدمت انگريزيءَ ۾ مهارت جي ذريعي ڪن. ڪولمئن اهو ڇئي اشرافيہ اسڪولن جي مفادن جو تحفظ ڪيو تہ ڏهين درجي ۾ ميڊيم انگريزي هوندو جنهن وقت اهي اسڪول ٻارن کي 'اوليول' وارن امتحانن جي لاءِ تيار ڪندا آهن.(3)

سندس پوءِ اچڻ واري رپورٽ ۾ بهرحال ڪولمئن اها خوابن جهڙي پاليسي ڇڏي وڏيڪ تحقيق، ڊيٽا جي گڏ ڪرڻ ۽ دليل بازيءَ ذريعي قائل ڪرڻ جي سفارش ڪئي. (4)

طارق رحمان جون سفارشون ۽ هئول ڪولمئن جي سپني جهڙي پاليسي ڪجهہ سنجيده سوچڻ تي مجبور ڪري ٿي ۽ بيشڪ ڪي تفصيل اهڙا آهن جن تي ڪم ڪرڻ جي ضرورت آهي، خاص ڪري 18 ترميم کان پوءِ جنهن ۾ تعليم کي صوبن ڏانهن منتقل ڪيو ويو آهي ۽ هاڻي صوبن لاءِ اهو آسان هئڻ گهرجي تہ هو پنهنجي پنهنجي تعليمي پاليسيءَ جي تفصيلن تي ڪم ڪن.

منهنجون پنهنجون سفارشون رحمان ۽ ڪولمئن کان ڪجهه مختلف آهن: ٻار کي 5 درجي تائين پنهنجي ماحول جي ٻوليءَ ۾ پڙهڻ گهرجي. عام طرح سان ٻار اسڪول شروع ڪرڻ کان اڳ ماحول جي ٻولي سکي وٺندا آهن، پوءِ پلي ڪٽي اها سندن گهر جي ٻولي نہ هجي. جيڪڏهن اها اردو ڪانهي تہ پوءِ اردو پهرئين درجي کان آهستي آهستي متعارف ڪرائجي، پهرين صرف زباني يا ڳالهائڻ جي صورت ۾ جنهن کان پوءِ الفابيٽ وغيره. ان کان پوءِ انگريزي 3 درجي ۾ اچي، اها بہ پهرين ڳالهائڻ واري ٻوليءَ طور جنهن کان پوءِ لکڻ، پڙهڻ ۾. جيڪڏهن مادري ٻولي اردو يا ماحول واري ٻولي نہ هجي تہ پوءِ ڪيس مادري ٻولي سيکارڻ جو بہ بندوبست ڪرڻ گهرجي. ائين ڪرڻ جو انداز اڳتي وڌندڙ هجي، اسڪول ۾ شروعات ۾ جيڪا ٻولي سيکاري وڃي، جڏهن ان ۾ مهارت ڏيکاري تہ پوءِ ٻي ٻوليءَ ڏانهن وڌڻ گهرجي.

6 درجي کان پوءِ تعليم جي ذريعي طور ٻوليءَ جي چونڊ جو اختيار هئڻ گهرجي. اها اردو بہ ٿي سگهي ٿي يا ماحول جي ٻولي، يا وري انگريزي. اهڙيون ڪوششون ضرور ڪرڻ گهرجن جنهن سان ڪنهن بہ ٻوليءَ سان مت ڀيد نہ ٿئي ۽ سڀني ٻولين کي هڪ جهڙي نموني ترقي وٺرائڻ لاءِ استادن جي تربيت يا پبليڪيشن جي پروگرامن وارو طريقو اختيار ڪري سگهجي ٿو. اهو تمام ضروري آهي تہ ٻوليءَ جي سکيا موجوده طريقي سان نہ پر صحيح پيشيورانہ طريقي سان ڏني وڃي.

## جدول 10.1.01 طارق رحمان جون سفارشون

| سطح | تعليم جو ذريعو | مضمون طور پڙهائجندڙ ٻوليون |
|---|---|---|
| پرائمريءَ کان اڳ | مادري ٻولي | اردو ۽ انگريزي |
| درجو 1_2 | مادري ٻولي | اردو ۽انگريزي |
| درجو 3_10 | اردو | انگريزي ۽ مادري ٻولي |
| درجو 11_12 | انگريزي | _ |
| هائر / اعليٰ تعليم جو ٽيون مرحلو | انگريزي | _ |

## جدول 10.1.2 هئول ڪولمئن جون سفارشون

| سطح | تعليم جو ذريعو | مضمون طور پڙهائجندڙ ٻوليون |
| --- | --- | --- |
| پرائمريءَ کان اڳ | صرف گهر جي ٻولي | - |
| درجو 1_2 | صرف گهر جي ٻولي | - |
| درجو 3_5 | صرف گهر جي ٻولي | اردو |
| درجو 6_9 | اردو | گهر جي جي ٻولي ۽ انگريزي |
| درجو 10 ۽ اڳتي | انگريزي | اردو ۽ گهر جي ٻولي |
| درجو 11_12 | انگريزي | - |
| اعليٰ تعليم | انگريزي | - |

## جدول 10.1.3 زبيده مصطفيٰ جون سفارشون

| سطح | تعليم جو ذريعو | مضمون طور پڙهائجندڙ ٻولي |
| --- | --- | --- |
| پرائمري | ماحول جي ٻولي (L.E)<br>يا گهر جي ٻولي (HL) | مادري ٻولي استعمال ڪجي جيڪڏهن اها ماحول جي ٻولي کان مختلف آهي ته پوءِ ماحول جي ٻولي ۾ تعليم ڏجي |
| درجو 1_3 | ماحول جي ٻولي | اردو ۽ مادري ٻولي- جيڪڏهن ماحول جي ٻولي کان الڳ هجي ته 3 درجي کان انگريزي |
| درجو 4_5 | ماحول جي ٻولي | اردو ۽ انگريزي |
| درجو 6_10 | ماحول جي ٻولي يا اردو(جيڪڏهن مناسب هجي ته) يا انگريزي(جيڪڏهن ان جي چونڊ ڪجي ته) | اردو/ ماحول جي ٻولي جي تعليم جو ذريعو نه هجي ته انگريزي |
| درجو 11_12 | اردو يا انگريزيءَ مان چونڊ جي اجازت | - |
| اعليٰ تعليم | اردو يا انگريزيءَ مان چونڊ جي اجازت | - |

ڪي اهڙا اصول آهن، جن کي سڃاڻن جي ضرورت آهي. هر صوبي کي پنهنجي لساني پاليسي اختيار ڪرڻ گهرجي، خاص ڪري پرائمري اسڪول جي سطح تي، هاڻي اهو آئيني طور به ممڪن آهي. تعليمي پاليسيون هڪ صوبي کان ٻئي صوبي تائين مختلف ٿي سگهن ٿيون ۽ هر ڪنهن صوبي جي اصلوڪي ثقافت، تاريخ ۽ ٻوليءَ جي حساب

سان جوڙي سگهجن ٿيون. اسان کي گهڻ- رنگائيءَ (diversity) کان ڊڄڻ نہ گهرجي، پيو اهم اصول اهو بہ ذهن ۾ رکڻ گهرجي تہ پرائمري ڪلاسن ۾ تعليم جو ذريعو اهڙي ٻوليءَ ۾ هئڻ گهرجي، جيڪا ٻار سمجهندو هجي. اڪثر حالتن ۾ ٻار جي مادري ٻولي ئي ماحول جي ٻولي هوندي آهي. جيڪڏهن نہ تہ اڪثر ٻار ماحول جي ٻوليءَ کان چڱي طرح واقف هوندا آهن ۽ اسڪول شروع ڪرڻ کان اڳ ئي اها سمجهندا آهن. ان جو مطلب اهو ٿيو تہ ڪو بہ صوبو اهڙي پاليسي جوڙي سگهي ٿو جنهن ۾ اهو پنهنجي حدن اندر مختلف ضلعن ۾ مختلف ٻولين کي تعليم جي ذريعي طور رائج ڪري سگهي ٿو. خيبر پختونخوا، اي اين پي (ANP) جي حڪومت جي ماتحت اهڙي لچڪ جي ڪوشش ڪئي هئي. ان وقت سندن ٽيڪسٽ بڪ بورڊ جي چيئرمئن فضل رحيم مروت جي اڳواڻيءَ ۾ هنن مختلف ضلعن ۾ اتي جي اڪثريت جي ٻوليءَ کي لازمي بڻايو هو (ڏسو باب-3). تڏهن بہ سموري صوبي جي سرڪاري ادارن ۾ پرائمري سطح تي اردوءَ کي تعليم جو ذريعي طور جاري رکيو ويو. جيڪڏهن ٻنهہ ننڍڙي عمر ۾ ٻار اردوءَ کان واقف نہ هجن تہ پوءِ اها پاليسي اميد جي برخلاف ثابت ٿي سگهي ٿي. هاڻي پاڪستان تحريڪ انصاف پارٽي بهرحال اڳوڻي پاليسيءَ کي اٿلائي ڇڏيو آهي. هاڻي اهو اعلان ڪيو ويو آهي تہ خيبر پختونخوا ۾ انگريزي تعليم جو ذريعو هوندي. ان جي لاءِ ڪو بہ سبب ڪونهي تہ هر هنڌ هڪڙي ساڳي ٻولي، سابہ هڪ ڌاري ٻولي اختيار ڪئي وڃي. هڪ ٻٽي يا ٻن ٻولين واري پاليسي ڪامياب ٿي سگهي ٿي. سنڌ ۾ 1972ع کان ٻن ٻولين واري پاليسي هلندڙ آهي.

تجربو ٻڌائي ٿو تہ اسان جون ٻوليون گرامر، لپيءَ ۽ جوڙجڪ ۾ ايترو ويجهو لاڳاپو رکن ٿيون ۽ منجهن لفظن جو هڪ وڏو ذخيرو ساڳيو ئي آهي جو ٻار تمام سولائيءَ سان ماحول جي ٻوليءَ کي سمجهڻ لڳي ٿو پوءِ ڀلي ڪٿي اها سندس مادري ٻولي نہ بہ هجي، تنهن ڪري هڪ اهڙي پاليسي جنهن ۾ پنجاب جي پنجابي ڳالهائيندڙ علائقن ۾ پنجابي ٻوليءَ کي تعليم جو ذريعو ۽ سرائيڪي پٽيءَ ۾ سرائڪيءَکي تعليم جو ذريعو ناهڻ جو سوچجي تہ اها ڳالهہ ڪافي مناسب ۽ قابل عمل رهندي.

پر اها ساڳي ڳالهہ انگريزيءَ لاءِ درست ڪانهي، جيڪا هڪ ٿورڙي تعداد جي مائٽن جي پهرين ٻولي آهي، جيڪي پنهنجن ٻارن سان جمڻ شرط انگريزي ڳالهائيندا آهن. تنهن ڪانسواءِ انگريزي پاڪستان جي ڪنهن بہ حصي ۾ ماحول جي ٻولي بہ ڪانهي. ان سان گڏ هڪڙي مختلف لپيءَ ۽ گرامر جي جوڙجڪ جي ڪري، انگريزي انهن ٻارن لاءِ وڏا مسئلا پيدا ڪري ٿي، جيڪي ان کان مانوس ڪونہ آهن. ان ڪري انگريزيءَ کي پڙهائڻ جي لاءِ اوستائين متعارف نہ ڪرائجي، جيستائين هو انهيءَ ٻوليءَ ۾ مهارت حاصل ڪري نہ وٺن، جيڪا تعليم جي شرعات کان سکندا اچن (سندن مادري ٻولي / ماحول جي ٻولي). ان وقت تائين سندن ذهن جي وسعت ۾ اضافو حاصل ٿي چڪو هوندو.

ڪولمئن مادري ٻوليءَ ۾ ٻارن کي پڙهائڻ لاءِ ڪافي قائل ڪرڻ جهڙا دليل ڏنا آهن، جنهن جي ڪري ٻار تصورن کي بهتر انداز ۾ سمجهي سگهن ٿا ۽ سندن سماجي اوسر ٿئي ٿي، سندن اعتماد ۽ تنقيدي سوچ ۾ بہ واڌ ٿئي ٿي. اهو مائٽن کي ٻارن جي اسڪولي تعليم ۾ دلچسپي وٺائڻ لاءِ بہ هڪ سٺو طريقو آهي. هو انگريزي سکيا جا نقصان بہ ٻڌائي ٿو خاص ڪري جي اها پرائمري ڪلاسن ۾ تعليم جو ذريعو هجي تہ هن جو ڪيترن ئي ملڪن جو تجربو ٻڌائي ٿو تہ اسڪول اڌ ۾ ڇڏڻ جي شرح، اسڪول مان غير حاضري، خراب تعليمي ڪارڪردگي ۽ ملڪ ۾ ڪنهن وڏي سياسي عدم استحڪام ۽ ڇڪتاڻ جو وڏو سبب ٻارن جي مٿان تعليم جي شروعاتي سالن ۾ مادري ٻوليءَ بدران ڪا ٻي ٻولي مڙهڻ پڻ ٿي سگهي ٿو.

ڪولمئن 'ڪئنيڊين انسٽيٽيوٽ آف بزنس اينڊ ٽيڪنالاجي' (CIBT) ۽ يوڪي جي "سيو دي چلڊرين" طرفان ڇپايل هڪ رپورٽ مان حوالو ڏئي ٿو جنهن ۾ پاڪستان کي انهن يارنهن ملڪن مان هڪ ۾ شامل ڪيو ويو آهي، جن ۾ "نازڪ صورتحال يا ڇڪتاڻ" جي سطح تمام مٿي آهي. ان جي نتيجي ۾ خطرو اهو پيدا ٿي سگهي ٿو تہ ٻوليءَ واري پاليسيءَ ۽ وڌندڙ نازڪ صورتحال جو لاڳاپو نهي وڃي.

پاليسي جوڙيندڙن جي لاءِ مڪيہ مسئلو اهو ٿيندو تہ جيڪي ٻوليون ٻارن جون مادري زبانون ڪونہ آهن، جيئن اردو ۽ انگريزي، تہ اهي ڪڏهن ۽

ڪيئن متعارف ڪرائجن ۽ ڪهڙي سڪيا جي طريقيڪار سان سيکارجن.
اهو ضروري آهي تہ خاص طور تي تفصيل سان اها ڳالهہ چئي وڃي تہ مادري ٻولي يا ماحول جي ٻولي (جيڪا اڪثر ساڳي مادري ٻولي ئي هوندي آهي) اسڪول کان اڳ واري مرحلي ۾ توڙي پرائمري ڪلاسن ۾ تعليم جو ذريعو هئڻ گهرجي. ٻين لفظن ۾ ان ڳالهہ تي زور ڏجي تہ ڪراچيءَ ۾ اردو سنڌ جي اندرين علائقن ۾ سنڌي، پنجاب ۾ پنجابي ۽ سرائڪي، خيرپختونخوا ۾ پشتو هندڪو ۽ ڪوهستاني ۽ بلوچستان ۾ بلوچي ۽ بروهي هونديون. جتي آخري ٻن ٻولين کي تعليم جو ذريعو ڪرڻ لاءِ ڀرپور انهن کي ترقي ڏياري وڃي.
جيئن تہ 2009ع واري تعليمي پاليسيءَ اسڪول کان اڳ ٻن سالن واري تعليم نرسري ۽ ڪنڊرگارٽن (ڪي جي) متعارف ڪرائي هئي، اهو ممڪن ٿي سگهي ٿو تہ جيڪي ٻار نسلي/لساني اقليتن سان تعلق رکندا هجن ۽ ان علائقي ۾ ماحول جي ٻولي مختلف هجي، تہ انهن کي انهيءَ عرصي دوران ماحول جي ٻوليءَ سان روشناس ڪرايو وڃي جيڪا آخرڪار اتان جي تعليم جو ذريعو ٿيڻي آهي، اهو ڪو ايترو ڏکيو ڪم نہ سمجهڻ گهرجي، ڇو تہ بهرحال اهو آسان آهي تہ ڪراچيءَ ۾ رهندڙ پشتو ڳالهائيندڙ ٻار کي اردو سنڌ جي اندرين علائقن ۾ رهندڙ پنجابي ڳالهائيندڙ ٻار کي سنڌي سيکارجي، بنسبت ان جي جو انهن سيني کي انگريزي سيکارجي، (جيڪا ڳالهہ وڌيڪ مشڪل هوندي). ان مقصد لاءِ بہ ٻولين ڳالهائيندڙ استاد ملازم رکي سگهجن ٿا، ۽ اهي ائين ڪن جيئن قصبہ ڪالوني، ڪراچيءَ جي اسڪولن جا استاد ڪري رهيا آهن، اهي ٽن کان چئن سالن جي پشتو ڳالهائيندڙ ٻارن کي اردو سيکارين ٿا. ماريا مانٽيسوريءَ جي جاذب ذهن (جذب ڪندڙ) ۽ ٻوليءَ جي سڪيا لاءِ حساس دور کي نظر ۾ رکندي، نسلي اقليت جا ٻار صوبي جي مکيہ ٻوليءَ کي جلد سکي ويندا، ڇو تہ سندن استاد ٻنهي ٻولين ۾ برابر رواني رکندڙ هوندا.
اردوءَ کي زباني يا ڳالهايل ٻوليءَ واري حيثيت ۾ ڀرپور درجي ۾ اتي متعارف ڪرائجي، جتي جي ماحول جي ٻولي اردو ڪانهي. ساڳيءَ ريت، اهڙا اسڪول جتي جو تعليم جو ذريعو اردو آهي، ۽ اردو ڳالهائيندڙ ان علائقي ۾ اڪثريت ۾ آهن، تہ اتي صوبائي ٻولي ڀرپور درجي کان

لازمي ڪئي وڃي تہ جيئن ٻارن ۾ اھا ڳالھائڻ جي صلاحيت پيدا ڪري سگھجي، پر اردوءَ کي 3 درجي کان تعليم جي ذريعي طور استعمال ڪرڻ جي تجويز ڏيڻ اردو نہ ڳالھائيندڙ ٻارن لاءِ تمام جلد ۽ تڪڙي تبديليءَ جي برابر ٿيندو جيئن طارق رحمان ڪيو آھي. سيڪنڊري سطح کان اڳ تعليم جي ذريعي ۾ بلڪل تبديلي نہ ڪرڻ گھرجي ۽ ٻارن کي اھا بہ اجازت ھئڻ گھرجي تہ ھو پنھنجي مادري ٻوليءَ جي چونڊ ڪري سگھن. ٻين لفظن ۾ اھڙن ٻارن کي ماحول جي ٻوليءَ ۾ تعليم پرائڻ جاري رکڻ جي اجازت ھئڻ گھرجي جيڪي سيڪنڊري سطح تي بہ انھيءَ ۾ سولائي محسوس ڪن.

تنھن ھوندي بہ جنھن ڳالھ تي زور ڏيڻ جي ضرورت آھي سا اھا تہ مقامي ٻولين جي حوالي سان سکيا جي طريقيڪار کي سڌاريو وڃي. اھا ڏاڍي عجيب ڳالھ آھي تہ اڄا تائين اردو پڙھائڻ لاءِ صديون پراڻي انداز ۾ الف۔ ب جا اکر ياد ڪرايا وڃن ٿا ۽ انھن کي جوڙڻ جون واٽون ٻڌايون وڃن ٿيون جيڪي اسان بہ ڪيا. ڪجھ وقت اڳ تائين بہ اھڙي ڪا ڪوشش ڪانہ ڪئي وئي ھئي تہ بين الاقوامي سطح تي رائج صوتياتي حوالي سان اردو پڙھائي وڃي. مون کي خبر ڪانھي تہ اڄا تائين پاڪستان جي ٻين علائقائي ٻولين ۾ اھو طريقو آندو ويو آھي يا نہ. ھتي ان ڳالھ جي بہ ضرورت آھي تہ ٻارن جي پڙھڻ لاءِ پڙھڻ جو مواد ڇاپيو وڃي ۽ ٻارن کي پنھنجي طرفان ان ٻوليءَ ۾ اظھار ڪرڻ سيکاريو وڃي، جيڪا ھو پڙھن ٿا. اھي ھنر ۽ مھارتون سيکارڻيون پونديون ۽ انھن کي ان ڪري گھٽ اھم نہ سمجھڻ کپي تہ جيڪا ٻولي ٻار سکي رھيا آھن اھا سندن مادري ٻولي آھي، خود مائرون بہ لاپرواھ ٿي سگھن ٿيون. ڳالھ ٻولھ ۽ رابطي سان گڏ لفظن ۾ ھم آھنگي پڻ اسڪولي نصاب جو حصو ھئڻ گھرجي، ان جي ڪري استادن جي تعليم جو بہ مضبوط پروگرام ھئڻ ضروري آھي. ھتي وري بہ اھا ڳالھ ڪندس تہ ضروري ناھي تہ استاد پنھنجي ٻوليءَ ۾ پڙھائڻ جي صورت ۾ بہ ڪو سٺا استاد ثابت ٿين، انھن کي تدريس يا پڙھائڻ جي طريقي ۽ ان مضمون ۾ تربيت حاصل ھئڻ گھرجي جيڪو اھي پڙھائين ٿا. ان ڳالھ تي زور ڏيڻ گھرجي تہ اھي جنھن ٻوليءَ ۾

وڏيڪ ماهر آهن ان ۾ هو وڏيڪ تڪڙو سکي سگهن ٿا ۽ پنهنجي ڄاڻ کي بهتر نموني استعمال ڪري سگهن ٿا.

اڃو تہ وري انگريزيءَ جي سکيا ڏانهن ورون، هن وقت ضروري آهي تہ پاليسي جوڙيندڙ انگريزي ٻوليءَ جي سکيا جي باري ۾ پنهنجن خيالن جي وضاحت ڪن. اسڪول ۾ انگريزي ٻولي پڙهائڻ جو مقصد چٽيءَ ريت پڌرو ڪرڻ لاءِ مونجهاري کان پاسو ڪيو وڃي. اهو بہ ضروري آهي تہ هڪ ننڍڙي اقليت جيڪا انگريزي سکڻ مان فائدو حاصل ڪندي، ان جي خاطر اڪثريت جي وسيع مفادن تي مصلحت نہ ڪئي وڃي. انهن جي مقصدن مان ڪجهہ هي ٿي سگهن ٿا تہ شاگردن کي انگريزيءَ سان روشناس ڪرائجي تہ جيئن هو ڳالهايل ۽ لکيل ٻوليءَ کي سمجهي سگهن ۽ اها ڳالهائي سگهڻ جي بنيادي صلاحيت پڻ حاصل ڪري سگهن. اسڪولن ۾ انگريزي ٻوليءَ جي سکيا ڏيڻ جو معيار اوچو هئڻ گهرجي تہ جيئن اهڙا شاگرد جيڪي اعليٰ تعليم لاءِ وڃڻ چاهين تہ اهي انهي بنيادي ڄاڻ جي آڌار تي پنهنجي انگريزيءَ واري مهارت کي حاصل ڪري سگهن.

انهن مقصدن کي سامهون رکندي انگريزي لکڻ پڙهڻ جي سکيا 3 درجي کان متعارف ڪرائي سگهجي ٿي. پرائمري اسڪول جا پهريان ٻہ سال ٻار کي غير رسمي طرح زباني طور ٻوليءَ سان هڪ رابطي جي ذريعي طور مانوس ڪرايو وڃي، ان جي الفابيٽ ۽ صرف بنيادي لفظ سيکاريا وڃن نہ کي لکڻ پڙهڻ جون بنيادي مهارتون سيکارجن. ٻارن کي انگريزيءَ جا ٻاراڻا ٻول ۽ گيت ڳائڻ سيکارجن. انگريزيءَ جي بنيادي ڄاڻ جي لاءِ ٻوليءَ تي بنياد رکندڙ رانديون رهائجن. انگريزي فلمون، اسٽيج ڊراما ۽ ڊائلاگ وغيره ڏيکارجن. ۽ ڪنهن بہ صورت ۾ انهن تي انگريزيءَ جي ذريعي ڪتابن ۽ گرامر جي وضاحتن جو بار نہ وجهجي، اهي ٻيا مرحلا پوءِ 6 درجي ۾ اچي سگهن ٿا. سڀ کان اهم ڳالهہ انگريزيءَ کي تعليم جو ذريعو بنائڻ کانسواءِ هڪ ٻي ٻوليءَ جي حيثيت ۾ اسڪولن ۾ پڙهائي سگهجي ٿو. انگريزي ماحول جي ٻولي ڪانهي، ان ڪري ان سان مانوسيت فطري طور نٿي ٿئي. اسين پنهنجن ٻارن کي اهڙي خراب

انگريزي چو سيکاريون، ۽ پوءِ وري ان غلط ڳالھ تي يقين ڪري پنھنجن پنھي پاڻ نپريون تہ اسان جي ٻارن اھا ٻولي سکي ورتي آھي؟

انگريزي ضرور پڙھائجي، پر اھا سٺي طرح پڙھائجي ۽ ھڪ ٻي ٻوليءَ طور پڙھائجي. ان مقصد لاءِ استادن جي تربيت وارو ڪم بہ سولو ٿي پوندو. جن کي انگريزيءَ جي لاءِ تربيت جي ضرورت ھوندي صرف اھي ئي انگريزي ھڪ ٻي ٻوليءَ طور (English as a second language) شاگردن کي پڙھائيندا. ان پروگرام ۾ سينھي مضمونن جي استادن کي انگريزي ڪانہ پڙھائڻي پوندي، جيڪو ھونءَ جيڪر ھڪ ناممڪن ڪم ھجي ھا.

ESL انگريزي ٻي ٻوليءَ طور پڙھائڻ لاءِ استادن کي تربيت ڏيڻ گھرجي، جنھن لاءِ ٽيڪنلاجي ۽ نيون ٽيڪنيڪي شيون استعمال ڪري سگھجن ٿيون.

2009ع جي ڊسمبر ۾ آغا خان يونيورسٽي امتحاني بورڊ (AKU-EB) ڪاوش ٽيليويزن نيٽ ورڪ (KTN) سان ٻن سالن جي لاءِ ڀائيواريءَ ۾ ڪم ڪرڻ جو ھڪ معاھدو ڪيو تہ جيئن سيڪنڊري اسڪولن جي شاگردن ۽ استادن کي مئٽرڪ ( SSC جي امتحان)جي پنجن مضمونن جي سکيا لاءِ براڊ ڪاسٽنگ جي ذريعي مدد ڪري سگھجي. انھن ۾ انگريزي بہ ھڪ مضمون ھو. ڪي ٽي اين (KTN) ھڪ سنڌي ٽي وي چئنل آھي، جنھن جا ڏسندڙ گھڻو ڪري سنڌ، بلوچستان ۽ پنجاب جي سرائڪي علائقي ۾ گھڻائيءَ ۾ آھن. آغا خان بورڊ وارن امتحان واري معلومات مان ڪي ڏکيا حصا سڃاڻي ڌار ڪيا. آغا خان بورڊ جي ڊائريڪٽر آپريشنز ڪريما ڪارا جي بقول اھو پرگرام اپريل 2010ع ۾ ٽيليڪاسٽ ٿيڻ شروع ٿيو جيڪو ھڪ اوکو ڪم ھو جنھن جو مقصد ھو ٻھراڙي جي اسڪولن جي استادن کي مضمون جي بھتر سمجھ مھيا ڪرڻ ۽ ان لاءِ خاص طور جوڙيل ڪورسن ذريعي ادائگي سيکارڻ. اھو پرگرام ڪي ٽي اين جي ويب پيج تي بہ موجود ھو ۽ انھيءَ قومي نصاب ۾ سکيا ڏيڻ لاءِ مدد مھيا ڪئي ۽ اھو انھن پنجن مضمونن جي پڙھڻ ۽ پڙھائڻ سان لاڳاپيل ماڻھن ۽ ادارن جي لاءِ ڏاڍو

مهلاتئتو هو پوءِ پلي اهي کهڙي بہ بورڊ آف سيڪنڊري ايجوڪيشن سان لاڳاپيل هجن. ان جو اهو بہ مقصد هو تہ ان ذريعي ڳوناٽن پارن, استادن ۽ مائٽن کي معياري سکيا جو مواد ۽ پرک جا طريقا (techniques) پهچائي سگهجن.

**انگريزي هڪ ٻي ٻوليءَ طور** (English as a Second Language)

ذڪيہ سرور جيڪا ڪراچيءَ جي مختلف ڪاليجن ۾ انگريزي پڙهائيندي رهي آهي ۽ 1984ع ۾ جنهن Society for Pakistan English )SPELT (Language Teachers) ناهي, جنهن جو مقصد هر سطح تي انگريزي ٻولي پڙهائيندڙ استادن جي مهارتن ۾ بهتري آڻڻ هو تنهن جو چوڻ آهي تہ ٻنهہ ننڍڙي عمر ۾ انگريزيءَ کي متعارف ڪرائڻ ڪو ڏاهپ وارو فيصلو ڪونهي. پاڪستان وٽ اهڙا گهٽا استاد ئي ڪونہ آهن, جن کي انگريزيءَ ۾ مهارت حاصل هجي. خراب استاد خراب انگريزي سيکاريندا ۽ اهو مقصد نٿو رکي سگهجي, ذڪيہ سرور ئي آهي جيڪا ان بابت بهترين راءِ ڏئي سگهي ٿي ۽ تجويز ڏي ٿي تہ استادن کي انگريزي ٻي ٻوليءَ طور ( English as a Second language: ELT) پڙهائڻ جي سکيا ڏيارڻ گهرجي, جنهن جي لاءِ هاڻي نوان انداز اچي ويا آهن جن کي اختيار ڪري سگهجي ٿو. جيڪڏهن وسيلا مهيا ٿي سگهن ۽ ٻار لاءِ انگريزي سکڻ بہ لازمي هجي ۽ هو ان لاءِ تيار بہ هجي تہ اهو تمام آسانيءَ سان ڪري سکي سگهندو.

ذڪيہ سرور اعتراف ڪري ٿي تہ اهڙيون حالتون پاڪستان ۾ موجود ڪونہ آهن. جان راجرس (John Ragers) جيڪو هڪ ELT جو ماهر آهي, ٽين دنيا ۾ انگريزيءَ جي سکيا واري پاليسيءَ جي ناڪاميءَ بابت ڪلي ڳالهائي ٿو هن لکيو آهي:

> چا جن خطن ۾ اهي, ٻار ۽ ملڪ زنده رهڻ جي ڪوشش ۾ آهن, اتي انگريزيءَ سندن ڪا مدد ڪئي آهي. يا اها ڪنهن بہ ريت انهن جي وجود کي ذڪيو ڪرڻ جو باعث بڻي آهي؟ چا اهو اخلاقي طرح درست آهي تہ ايترن سارن ٻارن کي انگريزيءَ جي سکيا ڏيڻ جاري رکجي ۽ کين ان ڳالهہ ۾ يقين ڏيارڻ جي لاءِ همٿائجي تہ اها خود بخود

> ڪين سٺيون نوڪريون ڏياري سگهندي، ڪنهن دفتر ۾ هڪ مئنيجر
> جي جاءِ جنهن سان هڪ وڏي موٽر ڪار به ملندي، گهر به ملندو ۽
> ڪپڙن جا به جوڙا ۽ بهتر معيار واري زندگي به ملندي! ته ڇا اسان پاڻ
> کان پڇڻ ڇڏي ڏنو آهي ته هڪ 'اڌ بڪايل دنيا' گٽ مٽ ڪري ڪيئن
> انگريزي ۾ چوندي ته"............ I want"(6)

جان راجرس هن موضوع تي بحث اٿارڻ ٿو چاهي. هو اهڙي پاليسيءَ تي تنقيد ڪري ٿو جيڪا ٽين دنيا جي سمورن ملڪن جي شاگردن کي انگريزي سيکارڻ جو تصور ڏي ٿي. هو ڪيترن ئي سوالن تي سوچڻ لاءِ اسان کي منٿ ٿو ڪري، ملڪ ۾ ڪيتريون نوڪريون اهڙيون آهن، جن جي لاءِ انگريزيءَ جي گهر ڪئي ويندي آهي؟ ڇا جنهن سطح جي انگريزي ٻار سکن ٿا ان سان سندن مهارت ايتري وڌي وڃي ٿي، جو هو روانيءَ سان انگريزي ڳالهائي سگهن؟ انهن شاگردن مان ڪيترن کي سچ پچ ته انگريزيءَ جي ضرورت آهي؟ هو ايتري قدر به چوي ٿو EFL ،ESL ،ELT ۽ TESOL جي ماهرن کي پنهنجن ESC (انگريزي ٻي ٻولي) وارن ٻرن مان نڪري اچڻ گهرجي، پر هن کي شڪ آهي ته اهي ائين ڪونه ڪندا. اها ڳالهه هن 1982ع ۾ لکي هئي. (7)

انگريزي ٻوليءَ کي تعليم جي ذريعي طور نه پر هڪ ٻي ٻوليءَ طور سيکارڻ جو وڏي ۾ وڏو فائدو اهو آهي ته شاگرد کي سندس ٻين مضمونن تي ڌيان ڏيڻ جو موقعو ملندو جيڪي هو پنهنجي ان ٻوليءَ ۾ پڙهندو هوندو جيڪا هو ٿيچ پيئڻ کان سمجهي ۽ ڳالهائي ٿو. ٻار کي معلومات ۽ علم حاصل ڪرڻ لاءِ مختلف سائنس ۽ آرٽس جا مضمون پڙهڻ خاطر هڪ ڏارين ۽ غير مانوس ٻوليءَ سکڻ لاءِ مجبور ڪونه ٿيڻو پوندو نه ئي وري هن ٻوليءَ ۾ اظهار نه ڪري سگهڻ جي ڪري اهو پاڻ کي ماٺ جي خول ۾ بند ڪيل محسوس ڪندو. جيستائين اهو ڪاليج يا يونيورسٽيءَ ۾ پهچندو تيستائين ايتري انگريزي جي مهارت حاصل ڪري چڪو هوندو جنهن ۾ هو پنهنجي علم جو بنياد رکي سگهي ۽ ان کي رابطي لاءِ توڙي اڳتي جي تعليم لاءِ استعمال ڪري سگهي.

ائين ڪونهي تہ ڪواچ جي عالمگيريت واري دنيا ۾ آءِ انگريزيءَ جي اهميت کي نٿي مڃان. اها هڪ بين الاقوامي ٻولي آهي ۽ ان ڳالهہ کان انڪار نٿو ڪري سگهجي تہ عالمگير سطح تي رابطي ۽ ابلاغي ذريعن مان انگريزي جا فائدا حاصل ڪري سگهجن ٿا. پر ان جو اهو مطلب ڪونهي تہ ان کي ڪنهن ڪوڙڪيءَ ۾ دوکي سان ڦاسائي تعليم جي ٻولي بڻائجي.

انگريزيءَ جي ايتري زوردار طريقي سان کليل ۽ لڪل حمايت ڪرڻ جا پنج مکيہ سبب آهن. پهريون سبب عالمگيريت واري هن دنيا ۾ انگريزيءَ جي وڏندڙ اهميت جي ڪري شاگردن جي لاءِ مائٽن طرفان ان جي پڙهائڻ جي گُهر آهي تہ پهريون سبب اهي نوڪرين جي مارڪيٽ ۾ داخل ٿين تہ جديد دنيا جي للڪارن کي منهن ڏيڻ لاءِ بهتر انداز ۾ تيار هجن. ٻيو سبب اهو تہ آخر ڇو انگريزيءَ جي ايتري طلب موجود آهي؟ اهو انهيءَ ڪري جو پاڪستان ۾ اقتدار جي ايوانن ۾ ۽ سماج جي مٿئين پرت ۾ ان کي تمام اعليٰ درجو حاصل آهي، جنهن جي ڪري جيڪو ماڻهو اها ٻولي روانيءَ سان صحيح ۽ بلڪل درست اچارن سان ڳالهائي ٿو ان کي سماجي ۽ سياسي طور تي نمايان حيثيت حاصل هجي ٿي، پوءِ پلي ڪٿي هن کي پاڪستان جي تاريخ، معيشت ۽ معاشري جي باري ۾ ڪو عِلم نہ هجي. ٽيون سبب وري ننڍڙي ٻار جي ثقافتي، ذهني اوسر لاءِ تعليم ۾ مادري ٻوليءَ جي ڪردار بابت احساس جي کوٽ بلڪ بي حسي پڻ آهي. ان سان انگريزيءَ تي اجايو زور ڏيڻ واري ڳالهہ سمجهي سگهجي ٿي، جنهن کي هرپرو ذهانت ۽ علم جي ٻوليءَ طور اڳتي وڌايو وڃي ٿو. چوٿون سبب اڪثر بيان ڪونہ ڪيو ويندو آهي پر ڏاڍو اهم آهي، سو اهو تہ انگريزيءَ جي وڏ ۾ وڏ استعمال سان اصلوڪيون ٻوليون متروڪيت ڏانهن وڃن ٿيون جنهن سان انگريزي ٻوليءَ جي مقام کي هڪڙو مصنوعي اوچو رتبو ملي وڃي ٿو جيڪو مراعات يافتہ طبقي کي فائدا ڏياري ٿو جن کي انگريزيءَ تي دسترس ۽ مهارت حاصل ڪرڻ جا موقعا ميسر آهن. جنهن سان انهيءَ طبقي کي بهترين تعليم حاصل ڪري بهترين نوڪريون ماڻي، پنهنجي طاقت ۽ مراعتن کي جاري رکڻ ۾ سولائي ٿئي ٿي ۽ ائين هڪڙو شيطاني چڪر نهيو وڃي، جنهن کي ٽوڙڻ ڏاڍو ڏکيو آهي. پنجون سبب اهو تہ نائين اليون (9/11) کان پوءِ پاڪستان لاءِ انگريزي هڪ اهڙو سهارو بنجي وئي آهي، جنهن سان ملڪ اِهو ثابت ڪرڻ جي

ڪوشش ۾ لڳو پيو آهي ته هڪ رياست طور اهو پاڻ کي سڌارڻ جي ڪوشش پيو ڪري ته جيئن هڪ روشن خيال سماج طور ابري سگهي.

نصاب ۾ انگريزيءَ کي شامل ڪرڻ لاءِ سکيا ونندڙن توڙي استادن طرفان ڪي خاص سبب ظاهر ڪونه ڪيا ويا آهن. ڪي وري هڪڙو مبهم سبب ٻڌائيندا آهن ته "اها هڪ بين الاقوامي ٻولي آهي" ٻيا وڌيڪ ايمانداري سان چوندا آهن ته "(Teaching English For No Obvious Reason TENOR) معنيٰ ڪنهن ظاهري مقصد کانسواءِ انگريزي پڙهائڻ. يعني ڪنهن خاص قائل ڪندڙ مقصد کانسواءِ جنهن ۾ ترغيبي لاڙو نه هجي. جيڪو ٻوليءَ جي سکيا لاءِ هڪ ضروري عنصر آهي.

جڏهن ڪمرشل مقصدن ۽ نفعي جي لاءِ انگريزيءَ جي سکيا ورتي وڃي ۽ اهائي ترغيب هجي ته پوءِ ظاهر آهي ته نامناسب ۽ ڪل جوڳا طريقا پيدا ڪيا ويندا آهن. انهن ذريعي بهترين نتيجا نٿا ماڻي سگهجن. انگريزيءَ ۽ اصلوڪين ٻولين جي لپين. آوازن ۽ ويا ڪرڻي سٽاءَ ۾ فرق جي ڪري پهرين ٻولي (L1) ان ۾ رنڊڪ وجهي ٿي جنهن جي نتيجي ۾ گهربل ٻوليءَ ۾ اصلوڪي لڪٽيءَ بدران ترجمي ڪرڻ کي هٿي ملي ٿي (8)

ان جو بهترين مظاهرو مون انگريزي اخبارن ۾ ٿيندي ڏٺو آهي. ڪيترائي ڀيرا مون هڙا اصطلاح اتي استعمال ٿيندي ڏٺا آهن مثلاً his husband (هن (مرد) جو مڙس) ۽ her wife (هن (عورت) جي زال) انهيءَ غلطيءَ جو سبب اهو آهي ته اهي اصطلاح استعمال ڪندڙ صحافي سوچيندا اردوءَ ۾ آهن. پوءِ ان جو ترجمو ڪندا آهن. جنهن ۾ ويا ڪرڻي بناوٽون به جيئن جو تيئن انگريزيءَ ۾ ورجائيندا آهن.

جيڪي ماڻهو سني انگريزي سکڻ ۾ ناڪام ٿيندا آهن اهي محروميءَ جو شڪار ٿي ان وقت مزاحمت ڪرڻ لڳندا آهن. جڏهن انهن کي لساني پاليسيءَ جي اندر لڪل گوشن جو احساس ٿيندو آهي. جيڪي ماڻهن جي اڪثريت ۾ ڪوڙي اميد جاڳائيندا آهن. هندستان ۾ انهيءَ لقاء کي نئين دهليءَ جي جواهر لعل نهرو يونيورسٽيءَ جي انگريزيءَ جي اڳوڻي پروفيسر واضح ڪيو آهي. هو چوي ٿو ته "اهو هڪ اهڙو تخريبي اپار آهي. جيڪو

هندستان جي انهن نوجوانن ۾ پيدا ٿيو آهي جيڪي انگريزيءَ جي اصلوڪين ٻولين سان مقابلي ۾ لڪل تصورن کي سمجهي چڪا آهن. هاڻي اُهي حاوي ٿيل انگريزي دان وچولي طبقي ۽ ترقيءَ بابت مفروضي جي وچ ۾ تعلق تي تنقيد ڪري سگهن ٿا. جنهن گذريل چئن ڏهاڪن کان وسيع ڀهراڙي کي پٺتي رکي قربان ڪري، وڏن شهرن جي شعبن کي مچائي مواڙ ڪري ڇڏيو آهي" ان تنقيد ۾ انگريزي ٻولي ۾ انگريزي تعليم کي "جامع تاريخي جبر" جو مکيه سبب تصور ڪيو وڃي ٿو. هو 'انگريزيءَ جو انتهاپسندانا' استعمال ڪندڙن کي پنهنجي سوچ جو انداز بدلائڻ ۽ روين ۾ تبديلي آڻڻ جي صلاح ڏي ٿو(9)

گهڻن ئي ماڻهن جي ٻوليءَ واري سکيا جي تجربي کي ڏسندي، اسان کي ٻـ تعليم جي ٻوليءَ بابت ٻيهر سوچڻ جي ضرورت آهي. طبقاتي معاملو ٻـ پاليسي جوڙڻ جي عمل کي بگاڙي ڇڏي ٿو. انيين باب ۾ ڏنل انفرادي مثالن مان صاف ظاهر ٿئي ٿو تـ تعليمي نظام ۾ انگريزي سيڪنڊريءَ واري مرحلي تي وڌيڪ آسانيءَ سان سکي سگهجي ٿي، پر شرط اهو آهي تـ پڑهائڻ جو طريقو صحيح هجي. جيڪڏهن ماءُ ۽ پيءُ ٻئي تعليم يافتا هجن ۽ روانيءَ سان انگريزي ڳالهائيندا هجن تـ ٻوءِ وڏي مدد ملي ٿي. ٻن ٻولين وارو نظام (bilingualism) يا گهڻ ٻوليائي نظام (multilingultism) انهن ماڻهن وٽ تمام عام آهي جيڪي ٻن يا وڌيڪ ٻولين ۾ روان هوندا آهن.

جڏهن کان انگريزي ٻوليءَ جي سکيا (ELT) کي خاص مهارت وارو مضمون ڪري آندو ويو آهي تـ ڪيترائي ان فيلڊ جا تعليمي ماهر هاڻي ان شڪ ۾ پئجي ويا آهن تـ آخر ٽين دنيا جي ملڪن ۾ انگريزيءَ کي تعليم جي ٻوليءَ طور پڑهائڻ جي پٺيان ڪهڙي عقلمندي آهي؟ حڪومت کي تـ پاڻ ان ۾ سولائي ٿيندي تـ ٻار کي انگريزي ٽين ٻولي (L3) طور هڪ اهڙي مرحلي تي پڑهائڻ گهرجي، جڏهن اهو پنهنجي مادري ٻوليءَ ۾ اردوءَ يا صوبي جي ٻوليءَ ۾ پڙ ٿي چڪو هجي. ان ڳالهه کي قبول ڪرڻو پوندو تـ اسان جي تعليمي نظام ۾ وڏي ۾ وڏي خامي استادن جي خراب معيار جي آهي، سڀ کان ڀهرين ضرورت آهي انهن استادن جي تربيت. جيڪڏهن استادن کي

سندن ٻوليءَ ۾ تربيت ڏجي ۽ جيڪي مضمون انهن کي پڙهائڻا هجن، انهن ۾ وڏيڪ اثرائتا ڪورس ڪرائجن تہ ان ۾ ڪافي سهولت ٿيندي. جيتريقدر انگريزي ٻوليءَ جي استادن جو سوال آهي، جيڪي گهٽ انگ ۾ هوندا. تہ انهن لاءِ اهڙا تربيتي پرگرام جوڙجن جو اهي ELT ڪورس ڪري پاڻ بہ انگريزيءَ ۾ ماهر ٿين تہ گڏوگڏ ٻوليءَ جي سکيا جا نوان طريقا بہ ڄاڻي سگهن. جن ۾ جديد ٽيڪنالاجي (هيڊ فون ۽ رڪارڊر) ۽ ٻيا سکيا جا سهڪاري وسيلا استعمال ٿي سگهن.

ان ڳالهہ کي ضرور واضح ڪجي تہ جيئن برٽرينڊ رسل پنهنجي ڪتاب On Education (تعليم بابت) ۾ ڄاڻايو آهي تہ "جيڪڏهن تعليم ڏيڻ جو ڍنگ طريقيڪار هرهنڌ يڪسان (universal) ممڪن نہ آهي تہ پوءِ ان کي اطمينان بخش سمجهڻ عملي رويو ڪونہ هوندو' ان ڪان پوءِ هو انهن فائدن جي ڳالهہ ڪري ٿو جيڪي شاهوڪارن جا ٻار ماڻين ٿا ۽ غريبن جي ٻارن کي اهڙا فائدا نٿا ملن.

اسان (پاڪستان) جي معاملي ۾ ان جو مطلب اهو آهي تہ غير رسمي تعليم جون سهولتون عام ۽ انهن کي سنياليندڙ بہ جججها هجن ۽ انگريزي ڳالهائيندڙ تعليم يافتہ مائٽ وغيره هجن جيڪي ظاهر آهي تہ انهن کي تعليم جي سلسلي ۾ ٽيڪ ڏيندا. پر اهي ڪي اهڙا مقرر معيار نٿا ٿي سگهن، گهٽ ۾ گهٽ ٿوري ڪمائيءَ وارن طبقن جي ٻارن لاءِ تہ ممڪن ڪونہ آهن. تہ پوءِ ڇا اهو انصاف آهي تہ هڪ اهڙي لساني پاليسي جوڙي وڃي، جنهن جو بنياد ئي چند مراعات يافتا ماڻهو هجن. رسل خاص طور چوي ٿو:

> ڪنهن بہ صورت ۾ ڪوبہ غير جانبدار ماڻهو چند ماڻهن لاءِ خاص فائدن جي سفارش ڪونہ ڪندو سواءِ ڪن خاص سببن جي جيڪي هي آهن. يا اهي صفا ڪمزر دماغ وارا هجن يا وري جينيس هجن...... مائٽن کي نوان طريقا ضرور آزمائڻ جو موقعو ڏيڻ گهرجي، پر اهي اهڙا هجن جو جيڪڏهن انهن جا نتيجا سٺا نڪرن تہ پوءِ هر ڪنهن لاءِ يڪسان جوڙي سگهجن. نہ ڪي اهڙا هجن جيڪي پنهنجي مزاج ۾ صرف ڪجهہ مراعات يافتہ ماڻهن تائين محدود هجن (10).

## Notes

1. Paulo Freire, `The Politics of Education, Power or Liberation (London: Macmillan, 1985),184.
2. Tariq Rahman, Denizen of Alien Worlds (Karachi: OUP 2004)132-3.
3. Coleman, op. cit. 40.
4. Coleman, and Capstick, `Language in Education in Pakistan' op. cit.
5. Coleman, 'Teaching and Language in Pakistan', op.cit. 20-4.
6. John Rogers, 'The World for Sick Proper' in Richard Rossner (ed), Currents of Change in English Language Teaching (London:OUP, 1990),8.
7. I bid, 9.
8. Shumaila Ali Hasan, 'English Language Teaching in Pakistan', http:www.articlesbase.com/languages-articles/englishlanguage-teching-in-pakistan- 1326181.html, posted on October 2009.
9. Badri Riana, `A note on Language and the Politics of English in India' in Jvati Joshi (ed) Rethinking English: Essays in Literature, Language, History (New Delhi: Trainka, 1994), 294-5
10. Bertrand Russell, "On Education: Especially on Early Childhood' (London: Rutledge, 1926), 17.

# باب ٻارهون

## تعليم ۽ انصاف جي اهميت

هن ڪتاب ۾ ٻوليءَ بابت بحث جو فيصلائتو نڪتو اهو آهي تہ اها پاڪستاني سماج ۾ طبقا پيدا ڪري رهي آهي ۽ تعليم جي ميدان ۾ غير برابريءَ واري نا انصافيءَ کي همٿائي رهي آهي. اسان جي لاءِ آخر اها ايڏي وڏي ڳڻتي ڇو بنجي وئي آهي؟ اسان جي سماج جو هڪ ننڍڙو مٿيون طبقو اعليٰ تعليم يافتہ آهي، هنرمند آهي، پنهنجي ملڪ کي ليڊر شپ ۽ ڪا واٽ ڏئي رهيو آهي، ڇا اهو ڪافي ناهي؟
جيڪڏهن اسان جي ملڪ جي وڏي اڪثريت اعليٰ تعليم يافتہ ڪانهي تہ بہ اها ڇَپيل لفظن جي ترجماني ڪري سگهي ٿي ۽ ايتري لکڻ پڙهڻ جي مهارت يا خواندگي رکي ٿي، جنهن سان اها اهڙا ڪم ڪري سگهي ٿي جن لاءِ ڪنهن غير رواجي ذهانت جي ضرورت ناهي، تہ پوءِ ڇو اسين "سموري خلق لاءِ وڌيڪ معياري تعليم' تي سيڙپ ڪريون؟ جيئن هڪ اين جي او "پاڪستان ۾ تعليم لاءِ ساٿ" (Pakistan Coalation for Education) طرفان مطالبو ڪيو ويو آهي. (1)

انهن سوالن جا جواب تڏهن ظاهر ٿيندا، جڏهن اسين پاڪستاني رياست ۾ اندروني طرح موجود غيربرابريءَ واري معاملي کي غور سان ڏسنداسين. اصولاً تہ اهو انساني برابريءَ واري تصور جي جبلت لاءِ ڏاڍو اڻ وڻندڙ هو ها پر جي اهو انساني نسل ۾ موجود هجي تڏهن نہ ڇا برابريءَ جي لاءِ جدوجهد ڪرڻ ڇنڊ کي حاصل ڪرڻ برابر آهي؟ اسان کي اقتصادي سائنس ۾ نوبل انعام حاصل ڪندڙ هارورڊ يونيورسٽيءَ جي اڪنامڪس جي پروفيسر امرتيا سين طرفان ڪيل سوال تي غور ڪرڻ جي ضرورت آهي، "برابري ڇا جي؟"

جيئن امرتيا سين ڏيان ڇڪائي ٿو تہ انسانذات ۾ گهڻ رنگائي يا گوناگونيت کي ڏسندي، لفظي معنيٰ ۾ برابريءَ جو استعمال، ڪن ماڻهن ۾ ڪمزوري پيدا ڪندو. بينڪيت ڪان پوءِ وارن سماجن ۾ جتي سماجي ۽ سياسي ارتقا ۽ معاشي ترقيءَ جو تاريخي عمل صدين تائين هڪ مضبوط

ڏارين قوت جي قبضي جي ڪري رڪجي ويو هو اتي ضروري آهي ته 'برابري' جي باقاعدي وصف ڪئي وڃي. اها ڳالهه ان ڪري به ضروري آهي ڇو جو جن ملڪن پاڻ تان بيتڪيت جو ڳٽ لاهڻ ۾ ڪاميابي حاصل ڪئي، انهن پنهنجي پاڻ کي هڪ اهڙي بي انصافيءَ واري نظام ۾ ڦاٿل جيڪو کين ورثي ۾ مليو هو جنهن ۾ اڻ برابري پلجندي رهندي آهي ۽ ان مان جان ڇڏائڻ آسان ڪونه هوندو آهي. پاڪستان ان جو مخصوص نمونو آهي. بيتڪيت کان پوءِ غير بيتڪي دور ۾ بدلجڻ جو ڪو اهڙو انتها جو عمل ڪو نه هو ۽ ان ۾ جيڪو تشدد شامل هو ان جي باوجود به سماجي، معاشي ۽ سياسي جوڙجڪ ساڳي رهي ۽ پوءِ وارن سالن ۾ به ختم نه ٿي.

اهڙي صورتحال ۾ سڀ کان بهتر عمل اهو ٿيندو ته گهٽ ۾ گهٽ ڪن بنيادي حقن جي حد مقرر ڪئي وڃي، جنهن لاءِ رياست سمورن شهرين کي اهي برابريءَ جي بنياد تي ڏيڻ جي پابند هجي. اهي حق اهڙا هجن جيڪي سمورن شهرين کي سٺي معيار جي زندگي گذارڻ لاءِ مضبوط ڪن ته جيئن هو ان کان پوءِ پنهنجي لاءِ برابري وارا موقعا حاصل ڪري سگهن ۽ جيترو چاهين انهن مان فائدو وٺڻ لاءِ پاڻ پتوڙين. مثال طور سٺي معياري تعليم هر هڪ ٻار جو بنيادي حق تسليم ٿيڻ گهرجي. اها ڳالهه ان خيال مان نڪتي آهي ته اسڪول جي تعليم کي خدمت سمجهڻ گهرجي، جيڪا لازمي ۽ مفت ٿيندي آهي، ۽ رياست جي اها ذميواري آهي ته اها سمورن شهرين کي برابريءَ جي بنياد تي مفت تعليم مهيا ڪري ڏي ان کان پوءِ ئي اهي سمورا شاگرد جيڪي اسڪول جي تعليم مان پاس ڪري ايترا تيار ٿي ويندا جو پنهنجي مستقبل جي روزگار يا هنر وغيره بابت پنهنجي انفرادي فيصلي ۽ لاڙي موجب چونڊ جو اختيار استعمال ڪري سگهندا.

ساڳيءَ طرح بنيادي صحت ۽ سنڀال، هر شهريءَ کي بنيادي حق طور مهيا ڪئي وڃي ته ڪابه بيماري ڪنهن به ماڻهوءَ کي ان ڪري محتاج نه ڪري سگهي ته هن وٽ علاج ڪرائڻ جا پئسا ڪونه هئا يا هن کي اهڙي بيماري هئي يا هو خوراڪ جي کوٽ جو شڪار هو جو هو موجود موقعن مان فائدو وٺي نه سگهيو جيڪي هن کي هڪ سٺي ۽ پنهنجي پسند جي زندگي گذارڻ ۽ پنهنجي صلاحيتن مان فائدو وٺڻ ۾ مدد ڪري سگهن ها.

ڪيترائي ٻيا حق هوندا آهن. جيڪي فلاحي رياستون ( welfare statcs) پنهنجن شهرين جي لاءِ ضروري سمجهنديون آهن. جهڙوڪ رهائش، روزگار (نوڪري وڃڻ جي صورت ۾ بي روزگاري انشورنس ذريعي ضمانت) پينشن، ڪراڙپ جون رعايتون (old age benefits) وغيره وغيره. پاڪستان جي ڏس ۾ اهو سڀ ڪجهه آدرشي محسوس ٿئي پيو. پر مون کي لڳي ٿو ته پلي ڪٿي ڪيترو به ماڻهن کي اسڪولي تعليم برابريءَ جي بنياد تي مهيا هجي يا اعليٰ درجي جي بنيادي صحت جو سنو هجي، انهيءَ سان گڏوگڏ ڪين چند مراعات يافته ماڻهن جي هٿان ٿيندڙ استحصال يا جبر کان به ڪين ٻاهر ڪڍڻ ۾ مدد ملڻ گهرجي. اسان جا ماڻهو باصلاحيت ۽ ذهين آهن. جيڪڏهن هنن جي رهنمائي ڪجي ۽ برابري وارا موقعا ڏجن ته هو پاڻ مڃائي ۽ پنهنجي زندگيءَ کي بهتر ڪري سگهن ٿا ۽ وڏي ڳالهه ته هو پنهنجن حقن کي لتاڙڻ جي اجازت به نه ڏيندا. سجاڳيءَ، شعور اعتماد ۽ پنهنجي زندگيءَ کي بدلائڻ جي چاهه سان ماڻهن کي خبر هوندي ته پنهنجو پاڻ کي هڪڙي ٽورائيءَ جي استحصال کان ڪيئن بچائين؟ بشڪ انهيءَ لاءِ عام تاثر اهو آهي ته رياست جي بنيادي سياسي ڍانچي جي لاءِ جمهوريت کي ضرور جاري رهڻ گهرجي.

عام ماڻهوءَ کي اعليٰ معيار جي اسڪولي تعليم کان محرومي هن کي انهي بنيادي وسيلي کان محروم ڪري ٿي ڇڏي، جيڪو ڪنهن ماڻهوءَ کي سٺي زندگي گذارڻ جي شروعات ڪرڻ ۾ مدد ڪري سگهي ٿو انهيءَ حق کان انڪار سان هن کي استحصال جي خطري ڏانهن ڌڪيو وڃي ٿو. بيشڪ هڪ فرد کي عزت ۽ خوشحال زندگي گذارڻ لاءِ روزگار ۽ اجهي جي ضرورت هوندي آهي. منهنجو اعتراض اهو آهي ته پلي ڪٿي روزگار يا اجهي کي غريت جو حق سمجهي نٿو ڏنو وڃي پر جيڪڏهن هن کي اعليٰ معيار جي تعليم ڏني وڃي ته هو ان جي مدد سان اهي ٻئي شيون حاصل ڪري سگهي ٿو ۽ هڪ سٺي زندگي گذارڻ هن جي وس ۾ ٿي سگهي ٿي. ايتريقدر جو سٺي صحت جي نعمت به هن کي تڏهن ملي سگهي ٿي، جڏهن هن کي صحت، رهڻ سهڻ ۽ کاڌي پيتي جي باري ۾ بنيادي ڳالهين بابت ضروري تعليم ملي وڃي. هو پنهنجي علم جي مدد سان زندگيءَ جو معيار وڌائي سگهي ٿو روزگار حاصل ڪرڻ لاءِ هٿ پير هڻي ڪجهه وقت کان پوءِ اجهو

بہ حاصل ڪري سگهي ٿو. هڪ پيرو عام ماڻهن جي زندگين ۾ تبديليءَ جو عمل شروع ٿي وڃي تہ پوءِ اهي موجوده استحصالي نظام کي يقيناً تبديل ڪندا. جيڪو تمام گهڻو بي انصاف ۽ جابراڻو آهي. هي نظام اهڙو آهي جيڪو پنهنجي جبر ذريعي نظام ۾ چڱي تبديليءَ کي آڻڻ مشڪل ڪيو ڇڏي، خاص ڪري تڏهن جڏهن اهڙي تبديلي مراعات يافتہ اشرافيہ کي مليل ڪن فائدن تي اثر انداز ٿيندي هجي“.

اها ڳالهہ واضح طور تي انهيءَ وڌندڙ وڇوٽيءَ مان ثابت ٿيل آهي، جيڪا پڙهيل ۽ اڻ پڙهيل طبقن ۾ ڏسي سگهجي ٿي. اهي صرف اهڙا نتيجا ڪونہ آهن، جيڪي ڪن عملي مشاهدن مان ڪڍيا ويا هجن. اهي اقتصاديات جا ماهر جن انهيءَ لقاء جو اڀياس ڪيو آهي تن انهي مشاهدي جي حقيقت کي ثابت ڪرڻ لاءِ تصديق ٿيل انگ اکر ۽ معلومات ڏني آهي. هن وقت تائين بهترين اڀياس جيڪو مون کي پاڪستان مان مليو آهي جنهن ۾ مختلف طبقن جي معاشي حيثيت ۽ تعليم ۾ سيڙپ بابت تجزيو ڪيل آهي، سو ’تعليم جي صورتحال‘ (State of Education) جي عنوان سان هڪ ساليانو جائزو آهي ۽ جيڪو SPDC (Social Policy and Development Centre ـ سماجي پاليسي ۽ ترقيءَ جو مرڪز) طرفان 2003ع ۾ ڇپايو ويو آهي. هن مرڪز جو ان وقت سربراهہ اقتصاديات جو مشهور ماهر قيصر بنگالي هو جيڪو سنڌ جي وڏي وزير جي رٿابندي ۽ ترقي (Planning & Development) جو 2010ـ11 ۾ صلاحڪار بہ هو. انهي اڀياس ۾ شامل ”پاڪستان ۾ سماجي ترقي: تعليم جي صوتحال، ساليانی جائزي 2003ع“ (Social Development in Pakistan: The State of Education, Annual Report 2003) ۾ لکيل آهي تہ:

اڻ برابريءَ ۽ غربت کي خاص طور آمدني ۽ دولت جي حوالي سان ڏٺو ويندو آهي. آمدنيءَ ۽ دولت جي فرق کي ان حوالي سان ڏٺو وڃي تہ اهو غربت ختم ڪرڻ يا ان کي گهٽ ڪرڻ جي موقعن جو تعين ڪري، پر ان حوالي سان ڏٺو وڃي ٿو تہ آمدني ۽ دولت تعليمي ضرورتن تي بہ اثر انداز ٿئي ٿي.

عملي شاهديءَ مان پتو پوي ٿو تہ آمدنيءَ ۽ تعليم جي وچ ۾ گهاٽو لاڳاپو آهي. ساڳيءَ ريت تعليمي اڻ برابري ۽ آمدنيءَ ۾ اڻ برابريءَ جو بہ پاڻ ۾ تعلق آهي.

ان ڳالھ جي پيش نظر تہ تعليم ڪمائڻ جي صلاحيت وڌائي ٿي، ان جي ذريعي حاصل ٿيل فائديمند نتيجن جي بنياد تي تعليم ۽ انصاف ۾ تعلق کي بہ سمجهي سگهجي ٿو موجوده عالمگيريت جي منظر ۾ ٽيڪنالاجيءَ وارين تبديلين کي ٽيڪنيڪل مهارت رکندڙ ڪارڪنن جي تيزيءَ سان وڌندڙ طلب منجهان پر َ ي سگهجي ٿو. جيڪڏهن مهارت رکندڙ هنرمند فرد جي طلب اڻ سکيل فردن کان وڌيڪ ٿيڻ لڳي تہ امڪان اهو آهي تہ اجرت ۾ اڻ برابري بہ وڌي ويندي. تنهن کانسواءِ جيڪڏهن وڌيڪ آمدنيءَ وارن ۽ گهٽ آمدنيءَ وارن گروهن ۾ تعليم جي لحاظ کان اڻ برابري هوندي تہ پوءِ وڌيڪ آمدنيءَ وارن گروهن کي قومي آمدنيءَ جي واڌ ويجھ جي ڪري ملندڙ فائدن مان تمام وڏو غير مناسب حصو حاصل ڪرڻ جو موقعو ملي ويندو. نتيجي طور تعليمي اڻ برابريون امڪاني طور تي آمدنيءَ جي اڻ برابريءَ کي وڌائڻ جو سبب بڻبيون ۽ ان جي ابتڙ اڻ برابر آمدني وري اڻ برابر تعليم جو سبب بنجي ويندي(3)

جيتوڻيڪ اها ڳالھ منطقي لڳي ٿي، پلي ڪٿي ائين نہ چاهجي، تہ بہ انهيءَ نظام ۾ وڌيڪ آمدنيءَ وارو طبقو تعليم جا بهترين موقعا حاصل ڪري ٿو وٺي، جنهن ذريعي هو نفعي بخش روزگار وٺڻ جي لاءِ تيار ٿئي ٿو. پر ان رپورٽ ۾ جيڪا ڳالھ منطقي نٿي لڳي، سا آهي ان رپورٽ جي نتيجن واري، جنهن مطابق اعليٰ تعليم جي ٽين سطح (tertiary level) ۽ پروفيشنل سطح جي شاگردن لاءِ ملندڙ في ايڪو رعايت کي انتهائي اڻ برابريءَ واري شرح سان وڏي آمدنيءَ وارن گروهن جي پنجين حصي تي خرچ ڪيو وڃي ٿو. اهو قبول ڪرڻ جوڳو عمل ڪونهي، ڇاڪاڻ جو تعليم تي سـ ڪاري طور ٿيندڙ خرچ جو مقصد اهو هئڻ گهرجي تہ ان جي فنڊن جي برابر ورهاست جي ضمانت هجي، ۽ اهو ائين ٿئي جو ان جو فائدو غريبن کي ٿئي تہ جيئن اهي پنهنجي آمدني وڌائڻ واري صلاحيت حاصل ڪري سگهن.

ان رپورٽ ۾ انهيءَ فائدي کي ڳڻايو ويو آهي، جيڪو مختلف آمدنيءَ وارا گروهه حاصل ڪن ٿا جنهن لاءِ "فائدي جي شرح جي تجزيي" (benefit incidence analysis) مان ڪاٿو لڳايو ويو آهي. ان جي لاءِ تعليم جي مختلف سطحن تي في ايڪي لاءِ مليل رعايت ( per unit subsidy) جو ڪاٿو لڳائي (هلندڙ خرچ-ڪاٿو - ٿيندڙ آمدني)، وري آمدنيءَ جي بنياد تي گهراڻن کي پنجن حصن (quintiles) ۾ ورهائي حساب ڪيو ويو. ان سان صاف نتيجو مليو ويو ته ڪهڙي حصي کي ڪيترو ۽ تعليم جي ڪهڙي سطح تي فائدو ملي رهيو آهي.

ان مشق جا نتيجا ڏاڍا دلچسپ ۽ اهم آهن. جدول 11.1 ڏيکاري ٿي ته پرائمري تعليم واري خاني ۾ پنجن حصن مان 4 ۽ 5 حصو (صفا غريب طبقن جو 40 سيڪڙو) رعايتن جو چڱو خاصو ڀاڱو حاصل ڪري ٿو اٽڪل 55 سيڪڙو پنجاب ۾، 54 سيڪڙو سنڌ ۾، 47 سيڪڙو خيبر پختونخواهه ۾ ۽ 42 سيڪڙو بلوچستان ۾. شاهوڪار طبقي جا ٻار خانگي اسڪولن ۾ پڙهن ٿا. وري اعليٰ تعليم يا ٽين سطح (tertiary level) ۽ پروفيشنل سطح جي تعليم سان اهو معاملو بلڪل ابتڙ آهي، جو پنجن حصن مان سڀ کان مٿيون حصو (اهڙي آباديءَ جو 20 سيڪڙو جيڪا دولتمند آهي) رعايتن جي وڏي ۾ وڏي شرح کڻي وڃي ٿو پنجاب ۾ 44 سيڪڙو ٽين سطح جي تعليم ۽ 37 سيڪڙو پروفيشنل تعليم، سنڌ ۾ ترتيب سان 17 سيڪڙو 49 سيڪڙو، خيبر پختونخواهه ۾ 38سيڪڙو ۽ 41 سيڪڙو ۽ بلوچستان ۾ ترتيبوار 37 سيڪڙو 57 سيڪڙو رعايت حاصل ڪئي وڃي ٿي (4)

ان ۾ پوشيده مفهوم تمام گنڀير آهن. جنهن مان ظاهر ٿئي ٿو ته سرڪار جي پاليسي وڏيڪ آمدنيءَ وارن گروهن ڏانهن لاڙو رکي ٿي. جنهن جي ڪري غربت جو شڪار ۽ نقصان ۾ رهندڙ گروهن جو غربت مان نڪرڻ ڏکيو ٿيو پوي جيتوڻيڪ اهي انگ اکر 15 سال اڳ جا رڪارڊ ڪيا ويا هئا پر صورتحال اڃا به وڏيڪ شاهڪار طبقن جي مفاد ۾ وڃڻ جي توقع آهي ڇو جو غربت اڃا به وڏيڪ ماڻهن کي اسڪولن مان پنهنجا ٻار ڪڍڻ تي مجبور ڪيو هوندو.

جدول 11.1: تعليم جي مختلف سطحن لاءِ رياستي مالي مدد جو سيڪڙو (هي حساب 98_1999ع جا آهن)

| آمدنيءَ بابت | پرائمري | ٽين سطح Tertiary | پروفيشنل |
|---|---|---|---|
| پنجاب | | | |
| پنجين حصي جو 1 | 9.9 | 44.3 | 37.4 |
| پنجين حصي جو 2 | 14.7 | 25.9 | 42.9 |
| پنجين حصي جو 3 | 19.6 | 16.1 | 13.1 |
| پنجين حصي جو 4 | 27.4 | 7.2 | 2.4 |
| پنجين حصي جو 5 | 28.1 | 6.5 | 4.2 |
| سنڌ | | | |
| پنجين حصي جو 1 | 7.8 | 17.8 | 49 |
| پنجين حصي جو 2 | 14.9 | 28.5 | 22.1 |
| پنجين حصي جو 3 | 22.8 | 21.8 | 10.9 |
| پنجين حصي جو 4 | 26.4 | 18.8 | 10.1 |
| پنجين حصي جو 5 | 28.5 | 13.4 | 7.9 |
| خيبر پختونخوا | | | |
| پنجين حصي جو 1 | 10.5 | 38.4 | 51.4 |
| پنجين حصي جو 2 | 17.8 | 28.1 | 23.9 |
| پنجين حصي جو 3 | 23.9 | 19.1 | 10.5 |
| پنجين حصي جو 4 | 26.4 | 8.7 | 7.5 |
| پنجين حصي جو 5 | 21.5 | 7.7 | 6.7 |
| بلوچستان | | | |
| پنجين حصي جو 1 | 16.9 | 41.5 | 57.2 |
| پنجين حصي جو 2 | 14.9 | 21.7 | 8.1 |
| پنجين حصي جو 3 | 25.4 | 21.7 | 25.7 |
| پنجين حصي جو 4 | 24.7 | 8.3 | 00 |
| پنجين حصي جو 5 | 18.2 | 6.8 | 00 |

ذريعو: پاڪستان ۾ سماجي ترقي، تعليمي معيار(ڪراچي ايس. پي. ڊي. سي 2003ع)

آدرشي طور جيڪڏهن سرڪاري پاليسي سماجي انصاف تي ٻڌل هجي ها تہ ان جي تعليمي بجيٽ اهڙي نموني ورهائجي ها جو اهي شعبا جيڪي وڌيڪ قوت سان گهٽ آمدنيءَ وارن گروهن کي فائدو ڏين ٿا، انهن

ڪي نسبتاً وڏيڪ فنڊ ملي پون ٿا تہ جيئن ان مان خاص طور فائدو وٺندڙ اهي هجن ٿا جيڪي پنهنجن ڪيسن مان سٺي تعليم لاءِ خرچ نٿا ڪري سگهن.

هاڻي سوال اهو ٿو پيدا ٿئي تہ آخر اها نا انصافي هن وقت ڇا جي لاءِ وڏي ڳڻتيءَ جو باعث بڻجي وئي آهي؟ جو اها ملڪ جي يڪجهتي ۽ سماج جي اتحاد لاءِ خطرو بنجي پئي آهي، جڏهن تہ امير ۽ غريب جي ورهاست تہ هميشہ ڪان رهي آهي؟ ان جو جواب بلڪل سولو آهي، جيڪڏهن جمهوريت کي قائم رکڻو آهي تہ تعليم ضروري آهي، جيئن 'دي نيويارڪ ٽائيمس' (The New York Times) هڪ مضمون جو عنوان هو تہ "مضبوط جمهوريت چاهيو ٿا؟ تعليم تي خرچ ڪريو". (5)

هن مضمون جو ليکڪ هارورڊ يونيورسٽيءَ ۾ اڪنامڪس جو پروفيسر آهي جيڪو ثابت ڪري ٿو تہ سالن جي اسڪولي تعليم ۽ جمهوريت جي وچ ۾ 77 سيڪڙو سٻنڌ آهي (يعني ٻيا عوامل رڳو 23 سيڪڙو آهن. جن سان جمهوريت مضبوط ٿئي ٿي) هو اشارو ڏي ٿو تہ انسان جو بحيثيت هڪ سرمايي (human capital) جي آزاديءَ جي وچ ۾ بہ لاڳاپو آهي. ڇو تہ پڙهيل لکيل ماڻهن ۾ اها قابليت هوندي آهي تہ هو پاڻ کي منظم ڪري پنهنجي حقن لاءِ وڙهن. سندس مختصر ۽ جامع مشاهدو آهي تہ :

> آمرن طرفان حڪومت ڪندڙ خاص ماڻهن کي مستحڪم فائدا ملندا آهن. جڏهن تہ جمهوريتون معمولي فائدا مهيا ڪنديون آهن پر اهي سڀني لاءِ برابر هوندا آهن. جيڪڏهن جمهوريت طرفان آمريت کي هارائڻو آهي تہ ضروري آهي تہ تڙيل پکڙيل آباديءَ کي اهڙيون مهارتون ۽ ترغيبون ڏجن. جنهن سان آمرانہ بغاوتن ۽ اعليٰ عملدارن جي برتريءَ کي گڏجي شڪست ڏئي سگهجي.

تعليم مهارتون سيکاريندي آهي، جيئن پڙهڻ ۽ لکڻ. جنهن سان ماڻهن کي گڏجي ڪم ڪرڻ جي صلاحيت حاصل ٿئي ٿي، هيئين ڪلاسن ۾ استاد گهڻو وقت ٻارن کي اهو سيکارڻ ۾ گذاريندا آهن تہ ٻين سان گڏجي ڪيئن هلجي ۽ رهجي؟. آمريڪا ۾ شهر سڌارڪ ۽ سماجي گروهن ۾ شموليت جو تعليم سان گهرو لاڳاپو آهي، جنهن سان اجتماعي طور جمهوريت جو تحفظ ڪيو وڃي ٿو.

اها ڪيڏي نہ بدقسمتي آهي، جو اسين هاڻ انهيءَ مرحلي تي پهچي چڪا آهيون، جتي ڪو فيصلو ڪرڻ جي ضرورت آهي، پر دنيا ۾ هاڻي سماجي انصاف جي ڪا وقعت ئي نہ رهي آهي. جيئن مارڪسي مورخ ڪي ايرڪ هاب سبام (Eric Hobsbawm) چيو آهي تہ 'سوشلزم ڪميونزم جو زميني آدرش ڊهي چڪو آهي ۽ جيڪي مسئلا انهن حل ڪرڻ جو چيو هو سي اتي جو اتي پيا آهن (6)

حقيقت اها آهي تہ نہ تہ سماجوادي نظام جا سماجي فائدا ماڻهن جي ڪا مدد ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيا ۽ نہ ئي پئسي جي غير معمولي طاقت. جيڪا طاقت سرمائيداري نظام ڏيڻ جو واعدو ڪري ٿو. ترقي پذير ملڪن جي ماڻهن جي زندگيءَ جي معيار کي بهتر ڪرڻ لاءِ ڪنهن ڪم جي ثابت ٿي آهي. سوشلزم طرفان مهيا ٿيندڙ مقابلي واري روڪ ڪانسواءِ دنيا بي حساب دولت جي واڌ ڏسي رهي آهي، جنهن ان نظام کي جنم ڏنو جنهن کي سرمائيداري يا ڪيپيٽلزم چيو ٿو وڃي ۽ ان جا دنيا تي ناڪاري اثر پيا آهن. هاب سبام جي لفظن ۾ "مُختصر ويهين صدي (1914ع کان 1991ع تائين، يعني پهرين مهاڀاري لڙائيءَ کان سوويت يونين جي زوال تائين) انهن ئي مسئلن سان ختم ٿي، جن جي لاءِ نہ ڪنهن وٽ ڪو حل هو ۽ نہ ڪنهن ان جي دعويٰ ڪئي" (7)

اقتصادي آزاديءَ ۽ مارڪيٽ جي تبديليءَ جو عمل گهڻو جيالي نہ سگهيو پر ان کي ترڪ بہ ڪونہ ڪيو ويو ۽ اهو سوچيو ويو تہ ان کي ڪو برجستو سياسي خطرو بہ ڪونهي جهڙو اڳ ۾ ڪميونزم ۽ سوويت (يونين) (USSR) کان هوندو هو. هاب سبام انهن تصادن کي هن ريت مختصر طور بيان ڪيو:

سوويت يونين (USSR) جو ٽٽڻ ۽ محنت ڪش طبقي ۽ ان جي تحريڪن جو زوال ۽ پيچ ڊاهہ، ٽين دنيا جي فوجي اهميت گهٽجڻ، ترقي يافتا ملڪن ۾ اصل غريبن جي تعداد ۾ گهٽتائيءَ ۽ انهن جو هڪ اقليت ۾ تبديل ٿي نندڙو هيٺيون طبقو بنجڻ. انهن سڀني ڳالهين سڌاري جي خواهش کي گهٽائي ڇڏيو...... جيئن نئين هزاري

(2000ع کانپوءِ) (millennum) جي شروعات ويجهي ٿي تہ اهو صاف ظاهر ٿي ويو تہ اصل ڪم اهو ڪونہ هو تہ سوويت ڪميونزم جي لاش تي ويهي ڪڇيون هڻجن، بلڪ هڪ پيرو وري سرمائيداريءَ جي بناوت خامين تي سوچجي (8)

هاب سبام مختصر ويهن صدي جي حوالي سان اهڙن لڇڻن جي هڪ فهرست ڄاڻائي ٿو خاص طور عالمگيريت (Globalization)، دنيا جي غريب ۽ امير ملڪن جي وچ ۾ وڌندڙ وڇوٽي ۽ ترقي يافتا ملڪن ۾ غريب طبقي جي انتهائي غربت ان ۾ شامل آهن. هو ٽين دنيا ۾ وڌندڙ اڻ برابرين، ڪميونڪيشن ٽيڪنالاجيءَ جي اثر خاص ڪري لاڳيتو 24 ڪلاڪ هلندڙ سيٽلائيٽ ٽيليوزن جي باري ۾ چڱي طرح سان وضاحت ڏيڻ ۾ ناڪام ويو آهي جن ترقي پذير ملڪن جي ماڻهن جي خواهشن تي ۽ ثقافتي ۽ سماجي قدرن ۽ انساني سياءَ تي اثروڌا آهن، جيڪي گراهڪن جي تحريڪن (consumerism) ۾ واڌاري سان گڏ پيدا ٿيا آهن. حڪمت عمليون نہ جوڙيندڙ ٽين دنيا جي سماجن تي انهيءَ عمل سيني ڪان وڌيڪ اثر ڇڏيو آهي.

اهڙي ناانصافي گهٽو غير مستحڪم ڪندڙ ٿي سگهي ٿي، حقيقت ۾ اهو ڏٺو ويو آهي تہ اهڙي سماج ۾ وڌيڪ قناعت ۽ اطمينان هوندو آهي، جيڪو نہ طبقاتي هجي ۽ نہ پيچ ڏاهہ وارو ۽ نہ ئي ماڻهن ۾ تعليم ۽ صحت جي جي حوالي سان اڻ برابري هجي.

رچرڊ ولڪنسن (Richard Wilkinson) جيڪو يونيورسٽي ڪاليج لنڊن ۽ يونيورسٽي آف ناٽنگهم جي ميڊيڪل اسڪول ۾ سماجي وبائي مرضن جي علم (Social Epidemiology) جو پروفيسر آهي، پنهنجي ڪتاب "The Impact of Inequality" (اڻ برابريءَ جو اثر) ۾ ۾ لکيو آهي تہ اهڙا سماج جن کي مٿين سطح جي برابري حاصل آهي، معنيٰ تہ اهي امير ۽ غريب جي آمدنيءَ جي تفاوت جي حوالي سان گهٽ طبقاتي فرق رکن ٿا، تن ۾ بهتر سماجي سرمايو يا موڙي ڏسڻ ۾ اچي ٿي ۽ اهي پاڻ ۾ وڌيڪ جڙيل آهن، سماجي رشتن جو بهتر معيار منجهن استحڪام ۽ هم آهنگي وڌائي

ٿو. ولڪنسن اهو دليل ٻه ڏي ٿو تہ اهڙين رياستون جيڪي يقيني طور غريب هجن پر منجهن دولت جي منصفاڻي ورڇ ٿيل هجي تہ انهن ۾ گڏجي رهڻ جو احساس وڌيڪ هوندو آهي (9)

اها ڳالهہ تعليمي موقعن جي ورڇ بابت بہ بنهہ سچي آهي ۽ ان جي سماجي ناتن جي اثر تي بہ پوري لهي ٿي. سماجي طبقو ۽ تعليم پاڪستان ۾ دولت جي ورهاست سان گهرو تعلق رکن ٿا. صرف شاهوڪار ماڻهن جي پهچ سٺي تعليم تائين آهي. ڇا تعليم جي حوالي سان اها طبقاتي ورڇ غريب رهندڙ اڪثريت جي نفسيات تي ڪو اثر ڪونہ وجهندي هوندي! اسان جو ملڪ جتي اهڙي دولت نہ رکندڙ طبقن جي ٻارن جي اڪثريت کي اهڙن اسڪولن ۾ پڙهڻو پوي ٿو جن کي چوديواري بہ ڏنل ڪانهي، ڪاڪوس يا پيئڻ جو پاڻي ڪونهي ۽ جتي استاد عام طرح پڙهائڻ ئي ڪو نہ اچن. ساڳئي وقت اميرن جا ٻار ايئر ڪنڊيشنڊ ڪلاس رومن جي عياشيءَ ۾ پڙهن ٿا جتي کين جديد سکيا جا مددي ذريعا ۽ ٻاهرن ملڪن جا درسي ڪتاب ۽ ڪمپيوٽر ميسر آهن.

اها ڳالهہ تہ هڪ ڏينهن ٿيڻي آهي تہ ڪنهن مرحلي تي، جيڪو شايد اچا ڪونہ آيو آهي، جڏهن اها ورڇ ماڻهن ۾ ويڳاڻپ ۽ ڌڏي جي صورت ۾ ظاهر ٿيندي جيڪو هوند وارن ۽ اڻ هوند وارن جي وچ ۾ پيدا ٿيندو جنهن جي نتيجي ۾ تشدد ۽ نا اتفاقي جنم وٺندي. اِهي اهڙا عنصر آهن، جيڪي سماج کي ورهائي ڇڏيندا ۽ اهو ئي اسين پاڪستان ۾ پنهنجي چوڌاري ڏسي رهيا آهيون. جيڪا انتها پسندي ۽ عسڪريت اسان جي سماجي ڍانچي ۾ ڏار وجهي رهي آهي. اها اصل ۾ صدين کان سانديل ڪروڌ جي ڪري آهي. جيڪو سماجي انصاف جي نہ هئڻ سبب پيدا ٿيل آهي. تعليم جي اڻ برابري ان ڪروڌ کي پيدا ڪرڻ وارو هڪ وڏو عنصر آهي. 24/7 يا روزانو چوويهن ڪلاڪن تائين ٽيليوزن جو هلڻ ۽ خانگي خود مختيار چئنلن جو ڪنيين وانگر اپرڻ اهڙا ذريعا آهن جن ۾ عام ماڻهو ان "ٻئي" (طبقي) کي ڏسي سگهي ٿو. هن جا بہ ڪي خواب ۽ خواهشون آهن پر هن وٽ اها دولت ڪانهي، جنهن سان مارڪيٽ واري دولتمند دنيا ۾ پير پائي سگهجي.

اها حيرت جوڳي ڳالهه آهي تہ تعليم جي باري ۾ لکيل رپوٽن، ڪتابن ۾ ۽ ان موضوع تي پاڪستان ۾ ٿيندڙ سيمينارن ۾ ان پهلوءَ کي (تعليم جي شعبي ۾ اڻ برابريءَ کي) ڪيترن ڏاهن کان ڪنهن ڇهيو بہ ڪونهي. اهو هاڻي ٿيو آهي جو ڪن هنڌن تي ان ڏانهن ڌيان ڏنو پيو وڃي، صرف اميرن جي ضرورتن کي پوري ڪندڙ تعليم سماج ۾ ناانصافي ۽ اڻ برابريءَ کي وڌائي ٿي. ٻوليءَ جو معاملو ان ۾ نظر ايندڙ مظهر آهي. غربت جي خاتمي لاءِ پيش ڪيل پروگرامن ۾ ان قسم جي نا انصافي جي لڪل پهلوئن جي عام طور سمجهہ ڏسڻ ۾ نٿي اچي. انهن نا انصافين کي دور ڪرڻ کانسواءِ غربت ختم ٿي نٿي سگهي، خاص ڪري تعليم مان اهي دور ڪري سيني کي هڪ جهڙو ڪيڏڻ جو ميدان ڏيڻو پوندو" گهٽوڪري ماڻهو ۽ ڪيترا مانائتا ماهر، وڏيڪ تعليمي سهولتون مهيا ڪرڻ ۽ هر ٻار کي اسڪول وڃڻ جو موقعو ڏيڻ جي ڳالهہ ڪن ٿا. هتي قومي سطح تي تعليم جو معيار وڌائڻ بابت بہ گفتگو ٿئي ٿي، پر ڪڏهن معيار کي اڻ برابريءَ جي خاتمي سان نٿو لاڳاپيو وڃي، ان مسئلي کي تعليم ۾ موجود هيڏي ساري ورڇ جي حوالي سان ڪڏهن بہ نہ رکيو ويو آهي.۔

اها ڪيڏي نہ پراسرار ڳالهہ آهي تہ جيڪي سٺيا ماڻهو آهن، جن کي بهترين تعليم واري نعمت بہ حاصل آهي، اهي سلامتيءَ ۽ طبقاتي تفاوت جي وچ ۾ موجود هڪ تعلق کي سمجهڻ ۾ ناڪام ويا آهن. اهي پنهنجن ڪارخانن، زراعت، خدمتن جي شعبي، تجارت وينديون سندن گهرن جي ڪمن ڪارن لاءِ پورهيي جا محتاج آهن، پر پوءِ بہ اڻ هوند وارن جي مايوسي ۽ شديد احساس محروميءَ کي سمجهڻ کان قاصر آهن.بجاءِ انهيءَ جي جو انهن کي تخريبي ۽ تعميري عمل ۾ رهڻ ڏنو وڃي، جيڪو تشدد جي راهہ وٺي سگهي ٿو ڇا اهو عقل جو ڪم نہ ٿيندو تہ آساني ۽ شانتي سان پنهنجا مقصد ماڻڻ لاءِ رواداري ۽ مساوات واري واٽ وٺي هلون؟ اهڙي نموني غريبن جي ڪاوڙ سان سماج ۾ ايندڙ تخريبي اٿل پٿل کي روڪي سگهجي ٿو. جمهوريت ئي واحد اهڙو موقعو ڏي ٿي، جنهن سان آهستي آهستي پر امن طريقي اختيار ڪندي سماج جي ٻيهر جوڙجڪ ڪري سگهجي ٿي ۽ صحيح جمهوريت ممڪن ئي تڏهن ٿيندي جڏهن ماڻهن کي تعليم مهيا ڪري ڏبي.

هتي اها ڳالهہ بہ چئي سگهجي ٿي تہ صرف آمدنيءَ ۾ برابريءَ حاصل ڪرڻ سان سماجي انصاف ماڻي نہ سگهبو آهي. امرتيا سين هڪ مضمون ۾ لکي ٿو تہ "هِن طرفان انسانن جي زندگين ۾ غربت ۽ اميريءَ کي سمجهڻ جو انداز اهو آهي تہ هو ڏسي تہ ماڻهو ڪيتري آزادي ماڻين ٿا يا ماڻي سگهن ٿا. هن جي تصور ۾ آزاديءَ جو مطلب اهي "مهارتون" آهي جيڪي ڪنهن ماڻهوءَ کي ميسر ڪيون ويون هجن، جنهن سان هن کي اصل موقعا حاصل ٿي سگهن. جيڪڏهن اهي اهڙيون ساڳيون نہ هجن جيڪي ٻين کي مليل هجن تہ ان جو مطلب اهو ٿيندو تہ اهو ماڻهو آزاديءَ کان محروم آهي. امرتياسين ٻڇاڻيءَ تي لکي ٿو تہ:

> جيڪڏهن ڪنهن مهارت ۾ ڪنهن بہ قسم جي ناڪامي ڳڻتيءَ جو سبب، آهي تہ ماڻهن طرفان آزاديءَ سان ڪو عمل ڪرڻ ۽ کليءَ طرح ڳالهائڻ جي حالت بہ هڪ قسم جو فوري ڏيان گهري ٿي. اهو پڻ آزاديءَ ۽ مهارت ۾ واڌاري جي ڏس ۾ اهم خدشو هوندو آهي، ڇو تہ سماج ئي آهن، جيڪي جهيڙن ۽ اتحاد توڙي ء ڪٻئي سان سهڪار ۾ شامل هوندا آهن. انهيءَ ريت آزاديءَ ۽ ماڻهن جي زندگيءَ ۾ مهارتن جي واڌاري لاءِ انصاف جي تلاش کي زنده رکڻ ضروري آهي.(10)

ان ۾ اهو اضافو ڪري سگهجي ٿو تہ ڪنهن ماڻهوءَ کي سندس آزاديءَ کان محروم ڪرڻ جو سڀ کان اثرائتو طريقو آهي کيس سٺي تعليم کان محروم رکڻ آهي. انهيءَ سان هن جي اها مهارت ڦرجي وڃي، جنهن سان هو اهي موقعا ماڻي سگهي ٿو جيڪي موقعا کيس ٻي صورت ۾ ملي پئي سگهيا. "جيڪڏهن توهان ڪنهن قوم کي تباهہ ڪرڻ چاهيو ٿا تہ ان کي جهالت واري حالت ۾ ڇڏي ڏيو" اهي لفظ ٻوڏ ستايل علي حسن جا آهن، جيڪو آڪٽوبر 2010ع ۾ سنڌ جي شهر دادوءَ ۾ مون کي هڪ تنبوءَ ۾ مليو هو. هو پنهنجي ڳوٺ ۾ هڪ بہ اسڪول نہ هئڻ جو روئڻ روئي رهيو هو.

## Notes

1. A research based advocacy group that seeks to influence Policies so that they focus education intiatives on capacity building, especially in areas of human resources and organizational processes.
2. Amartya Sen, inequality Reexamined (New Delhi: OUP, 1992),ix.
3. Kaiser Bengali, in Social Development in Pakistan: The State of Education, Annual Review 2002-03 (Karachi: SPDC, 2003)
4. Ibid, 34-6.
5. Edward L. Glaeser, 'Want a stronger Democracy? Invest in Education', The New York Times, 3 November 2009.
6. Eric Hobsbawn, The age of Extremes (New York: Vintage Books, 1996), 558.
7. Ibid, 562.
8. Ibid, 574.
9. Richard Wilkinson, The Impact of Inequality: How to Make Sick Societies Healthier; (New York: Routledge 2005).
10. Amartya Sen, 'As Biko knew, powerlessness in actual lives is the hurdle justice must clear', The Guardian, London, 23 March 2010.

# ببليو گرافي

'A World Empire by other Means: The Triumph of English', The Economist, London, 22 December 2001.

Akbar, Farida, 'Sensitive Periods', Unpublished thesis submitted to Association of Montessori International (AMI), Amsterdam, 1997.

Altaf, Anjum, 'Macaulay's Stepchildren'. Himal, Kathmandu, January 2010.

Aly, Javed Hasan, 'Education in Pakistan: A White Paper' (Islamabad: Government of Pakistan, December 2006).

Azfar, Omar and Sara F. Azfar, 'Corruption in Health and Education, Asia Pacific Region' in Anuradha K. Rajivan and Ramesh Gampat (eds.), Perspectives on Human Development, Vol. 2 (London: Macmillan, 2009).

Carnell, Eileen and Caroline Lodge, Supporting Effective Learning (London: Sage Publications, 2002).

Census of Private Educational Institutions in Pakistan 1999-2000 (Islamabad: Federal Bureau of Statistics, Government of Pakistan, 2001).

Chomsky, Noam, Power Systems: Conversations on Global Democratic Uprisings and the New Challenges to US Empire- Interviews with David Barsamian (New York: Metropolitan Books, 2013).

Coleman, Hywel, Teaching and Learning in Pakistan: The Role of Language in Education (Islamabad: British Council, 2010).

___, and Tony Capstick, Language in Education in Pakistan: Recommendations for Policy and Practice (Islamabad: British Council, 2012).

Doidge, Norman, The Brain that Changes Itself (New York: Penguin Books, 2007).

Edwards, M., British India 1772-1947 (New Delhi: Rupa Press, 1967). http://www.swaraj.org/shikshantar/resources_macaulay.html.

Elst, Koenraad, 'The merits of Lord Mecaulay', http://koenraadelst.bharatvani.org/articles/hinduism/macaulay.html

Education Policy, 1972-80 (Islamabad: Ministry of Education Government of Pakistan, March 1972).

Education Policy, 1972-80: Review of Implementation and Measures for Further Reforms (Islamabad: Ministry of Education, Government of Pakistan, 1976).

Edward Glaser, 'Want a stronger democracy? Invest in Education', The New York Times, 3 November 2009.
Freire, Paulo, The Politics of Education (London: Macmillan, 1985).
Gandara, Patricia and Russell Rumberger, Immigration, Language and Education: How Does Language Policy Structure Opportunity? Teachers College Record, Vol. III, No. 3, March 2009-750-82, available at: http://www.tcrecord.org/content, asp?contentid=15343.
Gopnik, Alison, Andrew Meltzoff and Patricia Kuhl, How Babies Think: The science of Childhood (London: Phoenix, 2001).
Government of Pakistan, Regulation 118, (The Privately Managed Schools and Colleges (Taking over Regulation 1972).
Hall, Joseph, 'The Life of the Brain: First Words', Toronto Star, 17 July 2010.
Halliday, M. A. K. Angus McIntosh and Peter Strevens, The Linguistic Sciences and Language Teaching (London: Longmans, 1964).
Hasan, Arif, Participatory Development (Karachi: OUP, 2010).
Hasan, Shumaila Ali, 'English Language Teaching in Pakistan', www.articlesbase.com, posted on 11 October 2009.
Hobsbawm, Eric, The Age of Extremes: A History of the world, 1914-1991 (New York: Vintage Books, 1996).
Hoodbhoy, Pervez (ed.), Education and the State: Fifty Years of Pakistan (Karachi: OUP, 1998).
Indian Educational Policy: Being a resolution issued by the Governor General in Council on 11 March 1904 (Calcutta: Office of the Superintendent, Government Printing. 1904).
Joshi, Jyati (ed.), Rethinking English: Essays in Literature, Language, History (New Delhi: Trianka. 1994).
Khan, Abdul Jamil The Politics of Language Urdu/Hindi: An Artificial Divide (New York: Algora Publishing, 2006).
Khan, Akhtar Hameed, Orangi Pilot Project: Reminiscences and Reflections (Karachi: OUP, 1996).
Khan Muhammad ali, 'Social Meanings of Language Policy and Practices: A Critical, Linguistic, Ethnographic study of four Schools in Pakistan', a doctoral thesis submitted to the University of Lancaster, UK, December 2012.
Khan, Shahrukh Rafi (SDPI) and Rehana Siddiqui (PIDE), 'Landed Power and Rural Schooling in Pakistan' in Pakistan Journal of Applied Economics, Vol. 12, No. 2, 1996.

Lenneberg, Eric, Biological Foundations of Language (New York: John Wiley, 1967).
Mansoor, Sabiha, Language Planning in Higher Education (Karachi: OUP, 2005).
Mathews, P.H, Linguistics: A very Short introduction (Oxford: OUP, 2003).
Memon, M. I., (comp.). 'Education Policies' (Karachi: Board of Secondary Education, nd).
Michael Strong, 'Montessori, of Learning in a stream of exploration flowing onward from childhood', [The] Explorer's Foundation, edited and updated 15 April 2010, http://explorersfoundation.org/glyphery/369.html.
Mir, Salma and Mohammad Sirajuddin, Schools: Profile, Reports on Gradual Progress of ten Schools of Orangi (Karachi: OPP.RTI, 2006).
Misttra, B. G., 'Language spread in a multilingual setting: the spread of Hindi as a case study' in R. L. Cooper (ed.), Language Spread: Studies in Diffusion and Social Change (Bloomington: Center for Applied Linguistics, 1982).
Montessori, Maria, The Absorbent Mind, (Trans. Claude A. Claremont) (Karachi: Pakistan Montessori Association, 2000.
____, The Secrets of Childhood (New Delhi: Orient Longman, 1936).
Nagai, Katsum, 'A Concept of 'critical period' for language acquisition-its implications for adult language learning', Centre for research and Educational Development in Higher Education, Faculty of Education, Kagawa University, 1997. http://www.tsuyama-ct.ac.jp/kats/papers/kn7/kn7.htm.
National Curriculum Framework, 2005 (New Delhi: National Council of Educational Research and Training, 2005). http://www.ncert.nic.in/html/pdf/schoolcurriculum/framework05/prelims.pdf.
National Education Policy 1992-2002 (Islamabad: Ministry of Education, Government of Pakistan, 1992).
National Education Policy 1998-2010 (Islamabad: Ministry of Education, Government of Pakistan, 1998).
National Education Policy 2009 (Islamabad: Ministry of Education, Government of Pakistan, 2009).
Nikolov, Marianne and Helena Curtain (eds.), an Early Start: Young Learners and Modern Language in Europe and Beyond (Graz: European Centre for Modern Languages, 2000).

Nijhawan, Avni, 'Hindi-Urdu class uniting these two languages is crucial to maintaining UCLA's rich culture', Daily Bruin, 20 April 2010. http://www.dailybruin.com/articles/2010/4/20/hindi-urdu-class-untiting-these-twolanguages-cruci/
Orangi Pilot Project: Institutions and Programmes, Karachi, 120th Quarterly Report, Oct-Nov-Dec.2009.
___,Karachi, 132nd Quarterly Report, Oct-Nov-Dec. 2012.
Phillipson, Robert, Linguistic Imperialism, (Oxford: OUP, 2008).
Piaget, Jean, The Language and Thoughts of the child (London: Routledge, 1967).
Pinker, Steve, The Language Instinct (New York: Harper Perennial, 1995).
Proceedings of the Pakistan Educational Conference held at Karachi from 27 Nov. to 1 Dec. 19947 (Karachi: Government of Pakistan, 1947).
Proceedings of the Educational Conference held at Karachi on 4 and 5 December 1951 (Karachi: Government of Pakistan, 1956).
Quddus Naseem Jaffer, Problems of Education in Pakistan (Karachi: Royal Book Company, 1990).
Qureshi, Ishtiaq Husain, Education in Pakistan (Karachi: University of Karachi, Bureau of composition, compilation, and translation, 1999).
Rahman, Tariq, Denizens of Alien Worlds (Karachi: OUP, 2004).
___, From Hindi to Urdu: A Social and Political History (Karachi: OUP, 2011).
___, Language, Education and Culture, (Karachi: OUP, 1999).
___, (ed.), Language and Education-selected Documents 1780-2003, (Islamabad: National Institute of Pakistan Studies, Quaid-i-Azam University, 2004).
___, Language Ideology and Power (Krachi: OUP, 2002).
___, Language and Politics in Pakistan, (Karachi: OUP, 1998).
___, 'Passport to Privilege: The English Medium Schools in Pakistan', in Peace and Democracy in South Asia, Vol. 1, No. 1, January 2005.
Raina, Badri, 'A Note on Language and the Politics of English in India' in Jvati Joshi (ed.), Rethinking English: Essays in Literature, Language, History (New Delhi: Trianka Publications, 1994).
Raina, Vinod, 'Between Behaviourism and Constructivism: Quality Education in A Multicultural Context' International

symposium on Education and Cultural Studies, Department of Cultural Studies, Lingnan University, Hong Kong, may 2008.
Report of the Commission on National Education (Karachi: Ministry of Education, Government of Pakistan, 1959).
Richmond, Mark, Clinton Robinson, and Margarete Sachs-Israel (eds.), The Global Literacy Challenge: A Profile of youth and Adult Literacy at the Mid-Point of the United Nations Literacy Decade 2003-2012 (Paris: UNESCO, 2008).
Rogers, John 'The World for sick Proper' in Richard Rossner (ed.) Currents of Change in Englis Language Teaching (Oxford: OUP, 1990).
Russell, Bertrand, on Education (New York: Routledge Classics, 1926).
Saigol, Rubina, Education: Critical Perspectives (Lahore: Progressive Publishers, 1993).
Sen, Amartya, 'As Biko knew, powerlessness in actual lives is the hurdle justice must clear', The Guardian, London, 23 March 2010.
___, Inequality Reexamined (New Delhi: OUP, 1992).
Shahwilayat Education Trust, Excellence in School Education: Proceedings of first National Seminar (Karachi: Shahwilayat Educational Trust, 1988).
Social Policy and Development Centre (SPDC), Social Development in Pakistan: The State of Education, Annual Review 2003 (Karachi: SPDC, 2003).
Strachey, John, The Challenge of Democracy: From Imperialism to Freedom (London: Encounter, 1963).
TESOL Symposium, 'Dual Language Education: Teaching and Learning Two Languages in the EFL Setting', Bogazici University, Istanbul, Turkey, 23 September 2005.
[The] 'benefits of the English Language for Individuals and Societies: Quantitative Indicators from Cameroon, Nigeria, Rwanda, Bangladesh and Pakistan', A Custom report compiled by Euromonitor International for British Council, London, 2011.
Thematic Papers, National Education Policy Review Process, 2005-06 (Islamabad: Ministry of Education, Government of Pakistan, 2006).
Vygotsky, lev, Thought and Language (Cambridge: The MIT Press, 1996).

Wilkinson, Richard, The Impact of Inequality: How to Make Sick Societies Healthier (New York: Routledge, 2005).
Winthrop, Rebecca and Corrine Graff, Beyond Madrasas: Assessing the links between Education and Militancy in Pakistan (Washington: Centre for Universal Education, Brookings Institution, 2010).
Yule, William and Michael Rutter, (eds.) Language Development and Disorders (Philadelphia: Mac Keith Press, 1987).
Zaman, Umme Salma, Banners Unfurled: A Critical Analysis of Development in Education in Pakistan (Karachi: Royal book Company, 1981).

## مخفف

| | |
|---|---|
| AKU-EB_ | آغا خان يونيورسٽي اگزيمنيشن (امتحاني) بورڊ |
| AKU-IED_ | آغا خان يونيورسٽي انسٽيٽيوٽ آف ايجوڪيشنل ڊولپمينٽ |
| ANP_ | عوامي نيشنل پارٽي |
| BES_ | برائيٽ ايجوڪيشن سوسائٽي |
| CIBT_ | ڪئنيڊين انسٽيٽيوٽ آف بزنس اينڊ ٽيڪنالاجي |
| CUP_ | ڪامن انڊر لائنگ پروفيشنسي |
| DIK_ | ديره اسماعيل خان |
| DIL_ | ڊولپمينٽ ان الٽريسي |
| EFL_ | انگلش ائز فارين لينگئيج |
| ELT_ | انگلش لئنگئيج ٽيچنگ |
| EPAL_ | ايڪسٽينڊنگ پروفيشنل ائڪٽوِ لائيف |
| ESL_ | انگلش ائز اي سيڪنڊ لئنگئيج |
| FNIRS_ | فنڪشنل نيئر- انفريئر ڊاڪئزيشن |
| ISI_ | انٽر سروسز انٽيليجنس |
| KESC_ | ڪراچي اليڪٽرڪ سپلاءِ ڪارپوريشن |
| KTN_ | ڪاوش ٽيليوزن نيٽ ورڪ |
| LAD_ | لئنگئيج اڪئزيشن ڊوائيس |
| MTTC_ | مانٽيسوري ٽيچرس ٽريننگ سينٽر |
| NEP_ | نيشنل ايجوڪيشن پاليسي |
| OPP-RTI_ | اورنگي پائلٽ پراجيڪٽ رسرچ اينڊ ٽريننگ انسٽيٽيوٽ |
| SPELT_ | سوسائٽي آف پاڪستان انگلش لئنگئيج ٽيچرس |
| SSC_ | سيڪنڊري اسڪول سرٽيفڪيٽ |
| TCF_ | دي سٽيزن فائونڊيشن |
| TESOL_ | ٽيچرس آف انگلش ٽو اسپيڪرس آف ادر لينگئيجز. |

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بـہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعويٰ ڪري ٿـو تـہ پَڪَ ڄاڻو تـہ اُهو ڪُـوڙو آهـي. نـہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪـڏهن ڪـو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَـنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻيـن لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَـنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تـہ ڪي ڪم اُجرتـي بنيادن تي بہ ٿِيـن. اهڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَـرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجـارتي non-commercial رهنـدا. پَـنَ پـاران ڪتـابن کـي ڊِجيٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪـو بـہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪـرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ ڪان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪـڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَـنَ سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٺاندڙ وڏِ
کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽
ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ
کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.
شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ،
پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سڀني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ
جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:
گيتَ بہِ ڇڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.
... ...
جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛
... ...
ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڇڻ گوريلا آهن........
... ... ... ...
هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَّ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ
اِن حسابَ سان اڄڪاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ
”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ
وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَ جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽڃاٽن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٹٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها، توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)